# پڙاڏو سوئي سڏ

(ناول)

## سراج



نيو فيلڊس پبليڪيشنز

ٽنڊو ولي محمد، حيدرآباد سنڌ.

1989ع

نيو فيلڊس پبليڪيشنس جو ڪتاب نمبر **هڪ سؤ ٻاج**

چپائيندڙ نيو فيلڊس پبليڪيشنس
ٽنڊو ولي محمد، حيدرآباد سنڌ.

ڇپيندڙ نيو فيمس پرنٽنگ پريس
هوم اسٽيڊ هال چاڙهي، حيدرآباد.

ٽيون ايڊيشن اپريل 1988ع

چوٿون ايڊيشن جون 1989ع

**قيمت** 50/. رپيا



---

**PARADO SOEE SADD (Novel) written by SIRAJ. Published by New Fields Publications, Tando Wali Mohammed Hyderabad Sind. Pakistan. Third Edition April 1988. Price Per Copy Rs. 50/.**

---

هن ڪتاب جو پهريون ۽ ٻيو ايڊيشن ١٩٧٠ع ۽ ١٩٨١ع ۾ احمد نبي بخش شيخ، سنڌ پرنٽنگ پريس، اڪال پونگا کهٽي، حيدرآباد سنڌ، ۾ ڇاپيو ۽ عامر شيخ 'زيب ادبي مرڪز' حيدرآباد سنڌ پاڪستان مان شايع ڪيو.

# مصنف طرفان ٻه لفظ

سنڌ جي تاريخ هونئن تہ هر مظلوم قوم جي تاريخ وانگر ظلم جي داستانن سان ڀري پيئي آهي، پر ان تاريخ ۾ ترخانن جو دور سنڌ جي ماضيءَ جو بد ترين دور آهي. جڏهن شاهبيگ ارغون سنڌ تي قبضو ڄمايو تڏهن هن ايترا ظلم ڪيا، جو ڪنهن شاعر اُن وقت ان حملي جي تاريخ ”خرابيءِ سنڌ“ مان ڪڍي هئي. ترخانن ۾ مرزا باقيءَ جو دور سڀ کان اونداهو ۽ سڀ کان روشن دور آهي: سڀ کان اونداهو ان ڪري جو هن کان وڌيڪ ظالم ٻيو حاڪم نہ ٿيو؛ ۽ سڀ کان روشن ان ڪري جو ان ظلم خلاف سنڌي قوم منظم ٿي بغاوت ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. سنڌ جي تاريخن ۾ ان بغاوت جي ڪي ۽ سربستي ڪهاڻي اڪيل ڪانهي، پر مختلف تاريخن ۾، مختلف شاعرن جي شعرن ۾ ٽڪرا ٽڪرا واقعا بيان ٿيل آهن، جن ۾ مون کي هڪ عظيم ساڪو ٿو نظر اچي. انهن ئي واقعن جي هيءَ ڪهاڻي آهي.

”ترخان نامي“ جو مصنف لکي ٿو تہ ”مردم ولايت سند ... هرگز شبي از ترس ميرزا محمد باقي بفراغت نرفتہ بود ....“ يعني سنڌ جا ماڻهو مرزا باقيءَ جي دور ۾ هڪڙي رات بہ سک سان نہ ستا.

سنڌ جو مورخ، پير حسام الدين راشدي، ميرزا باقيءَ تي لکندي چوي ٿو: ”.... هي اهي مقتول ۽ شهيد آهن، جيڪي مورخن لاءِ قابل ذڪر هئا. ورنہ ميراز باقيءَ جي حڪم تي اهڙا سوين خدا جا بيگناهہ بندا بي دريغ قتل ڪيا ويا. ڪو ڏينهن خالي نہ هو جڏهن قتل نہ ٿيندو هو. اهو روز جو معمول ۾

مشغلو هو: ڪنهن جو نڪ، ڪنهن جو ڪن، ڪنهن جو هٿ، ڪنهن جي ٻانهن هر روز ڪپارائيندو هو. هاٿيءَ جي پيرن هيٺان لتاڙائي مارائي ڇڏڻ به سندس دلگهريو شغل هو. جڏهن مرزا شاهه رخ مئو، ان وقت قلعي ۾ رهندڙ سينئي عورتن جا نڪ ڪپائي ۽ سندن ٿڃن ۾ جيئريون ٻليون وجهرائي ــــ ٿڃن ۾ ٻلين وجهرائڻ جو ڀاڪوءِ ڏڪو انهيءَ منحوس ۽ غير انساني ڪارروائيءَ جو سنڌ اندر يادگار آهي...."

انهن ظلمن جي رد عمل طور سنڌين ڪئين شورشون ڪيون، جن جو هڪ مقصد هو، هڪ آدرش هو. ان آدرش کي اجاگر ڪرڻ لاءِ ئي مون ان کي ناول جي صورت ڏني آهي.

گاهي گاهي بازخوان اين قصهء پارينه را!

ڪراچي ٣- اپريل ١٩٧٠ع ــــ سراج

## انتساب

سنڌ جي

اڳوڻن، هاڻوڪن ۽ ايندڙ وقت جي

سورهيه سوڍن

جي نالي

# نئين ڇاپي لاءِ ٻه اکر

ڪتاب جو نئون ڇاپو اوهان جي هٿن ۾ آهي. سرڪاري طرح با رسمي طرح هي ڪتاب جو ٽيون ڇاپو آهي. هن کان اڳ جا ٻه ڇاپا منهنجي پياري دوست احمد "زيب ادبي مرڪز" پاران ڇپايا هئا. پر ان وچ ۾ ڪن همراهن بنا اجازت جي فلمون ڪيائي الائجي ڪيترا ڇاپا ڇپائي ڇڏيا. اهڙن ٽن ڇاپن جي ته مون کي ذاتي خبر آهي، پر ٻڌو اٿم ته ان کان سواءِ ٻه ٽي ٻيا همراهن ايئن بنان اجازت جي ٻيا به ڇاپا ملايا جن مان ڪن جو پنو به اهڙو بيڪار هو جو ڪجهه پڙهڻ ۾ ئي ڪونه ٿي آيو. مون کي مٿن ڪا به ميار رکڻي ڪانهي. هڪ طرح سان خوشي ٿي ٿئيم ته ماڻهن کي ڪتاب ايترو وڻيو جو لڪچوڙيءَ به ڇپائڻ وارا پنهنجو ڪارنامو ڪري ويا.

هيءُ نئون ڇاپو اوهان جي هٿن ۾ ان وقت پيو اچي، جڏهن ان جو ٻيو ڀاڱو "مرڻ مون سين آءُ" به ڇپجي ظاهر ٿيو آهي. هاڻ جن دوستن پهريون ڀاڱو نه پڙهيو، سي ٻئي حصا گڏي پڙهي سگهندا. ايئن به ضرور ٿيندو ته جيڪي پڙهندڙ ٻيو ڀاڱو پڙهندا، تن کي پهرئين ڀاڱي پڙهڻ جي به شايد خواهش پيدا ٿئي.

هن ڇاپي ۾ اڳين ڇاپن ۾ ٿيل غلطين کي درست ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي اٿم. پر تڏهن به جيڪڏهن ڪا ڀُل چُڪ رهجي وڃي ته هميشه جيان پڙهندڙ اميد ته معاف ڪندا.

ڪراچي

۳۱ مارچ ۱۹۸۸ع

**سراج**

# پيش لفظ

"سَنها پاڻهه مَ سَمجهه، وهاءُ واسينگن جا،
جَنهن جي جهَڙپ، هاٿي هنڌائين نه چُري!"

سانيهه جي سِڪ يا وطن سان پيار، هڪ مثبت جذبو آهي. منجهس ڪابه منفي ڳالهه نه آهي. نه ڪنهن سان نفرت آهي، نه ساڙ، نه ٻٽن ڀائيَ، نه هاڪڙائي. رڳو پيار ئي پيار. قرباني، اڻٿڪ محنت، پاڻ وسارڻ، سيڪجهه، لتاڙڻ، ڏيڻ ئي ڏيڻ، نڇاور ڪرڻ، ڪجهه نه وٺڻ، منزل سان لڳاءُ ۽ انس، مٽيءَ سان لنئون لڳائي مٽي ٿيڻ، نهٺائي، نماڻائي، نوڙت ۽ نياز. انساني آپار جي چوٽ تي پهچي به پاڻ کي ڪا وَٽ نه سمجهڻ. اهي سڀ، سانيهه جي سِڪ جي چشمي جون ڌارائون آهن، جي نِج جهان، رت. رڳن ۾ تحليل ٿي انسان کي سهڻو، سلوڻو، سورهيه ۽ سياڄهو بڻايو ڇڏين.

اڄ، جا هيءَ هاهوڙ مَتي آهي. سا نسورو ڪوڙ، رڳو دولاب ۽ دوکو آهي. علائقه-واريت ڪا ٻجڙي بلا ڪانهي. علائقو نه ڇا، ملڪ جي ڇپي ڇپي سان، گهٽيءَ گهٽيءَ سان، ڳوٺ ڳوٺ سان پيار آهي، مٽس ناز آهي. گهر سان پيار نه ڪيو نه پاڙي کي ڪيئن پڄيو. پاڙو نه سواريو ته شهر ڪيئن سڌاريو. جنهن گهر وساريو، سو ڪهڙي سورهيائي ڪندو. جنهن ميٽ وساريا سو ڪهڙو هوتو پاريندو، ڪهڙا آڪ ڪارا ڪندو، ڪهڙي ڪيپ ڪٽندو. مرڳو پاڻ وڃائيندو، ڪردار وڃائيندو، سورهيائي ۽ سيڄ وڃائيندو. جيڪي ان

مثبت جذبي کي لوڙين ٿا، سي قومي ڪردار کي توڙين ٿا، ملڪ جي جڙن کي کوٽين ٿا. دراصل هو پنهنجي اصليت وڃائي ويٺا آهن ، اوندهه ۾ ٿاڦوڙا ٿا هڻن ، پنهنجون پاڙون پٽائي ويٺا آهن، هاڻ نہ پاڙ ٿي کين نہ مٽي ٿي جاء ڏئي، نہ ڪو ڪردار ٿو اڀري .

سنڌ جي گود ۾ نوان اُڀل سنڌي بہ ماء جي هنج جي آسيس پيا وٺن. سنڌ نئين نسل کي، حَب ۽ ملير جي مٽيءَ مان روحاني تسڪين پيئي وٺي. سنڌوءَ جي پاڻي ۽ ڪوهستان جي ڪَڪريءَ مان لڳن کي آماڻي پيئي؛ پنهنجو پگهر ۽ پسينو ڏئي پيئي . سنڌ وڏا ڪچهہ گاڏون ماڏون، گاڏڙ جذبن سان ، خاموش تماشائي ٿيو ڪچهہ وٺين مان ويندو پيا محسوس ڪن. انهن بہ سائيهہ ڪونہ وساريو آهي. پنهنجي ٻوليءَ ۽ پنهنجي قوميت کي قائم رکڻ لاء هزار جتن ڪندا اچن. مٿن سلام هجي. هيڏين مشڪلاتن هوندي ، صرف ٻوليءَ جي سهاري مختلف قوميتن کي ”مهاجر“ لڙيءَ ۾ پوئي جيئڻ لاء وس ڪندا اچن. ٻوليءَ سان ۽ پنهنجي علائقي سان ، ايڏيون جيءَ - جڙيون اُٿن جو اوير پنجاب جي اڪثر ماڻڪن کي، جي هر مذهب بہ آهن ٿ. هجرت جو شرف بہ حاصل اٿن، اُن مخصوص مهاجر لڙيءَ کان ٻاهر ٿي رکيو اچن. ٻوليءَ ۽ مهاجريت کي ڪوسو واء بہ لڳڻ نٿا ڏين. شال آهي کين نڀهہ هجن. پلي هن مٽيءَ ۾ گل ڦولارجن ۽ مهڪاء پيدا ڪن .

من ۾ ٻيائي نہ ٻهانا لڪ. ڳَهہ ڪبو تہ وات ڪيئن ڏسي؟ اڪ ٻولي تہ سوچهرو ڪٿان نظر ايندو؟ مذهب تہ ڪوڀا لاهيو ڇڏي، پر جي هرويرو ڪوپو چاڙهيو، تہ پيا پاسا ڪيئن ڏسبا. مذهب ۾ سائيهہ جو تہ ٽڪر ئي ڪوانهي. ٻاڻ وطن جو پيار نصف ايمان آهي. وطن جو

پيار ناهي نہ ايمان کان وانجهي. پوءِ "حيف ٿئين کي جيڪي وطن جي وسايو!" وطن سان پيار ڪندي به ماڻهو مسلمان رهي سگهي ٿو. مسلمان رهندي به وطن سان پيار ڪري سگهي ٿو. پنجابي پڪو مسلمان آهي، ۽ خوبين جي کاڻ آهي، ۽ مسلمان هوندي به پنجابي آهي. پاڪستاني پڪو مسلمان آهي ۽ مسلمان هوندي به پاڪستاني. دراصل وطن سان پيار هن جو امتياز آهي؛ ان ۾ ايڏو سرشار آهي جو افغاني مسلمان سان به ملڪ خاطر ٽڪر کائيندي دير نہ ڪندو.

وطن جي حُب ايڏو اهم جذبو آهي جو ان کان سواءِ ماڻهو اصليت وڃايو ويهي، کوکلو ٿيو پوي؛ خود مطلب، ڪمظو ۽ ابن الوقت ٿيو پوي. اسفل سافلين جي مڪروهہ ۽ گندي گج ۾ گندماڻو ٿيو پوي. انساني عظمت جي چوٽ تي پهچڻ لاءِ، حب الوطنيءَ جي ڏاڪڻ جو ڏاڪو سندس ڪردار کي اجاريندو ۽ سندس اخلاق کي جرڪائيندو وڃي. ان جذبي کي قائم ۽ دائم رکڻ لاءِ وڏيءَ جاکوڙ ۽ جتن جي ضرورت آهي. پنهنجي عظمت جي نشانن کي ڳولي هٿ ڪرڻو آهي. تاريخ جي ورقن تان دز لاهي، پنهنجي ڪشمڪش جي ڪارنامن کي چمڪائڻو ۽ وڏي، واڪي ڳائڻو آهي. اسان جي هن سرزمين جي وک وک تي تاريخ وکري پيئي آهي. سندس مٽيءَ جي ذري ذري تي اسان جي وڏڙن جون رت ڦونگارون، موتيءَ ـ دائن جيان چنڪاريل آهن. ڪوٽ ڪوٽ، ديهہ ديهہ، ٿهي ٿپي ۾ تاريخ پنهان آهي. گهر گهر، بستيءَ بستيءَ پنهنجا ڪونڌر ڪٺايا آهن. هزارن سالن کان هن عظيم قوم پنهنجي عظمت ۽ آزاديءَ خاطر منظم جدوجهد ڪئي آهي. سوين سوڍا، 'لکين دودا، ڪنئين ماڻرون، ڪنئين پيئرون بازارن ۾ اهلام ٿي، ڪسجي

امر تي ويا. اچو ته انهن دودن جي نشاندهي ڪريون ۽ انهن زمين جي ٽڪرن جي "مٽي ماٽي لايون،" جنهن سندن خون جذب ٿي ويو. اَن مٽيءَ جو مان آهي . اها تاريخ ، اهو فخر ، اهو ناز انسان کي دڳ لائيندو ، حب الوطنيءَ کي جرڪائيندو ، ڪردار کي آباريندو ، مردار ٿيڻ کان بچائيندو : تاريخ وڃي ته جذبو ويو ، ڪردار ويو، موت آيو .

حب الوطنيءَ جو ۽ تاريخ جو مذهب سان ڪو ٽڪر نه آهي. عرب، اسلام کان اڳ واري دور جي شاعرن ۽ سورهين تي اڄ به فخر ڪن ٿا. اسين ته حاتم طائيءَ ۽ نوشيروان جا ڳڻ ڳائيندا اچون، جيتوڻيڪ هو مسلمان نه هئا. رستم، سهراب ۽ سڪندر جا نالا پاڻ تي رکندا اچون جيتوڻيڪ هو غير مسلم هئا . ڇا ٿي پيو جي پنهنجي سنڌ ديس جي سورهين جا اسين ڳڻ ڳايون : انهن سورهين جا جن موهن جي دڙي جي تهذيب جو پايو وڌو ، جن ٽئڪسلا ۽ گندارا جي آبياري ڪئي ، جن رني ڪوٽ جو قلعو اڏيو ۽ ديبل، اروڙ ۽ برهمڻ آباد جو بنياد رکيو. جن جي تهذيب ۽ تعمير تي سارو پاڪستان ته ڇا، سڄي دنيا فخر پيئي ڪري. جنهن لاءِ شاهه ايران جي درٻاري شاعر چيو ته "ساقي مون کي شراب، موهن جي دڙي جي مٽيءَ مان ٺهيل پيالي ۾ ڏي، ڪاش اها مٽي منهنجن وڏڙن جي هجي!" ٽوئنبي ، موجوده دنيا جي عظيم تاريخ نويس چيو "مان دنيا جي ڪنڊ ڪنڊ ۾ تهذيب جي تلاش ۾ ويس . موهن جو دڙو، منهنجي حقير تلاش جي بلند ترين چوٽي آهي!" ان چوٽيءَ تي پهچندڙ نه هندو هئا نه مسلم ، سنڌي هئا، محض سنڌي !

"ڇچنامي" جي مترجم، علي ڪوفي، ڪنهن ڳالهه يون

ڪوڙيون ۽ لغو ناهي، تاريخ کي مسخ ڪري ڇڏيو.
سڀ ڄاڻو اها ڳالهه ڄاڻن ٿا ته هو ڪم - علم ۽ ڪم - ظرف
هو، جنهن عشق جي چاشني ملائڻ خاطر تاريخ لکڻ جي
مقدس امانت ۾ خيانت ڪئي. ڏاهر جي ڌيئرن کي
بدنام ڪرڻ خاطر ۽ سنڌن لاءِ نفرت پيدا ڪرڻ لاءِ
محمد بن قاسم جي موت جهڙي اهم واقعي کي ڪوڙو
۽ افسانوي رنگ ڏنو. اهو تاريخدانن جو ڪم آهي ته
حقيقت کي پرکين ته کهڙيون ڳالهيون منَ گهڙت ۽
محض الزام آهن- مثلاً چچ ۽ ڏاهر جون شاديون. پر
سنڌن عظيم سلطنتون، سنڌن نظام حڪومت، سنڌن دور
جي خوشحالي، سون ۽ چانديءَ جا ذخيرا، علم ۽ ادب
جا ادارا، فن جو فروغ، وڻج واپار، فوج جو نظام،
بهادري ۽ دليري، سنڌن فتوحات ۽ هار جا اسباب، سڀ
ٺوس تاريخي حقيقتون آهن. جوڪڏهن اهي فخر جي درجي
تائين اعليٰ هيون ته ڪو اهم نه آهي جي انهن تي فخر
ڪيو وڃي، جيئن موهن جي دڙي واريءَ تهذيب تي
هر پاڪستانيءَ کي فخر آهي ۽ ڪروڙين رپيا خرچ
ڪري به انهن عظمت جي نشانن کي محفوظ رکڻ لاءِ
جتن ڪيا پيا وڃن. تاريخ قومي امانت آهي. ڪفر ۽
اسلام جو معرڪو نه آهي جو ڪفر جون فتوائون ڪڍي
لعنت ۽ ملامت سان قومي جذبي جي تذليل ڪئي وڃي
۽ نوجوان نسل جا ذهن ڪاڏا وڃن. عجب آهي فردوسيءَ
دهل جي ڏونڪي تي دل آزرده ٿي عرب فاتحن کي
ڳوهون ڪائيندڙ چيو، ۽ آسمان کي نهايت سخت لفظن
۾ مهار ڏيئي "تفو برتو" چيائين نه ڪنهن پاڪستاني
مسلمان کي غيرت نه آئي، نه ڪنهن کيس ڪافر چيو،
نه ڪنهن شاهنامو ساڙيو. هي نرخاني انصاف جو طريقو
اسان جي قومي ڪردار کي لهوڙي ليندو. ضروري آهي

جنهن مهلڪ مرض جو خطرو آهي تنهن جي نشاندهي ڪجي. ذهني بد ديانتي ۽ ضمير کي دٻائڻ جا جرائم اسان جي قومي ڪردار کي ڪوڙهه ۽ مفلوج ڪري رهيا آهن. ڪو هڪ به اهڙو عالم نه آهي جو سچ چوڻ جي همت ساري سگهي. اردوءَ جو ڪو هڪ ـ آڌ شاعر به مام ۾ ڳالهائڻ لاءِ مجبور آهي. ٻيو ته ٺهيو، رڳو مرحوم لياقت علي خان جي ملڪي نيتيءَ متعلق ٻڙڪ ٻاهر ڪڍڻ به ڪفر جي مترادف سمجهيو ٿيو وڃي ؛ حالانڪ محترم فاطمه جناح کي لياقت علي خان جي پاليسين سان شديد اختلاف هو. مرحوم ته پنهنجي پاڻ متعلق به چوندي هئي ته ڪانئس کي غلطيون سر زد ٿيون آهن. ڪيڏي عظيم، باضمير ۽ ديانتدار رهنما هئي. عزت ۽ احترام پنهنجيءَ جاءِ تي آهن ۽ تاريخي حقيقتون پنهنجي جاءِ تي. جنهن قوم تاريخي حقائق کي اونده ۾ رکيو، غلطين جو ڍڪ ڪيو ۽ اکيون ٻوٽي دهرايو، ان جو الله وارث؛ جنهن سچ نه سکيو، تنهن پنهنجي پير تي ڪهاڙو وهايو.

تاريخ ۽ ادب کي مذهبي طوطو بنائي، پڃري ۾ پوري ڪري رکي نٿو سگهجي. تاريخ ۽ ادب جي وسعت لامحدود آهي. تاريخ هندو، مسلم، ڪرستان يا پارسي ٿي نٿي سگهي، نه ادب. شيڪسپيئر عظيم آهي، پلي هو ڪرستان هجي. گورڪي عظيم آهي، پلي هو ڪميونسٽ هجي. غالب ۽ شاهه عظيم آهن، پلي هو مسلمان هجن. ڪاليداس ۽ ٽئگور عظيم آهن، پلي هو هندو هجن. تيمور ۽ نادر سفاڪ هئا، ظالم هئا، پلي هو مسلمان سڏائين. حجاج بن يوسف، ظلم ۽ ڪفر جي جيئري تصوير هو، جنهن هڪ هٿ ۾ ترار ۽ ٻئي ۾ قرآن حڪيم جو نسخو کڻي مسلمانن کي مخاطب ٿي چيو

هو تہ: ”جو مون کي هن ڪتاب جي ۽ رسول جي
ياد ڏياريندو، تنهن جو سر هن ترار سان وڍيندس!“
ٻئي هندو چيائين تہ ”مسلمانو، توهان جا متا مون کي
ائين ٿا لڳن ڄڻ سنگ هجن، پاڻيان تہ هن ترار سان
اٿي ڇڏيان!“ پڙهندڙ پاڻ فيصلو ڪن تہ حجاج کي
مسلمانن ۽ اسلام لاءِ ڪهڙي ۽ ڪيتري عزت ۽ احترام
هو. هي اهو شخص هو جنهن سنڌ تي ڪاهہ جو حڪم
ڏنو. ڇا سندس بلغار مسلمانن ۽ اسلام جي عظمت خاطر
هوندي؟

سنڌ جي تاريخ ۾ ارغونن ۽ ترخانن جو دؤر، اونداهو
۽ بربريت جو دؤر هو، حالانڪ هو مسلمان هئا. هنن
بہ اسلام جو حربو استعمال ڪيو هو. جڏهن سنڌ تي
سنڌ جي ماڻهن جي حڪومت هئي تڏهن ارغونن طرفان
ٻهروپيئين مذهبي عالم تبليغ خاطر روانا ڪيا ويا، جن
اهو نعرو ڏنو تہ مسلمان سڀ پاڻ آهن؛ ڪوبہ قنڌاري
۽ سنڌي نہ آهي؛ جغرافيائي حدود، ملتِ اسلاميہ لاءِ
هاڃيڪار آهن. تني ۾ تبليغ ڪري، ڏمرُ وجهي، ٻيڙا
ٻرائي، اُتر طرف ساڳئي مقصد لاءِ روانا ٿيا. تنهن وقت
بہ ڪلجڳ جا ڪاپڙي پيا هئا. خدا ڀلو ڪري سنَ
جي محترم جي. ايم. سيد (جنهن کي جاہلو ماڻهو ’جنيم‘
سائين ڪري چون ٿا) جي جدِ امجد، سائين حيدر شاهہ
جو، جنهن ارغون عالمن جا ٻيڙا ساڙائي، فتني کي ٻنجو
ڏنو. بهرحال نفاق جو ٻج ڇٽجي چڪو هو. سمن شڪست
کاڌي، ۽ ارغون ڪڙڪي پيا. دولهہ دريا خان (جنهن
هڪ ڀيرو اڳ کين اهڙي شڪست ڏني هئي، جو
تاريخ ۾ اڃا ٻئي ڳائجي) سنڌين کي منظم ڪندي،
وڙهندي مارجندي شهيد ٿي ويو. سندس پٽن تحريڪ
اڳتي وڌائي، ۽ سر ڏيئي سرها ٿيا. سنڌ جو چپو چپو

انهي ڪري ٿيو. هن ڪشمڪش جي دؤر ۾ سنڌ جو هڪ عظيم ۽ لاثاني سورهيه سپوت پيدا ڪيو، جو ڪهاڻي ۾ پوڙجي بسجي قيمو ٿي ويو پر حب الوطنيءَ جو جهنڊو پوين پساهن تائين بلند رکندو آيو. اڄ به سندس مزار تي هر جمعي تي هزارين سنڌي حاضري ڀرين ٿا. هي سچو سورهيه، مخدوم بلاول جي نالي سان، ٽلجيءَ اسٽيشن جي ويجهو (ضلعي دادوءَ ۾) مدفون آهي. ڪيس 'سنڌ سان محبت' جي پاداش ۾، گهاڻي ۾ پيڙائي شهيد ڪيو ويو. هو مذهبي رهنما هو، ۽ سنڌ جي نالي ۾ بغاوت جو علم بلند ڪيائين. پڪو مسلمان هوندي، نوابشاهه جي هندن کي خط لکي مدد گهرايائين ته "هي سنڌ جو سوال آهي، جنهن سان مذهب جو واسطو نه آهي." ارغونن سان ٽڪر کاڌائين، ۽ گرفتار ٿيو. گهس مارڻ، ارغونن لاءِ اهڙو ئي مسئلو هو، جهڙو سندس جيئڻ. کيس معافي گهرڻ جي آڇ ڪئي ويئي، جا هن مرد مجاهد رد ڪئي، موت کي جيئڻ تي ترجيح ڏني، جيئڻ، آگ دکندي ڏکندي رهي. ارغونن لاءِ هي وڏو مسئلو هو، جو وري به مذهب جي آڙ ۾ حل ٿي ويو. قرآن شريف جا ورق جتيءَ جي ترين ۾ سبيرائي، جتي کيس سوڪڙيءَ طور ڏني ويئي. بعد ۾ کيس گرفتار ڪرائي، جتي کولارائي، فتوي ورتي ويئي. قرآن جي بيحرمتيءَ جي جرم ۾ کيس جيرو پيڙايو ويو! عبرت جو مقام آهي. بيحرمتي ڪنهن ڪئي، ۽ پيڙايو ڪنهن کي ويو؟ مذهب ڪنهن جي ڍال بڻيو؟ هيڏا ماڃا ٿين، پهر هن پڇيور ۾!

طاغوتي طاقت جي نشي ۾، تاريخ جي هر دور ۾، ڪئين مچ مچي، مواڙ ٿي، ٿوڻا هنڊا آيا آهن. پنهنجي چوڌاري مذهب ۽ ڪوڙي تقدس جو ڍونگ رچائي، ڪارا قانون جوڙي، زبانون وڍائي، ذهني گهٽ پيدا

ڪري، پائيندا آهن ته سندن جوڙيل آڇ سدائين قائم
رهندي، جنهن ۾ ترڪندا رهندا ۽ جاوا ڪندا. ٻوه پوا
ڏون هڻندا، ڏهون هڻندا، ۽ ٽلها ٿي ٽونا هڻندا. ننڍا ڄاٽن
ته آن پاڻيءَ جا ذهنن ٿي اڇي پنا آهن. اهڙو ڪو
ڦرڪو ڦرندو، جو اها آڇ ٿي ڪاڻ هوندي. اهو ٽڪسات
ٿي ڪونه هوندو. ڏنڙيل، ڏکيا ڏهيرا، سنها، سڪڙا
سپ، انهن آڏامندا، جو هڪ ٿي جهڙپ سان، هاٿي ۽
مڇ، هنڌان ٿي نه چرندا. البت، ريڇ رڱٽا هوندا. مڇ
انهن نه مرندا جيئن جهينگا جهاڄن جهول ۾. چاڙهو
۽ ڇڇ چڏٽا هوندا. وڪ وڏاٿي پوندي. اوڙاه، اڄان اڳيرو،
اڄان اڳيرو. ڪنن، ڪڙڪات، چوليون، چوها....
تهزي، تندي، تياري، تنظيم، جهڙپ.

سراج انهن سڀني مسئلن کي، نئدي ناول دوران،
سلجهائڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. سندس سمجهه ۽ دور رس
نگاهه، ماضي، حال ۽ مستقبل کي هڪجاهه ڪري، تاريخي
پس منظر ۾، حقائق کي بينقاب ڪيو آهي. سندس ترڙندڙ
دل، ماضيءَ جون رتاڏيون، حال جون ڪاوشون، ۽
مستقبل جون اميدون ۽ خدشا ڪنيو، ڏاڍي نهٺائيءَ ۽
نماڻائيءَ سان، دوائون ۽ دعائون جهليو بيٺي آهي. سندس
قلم ۾ قرب آهي، مشورو آهي ۽ انتباهه. سندس اٿاهه
قرب آڏل ڪاٿي، مصلحتن جا پنا اورانگهي، لوڪ لڄا لاهي،
پاڻ پوهي ۾ ڏيئي، سچ ڪٿا پلئه پائي، سڻن پيو ڏئي.
اها سڻن، جا تاريخ جي هر دور ۾، هر سورهيه ور ور
ڪري ورجائي آهي؛ تنظيم، تربيت، مسلسل جدوجهد؛
سچائي ۽ اخلاص سان ڪنڌوڪنڌ، مرڪزيت، صحيح فيصلا،
حڪم جي پابندي ۽ پاڻ تي ضابطو ور نه، سنگهار جي
انفراديت، جذباتيت ۽ مونجهائي، باوجود دليريءَ ۽
سچائيءَ جي، نور وڃائيندي؛ ۽ دادن جي سياست زنجيرن

۾ جڪڙائيندي. هٿ، صرف سوڍا ڪپڙ، جي پاڻ وچائي، راڄن جا وڇا ميساري، غريبن ۽ مسڪينن کي هڪ لڙيءَ ۾ پوئي، شيهي جي ديوار بنائي ڇڏين. مسلمان، هندو، پارسي، عيسائي، هڪ لڙيءَ ۾ پوئجي، هو سڀڪجهه ڀلائي، هڪ قوم ٿي وڃن. قائد اعظم جي لفظن ۾، ”جت هندو هندو نه رهندا، ۽ مسلمان مسلمان نه رهندا....“ بس هڪ قوم رهندي، جنهن جو هر فرد ’سوڍو‘ هوندو. پل ته هڪ سوڍو سوريءَ چڙهي وڃي، سوين ۽ لکين سوڍا سنڌس جاءِ پرڀندا.

سراج سان منهنجي پهرين ملاقات، سن ١٩٥٦ع ۾ ٿي، جڏهن هو سنڌي ادبي بورڊ ۾ هو. ڪڻڪرو جوان، ڪلهل پيشاني، گهرئون گنڀيرتا پريل اکيون، چمڪندڙ چهرو، سادگيءَ واري مرڪ، ننڍڙو ديونا ٿي لڳو. منجهانس جاڻ ۽ سمجهه جون جهلڪيون ٿي آيون، جي پيار، مقصد سان لڳاءُ ۽ مسلسل محنت سان، ڪرڻا ۽ شعاع بڻجي ويون. شال سنڌس زور ۾ قلم وڌندو رهي. شال سنگهار ۽ دادن جا جذبا آسرندا رهن. شال سوڍا، ڪميتڻ تي چڙهي، جهر جهنگ ڇانئبا وڃن. شال سنڌن رتـ ڦونگارون، هن پاڪ سرزمين تي پئي، لعل ۽ ياقوت آڪائين، ڳاڙها گهوٽ آپائين. ننڍ وڏائيءَ کي مليا ميٽ ڪري، قوت عوام جو نظام قائم ڪن. هن ملڪ جو جهنڊو اوچو رکن، ملڪان ملڪ سنڌس ڏونڪو وڃائن ۽ ڪيس ترقيءَ ۽ ڪمال جي بلند ترين چوٽين تائين پهچائين!

جمال ابڙو

ڪراچي
١٠- اپريل ١٩٧٠ع

# ١

سوڍل ڏنوڻ مان هٿ ڪڍي، پنهنجي نرڙ تان پگهر اُگهي، چوني ٻاهه مان ڪڍي سنداڻ تي رکندي، جيوڻ ڏانهن ڏٺو. چونيءَ جي ڳاڙهي ڳاڙهي آڳ مان سنهيون سنهيون چڻگون اڏامي، گهڙيءَ لاءِ چمڪي وري وسامڻ تي لڳيون. جيوڻ، سوڍل جي اکين ڏانهن ڏسي، ائين پاتو جڻ هن جي اکين ۾ انهن چڻنگن کان به ڪو وڏو مچ مچي رهيو هو. هو انهيءَ مچ کان ٻچي ويو، ۽ هن ٽڪڙو ٽڪڙو، هٿن جي ڪنبَ ۾ ٽڪَ چنبڙيندي، مترڪي ۾ هٿ وڌو. مترڪو مٿي ڪٽي، هونگار ڪري، چونيءَ تي ٺڪ هنيائين، تڏهن هن کي پڪ ٿي ته لوهه اڃا پورو نرم نه ٿيو هو، يا هن جي پنهنجي ڏهر جي ڪري هڪدم ٿرندو ٿي ويو. مترڪي جي ٺڪ سان چونيءَ جي ڦار وڏيڪ ڦهلجي ويئي، پر سندس ڇهنب ڪجهه اڏي ٿي ويئي. هن مترڪي جا ٻه ٽي ٺڪ هنيا ته، سوڍل بس ڪرڻ جو اشارو ڪيس. هن مترڪو ڪٽي پاسي تي رکيو، ۽ ساهي کڻڻ لاءِ ڪاٺ جي صندليءَ تي ويهي رهيو. سوڍل چوني ڪٽي پاڻيءَ جي ٻاٽ ۾ وڌي؛ شوشڙاٽ ڪري لوهه جي دل ٺڏي ٿي ويئي. پر جيوڻ کي پڪ هئي ته سوڍل جي دل تي اڃا ڇنڊو نه پيو هو. هن جي گول گهل نيرين پورين اکين ۾ اهوئي مچ ٻرندو رهيو. جڏهن سوڍل ڪاوڙيل هوندو هو، تڏهن ڳالهائيندو بنهه ڪونه هو؛ فقط ڏند ڪرٽيندو رهندو هو جڻ ڪنهن کي ڪچو ڪائڻ تي گهريائين. سوڍل هونئن ته گهٽ ڳالهائيندو هو، جيوڻ کي سائس ڳالهائڻ لاءِ وجهه ڳولڻو پوندو هو ته جيئن اجايو ڳالهائڻ تي چڙٻ نه ڏئي ڪڍي، انهيءَ

اڄ هن کي سمجهه ۾ نه پئي آيو ته اڄ هن کي ڪنهن تي ڪاوڙ هئي. هو آچا انهيءَ سوچ ۾ هو ته پريان هن حاجي بابا کي ايندو ڏٺو. حاجي بابا هڪ ٿلهي تسبيح جا داڻا سوريندو، هيڏانهن هوڏانهن ڏسندو، پانڌي اندر گهڙي آيو. سوڍل جي اکين جو مچ وڌيڪ جرڪڻ لڳو، ۽ هن حاجي بابا جي سلام جي جواب ڏيڻ بنان چيو: ”ڪيئن اچڻ ٿيو آهي؟“

پيڙو حاجي بابا، سوال جي جواب ڏيڻ بدران، تسبيح وڌيڪ تڪڙي تڪڙي سورڻ لڳو. جيئن ڪي ورو پئو ٿيڻ لڳو ته سوڍو ڪاوڙ سان ڪجهه ڪري نه ويهي. ڇا به هو، حاجي بابا ترخانن جو ماڻهو هو، ۽ سوڍي جي نظر ڪنهن ترخان تي پيئي، ڇڻ رت تي نظر پيس.

حاجي بابا آرام سان صندليءَ تي ويهندي آهستي چيو: ”امير خان سڏايو اٿئي؟“

”ڇو؟“

”بابا، مون کي ڪهڙي خبر؟ هوندس ڪو ڪم ڪار....“

”آءٌ واندو ڪونه آهيان......“

”سوڍل، ڏاهو ٿي. امير خان سان هوڏ چڱي نه آهي،“ حاجي بابا تقريباً اکيون پوريندي چيو. تسبيح جا داڻا تڪڙا تڪڙا اڳتي سرندا ٿي ويا.

سوڍل ڪو جواب نه ڏنو، ۽ هٿ وڌائي وري ڏنوڻ هلائي. باهر ڏسڻ لڳو. حاجي بابا ڪاڳهڙي، هن کي گهوريندو رهيو، ۽ پوءِ وري اکيون بند ڪندي چيائين: ”توسان ڪي خاص ڳالهيون ڪرڻيون اٿس، ۽ چيو اٿس ته پراڻي ياريءَ جو ننگ وجهجانس!“

”منهنجي ڪنهن سان ياري ڪانهي....“ سوڍل ڏنوڻ زور زور سان ڏيئيندي جواب ڏنو. منڊس، اکين جو مچ، گهڙيءَ لاءِ جهڪو ٿي ويو هو، سو جڻ وري ڏنوڻ جي زور تي ذهن سر ڏکڻ لڳو هو.

”مون کي چوڻ ته نه گهرجي پر پنهنجي توهان پنهنجي بابت

تومان ڳالهائڻو اٿس،“ حاجي بابا اهڙيءَ طرح چيو، ڄڻ هو ڪو راز ظاهر ڪري رهيو هو.

سوڍل سوچ ۾ پئجي ويو: ’هن ڪُتي جو مون ۾ ڪهڙو ڪم ٿو ٿي سگهي؟ ۽ پاڻهه بابت ڇا ڳالهائڻو هوندس؟ وري پراڻيون دشمنيون جاڳائڻيون اٿس ڇا؟ يا وري ڪا نئين باهه دکائڻي آهي؟‘ هو ڪجھ وقت سوچيندو رهيو، ۽ پوءِ هري هري چيائين: ”چڱو، تون هل. آءٌ سانجهيءَ ڌاري ايندس!“

حاجي بابا تسبيح سوريندو اٿيو، ۽ هڪ نظر ڏنوڻ تي، ۽ ٻي نظر سوڍل تي وجهندي، ٻاهر هليو ويو. جيوڻ کي هميشه هن ترخان حاجيءَ تي چڙ ايندي هئي. هو جڏهن به ايندو هو، سوڍل کي ڪارڙائي ويندو هو. ڳالهائيندو ائين هو ڄڻ ڪوس دنيا جهان جي ڪا خبر ڪانه هئي. پر اها به دنيا جهان کي خبر هئي ته ترخان اميرن جي جاسوسن ۽ خابرن مان، حاجي بابا جي پهچ خود مرزا باقي تائين هئي. هن اڃا حاجي بابا بابت ٻي پئي سوچيو ته سوڍل جو آواز ٻڌائين: ”جيوڻ، گهوڙي سنبراءِ....!“

جيوڻ گهوڙي سنبرائڻ لاءِ نڪتو ته سوڍل به ڪمر موڙي اٿي بيٺو. قداور مڙس، ڏري گهٽ مٿو ڇت سان ٿي لڳس. موڪرو موڪرو منهن، جنهن جي نرڙ جي گهنجن ۾ اهڙي قسم جي ڏيا هئي، ڄڻ دائمي طرح ڪنهن تي ناراض هو. گهاٽا گهرا ڪارا ڀرون، پوربون نيريون اکيون، ڇهڇ ڪارا شهپر، ڪاڏي ٿوري اڳتي نڪتل، ڪٽيل ڪسرتي بدن، ڇيتي جهڙي سنهي چيله — هن کي ڏسڻ سان ئي هيبت ويهو ٿي ويئي. امير خان بابت سوچيندي، هن جي نرڙ جا گهنج وڌيڪ گهاٽا ٿي ويا. هن کي اهي ڏينهن ياد آيا جڏهن جهرڪن جي مَٽ اکيان ڀهريون ڀري اسهر خان سان مليو هو. مرزا عيسيٰ خان ترخان جو زمانو هو. فرنگين ٺٽي کي لٽي، تهس نهس ڪري ڇڏيو هو، ۽ ملندي مهل شهر جي چئني طرفن کان باهيون ڏيئي لڳا هئا. موقعي جو فائدو وٺي ڪيترا ترخان ۽ ارغون سردار به قرابت ۾ اڳبي ويا هئا. سوڍو

پنهنجن سائين سان ميڙهن- واهه ڪريو ٿي ڏانهن پئي آيو ته رستي تي امير خان ترخانن جي هڪ دستي سان، جهرڪن کان ايندو نظر آين. سوڍل هڪ ٽڪريءَ جي اوٽ وٺي بيهي رهيو. پنهنجن همراهن کي، گهوڙن ۾ لڪي بيهڻ جو اشارو ڪري، پاڻ دڳ جهلي بيهي رهيو. ترخان سچي وات دز اڏائيندا ويجها ٿيندا ٿي ويا. جڏهن ترخانن جو سونهون سوڍل اڳيان ٿي لنگهيو ته سوڍل جهٽ ڏيئي، گهوڙي جي لغام کي اهڙي سٽ ڏني، جو گهوڙي جا اڳيان پير ڇڻ مُرڻن کان ٽڪري ويا، ۽ گهوڙو اڳتي جهڪي، بازولي ٿائي، ابتو ٿي ڌڪ کان هڻڪارڻ لڳو. سوار گهوڙي تان اونڌي-منهن اچي سوڍل جي پيرن ۾ پيو. سوڍي هڪل ڪئي:

"ڪير ماڻهو آهن؟"

سونهون پاڻ سنڀالي اٿي بيٺو پر پنهنجي اڳيان پربت جهڙو ماڻهو ڏسي هيانءُ ٿي ڪاڇي ويس.

"ترخان آهيان: امير خان جو سونهون!"

"ڪيتان پيا اچو؟"

پريان گهوڙن جي سنبن جو ٽاڪوڙو، مٽي ۽ دز کي چيريندو ويجهو ٿيندو ويو. سونهين جي همت به موٽي آئي، ۽ نڙڪي مان چيائين: "تون ڪير آهين، ائين رستي روڪ ڪرڻ وارو؟"

"مون توکان پڇيو ته ڪيتان پيا اچو؟" سوڍل جي آواز ۾ رڪ جهڙي سختي اچي ويئي. سونهون وري منجهي ويو.

"فرنگي ٿٽي ۾ گهڙي پيا آهن- اوڏانهين ٿا وڃون."

"ڪهڙا ماڻهو آهيو؟"

"سوڪس ٿيندا...."

سونهين حي جواب ڏيڻ وقت امير خان به پنهنجي جٿي سان اچي پهتو. سونهين جي گهوڙي کي پٺ تي ڪريل، خود سونهين کي ڏڏڙ ۾ ا... ۽ هيسيل ڏسي. امير خان ترار ڪڍي، اڳتي وڌي آيو.

"ڪير آهين تون؟"

سوڍي ڪو جواب نہ ڏنو. هن ڪيڙو جوان کي گهوڙي ڏسندو رهيو. هو ڀرپور نظر سان سمجهي ويو تہ هي ترخان ۽ ارغونن ۽ ترخانن کان جدا طبعيت جو ٿو ڏسجي. الائي ڇو هن کي هڪدم ڪانئس نفرت ڇو نہ ٿي. سندس اتاولو جوش ڏسي، هن کي مٿيان لڳڻ بدران جڻ اطميمان ٿيڻ لڳو تہ ترخانن ۾ بہ تہ ڪو ماڻهو آهي جنهن ۾ دغا دولاب بدران ڪجهہ سڌي سنئين همت جو جزو آهي.

”سوڍو منهنجو ناو آهي.... لهرڪو ڪم ڪندو آهيان.“

”تو اسان جي سونهين کي ڇو جهليو آهي؟ ۽ هن جي گهوڙي کي ڇو ٽڪيو اٿئي؟... تيمور خان، گرفتار ڪر هن کي...!“

ان نئين جوانيءَ جي جوش تي سوڍل کي کِل اچڻ لڳي پر کِل هن جي مذهب ۾ ئي نہ هئي. هو هن اتاولي قنڌاريءَ کي عجيب دلچسپيءَ سان ڏسندو رهيو. ترخانن مان هڪڙو سوار گهوڙي کي اڙي هٽي، وچينءَ صف مان نڪري، سوڍل ڏانهن وڌي آيو: سندس هڪ هٿ ۾ اگهاڙي ترار هئي، ۽ ٻئي هٿ سان هٿي مان رسو کولڻ لڳو. هن جو ڌيان رسي کولڻ ۾ ئي هو تہ هڪ تير سوسات ڪندو، سندس رسي واري ٻانهن ۾ کُتي ويو. هن کان رڙ نڪري ويئي، ترار هيٺ اچلائي هن اهو تير ڪڍي پنهنجي ٻانهن ۾ وڌو. امير خان جون وايون ولڙيون ٿي ويون. خود سوڍل کي پنهنجن همراهن تي ڪاوڙ اچڻ لڳي: هن جي اشاري کان سواءِ هنن وار ڇو ڪيو. هن ٻاڻ اکيتي وڌي، ڇڪ ڏيئي تير تيمور خان جي ٻانهن مان ڪڍي ورتو، ۽ هنن تي پيل کيس مان هڪ ڊگهي لينگهہ ڦاڙي، مضبوطيءَ سان سندس ٻانهن ٻڌي ڇڏي تہ جيئن رت بند ٿي وڃي.

”ٽڪڙ ڪم شيطان جو آهي، امير خان!“ ائين چئي، هن امير خان تي هڪ نظر وجهندي، پنهنجي گهوڙي ڏانهن وک کنئي.

امير خان جي اکين مان جنسي باهہ نڪرڻ لڳي. سوڍل جي بت بدن کي ڏسي، هُن دل ئي دل ۾ هميشہ لاءِ هن کي

پنهنجو دشمن نهارڻي ورتو. هن جا ٻه ماڻهو سندس اکين ڳيان
پاڻ ڏُکارو وڃڻا هئا. ان بي عزتيءَ کان هن جو رت ٽهڪڻ لڳو
هو؛ ۽ اوچتو هن مست اٺ وانگر گوڙ ڪندي چيو: ”خبردار،
پاڻ بچاءِ!“ ائين چوندي هن ترار جو وار سڌو سوڊل جي
مٿي تي واريو. سوڊل ٻيهرو هو. هو هن جي آواز تي ڦرتيءَ سان
ٻه قدم پاسي تي هٽي ويو. جيڪڏهن هٽي ها ته هو پل ٻه دير ڪري
ها، ته ترار سندس جسم کي ٻن اڌن ۾ ورهائي ڇڏي ها. امير خان
گهوڙي کي ورائي، وري ٻيو وار ڪيو. سندس سائين جا هٿ
ٻه ترارن جي مٺين ۾ ڦيرندا وڃا. هن کي امير خان جي سورهيائيءَ
۾ يقين هو ته هن جي ترار جو وار ڪو به بچائي نه سگهندو.
پر سوڊل اهو وار به بچائي ويو ۽ جيئن ئي امير خان وري
گهوڙي کي ورايو، تيئن سوڊل ٽپ ڏيئي ڪٽي امير خان جي
ڪمربند ۾ هٿ وڌو، ۽ کيس هڪ ٻالڪ جيان گهوڙي تان مٿي
کڻي، وڏي آڇل ڏنائين. اڳيان بيٺل سوارن مان هڪڙي جي
مٿان امير خان ائين ڪريو جيئن حمال ڳوڻيون سٽيندا آهن. ان
سوار جي گهوڙي ان اوچتي آفت کي پاڻ ڏانهن ايندو ڏسي،
ٽهي ٻٽي پير اڳيان کڻي ذري گهٽ سوار جو ڪنڌ ڀڳو هو.
امير خان جو نِرو ڪُلي، ڪُلي سڌو اچي گهوڙي جي پوين
سنبن ۾ پيو. هو پنهنجي زندگيءَ ۾ ايترو بي عزت نه ٿيو هو.
سوڊل لاءِ دشمني هن جي دل ۾ وڻ وانگر پاڙون هڻي ويٺي،
ان کي ڪرندو ڏسي هڪ ئي وقت سؤ تراريون مياڻن مان نڪري
جهلڪا ڏيڻ لڳيون. امير خان پنهنجي پيڙا کي پنهنجن همراهن
کان لڪائيندي، ٻنان ڪنجهڻ ڪرڪڻ جي اٿي، پنهنجو ڪمربند
سڌو ڪري ٻڌڻ لڳو، ۽ سوڊل کي پنهنجي گهوڙي ڏانهن ويندو
ڏسي، هن پنهنجن همراهن کي هلڪو اشارو ڏنو. سوڊل جي
ڪميت گهوڙي پنهنجي مالڪ لاءِ خطرو محسوس ڪري، ٻه قدم
اڳيان وڌي آئي. سوڊل گهوڙيءَ جي اکين مان خطرو محسوس
ڪري، سندس ٻشڪن تي هٿ گهمائيندي پويان نهاريو. سؤ تلوارون

هن جي سير لاءِ آئون هيون، ۽ گول دائري ۾ هن ڏانهن وڌي
رهيون هيون.

سوڍل ڏاڍيان چيو: "امير خان، هرويرو موت کي ڇو ٿا
سڏ ڪريو.... منهنجي هٿ جي اشاري تي، منهنجا همراهه ٻگهڙن
وانگر اوهان تي واهوڙ ڪري وري ويندا، ۽ اوهان مان ڪنهن
جو سنڌ سنڌ سان ڪونه ملندو."

امير خان ۽ سندس همراهه انهي ئي ڇمي ويا. امير خان جڏهن
پنهنجي ترار مياڻ ۾ وڌي، تڏهن سؤ ترارون هڪ ئي ڇنڪي
سان مياڻن ۾ هليون ويون. ترخانن کي سوڍل جا ساٿي اوچتو
ياد اچي ويا، جن کين پنهنجو موت ياد اچي ويو هو: ڪن کي
ته ان وسوسي ئي ڏڪڻي وجهي ڇڏي ته جيڪڏهن سوڍل تي
حملو ٿئي ها ته سندن ڪهڙو حشر ٿئي ها. امير خان ڪُلو هڻي،
مٿي تي رکندي سوڍل ڏانهن وڌيو. هن جي اکين ۾ نفرت مائي
ئي ويئي هئي، ۽ سياست ان جي جاءِ والارڻ لڳي. سوڍل جي
ويجهو پهچي، هٿ وڌائيندي هن چيو: "سوڍل خان، مون کي بهادرن
سان پيار رکڻ جو مرض آهي. اڄ ته سنڌي دستور موجب
پڳ مٽائي پيار رکون!"

سوڍل ڪو جواب نه ڏنو. ڪنهن سنڌيءَ جي ترخان
سان پڳ مٽائڻ ممڪن ئي نه آهي: ٻه ترارون هڪ ئي
مياڻ ۾ ڪيئن اينديون؟ هن نرڙ گهنجائيندي امير خان ڏانهن ڏٺو،
هن جي اڳتي وڌيل هٿ ڏي ڏٺو، هن جي سياست ڀريل اکين
ڏانهن ڏٺو، ۽ هن جي ساٿين ڏانهن ڏٺو؛ پر هن جي دل وري
به هٿ وڌائڻ تي نه آئي.

امير خان هن کي دل ـ ماٺ هڻندو ڏسي، داءُ بدلايو: "مون
ٻڌو هو ته سنڌي سچائي جو هٿ ڪڏهن به نه موڙيندا آهن.
اڄ هارڪائل آهيان: منهنجو هٿ موٽائڻ تو کي سونهين ڪونه ٿو."

لاچار سوڍل، پنهنجو هٿ اڳتي وڌايو. امير خان ائين ڀانيو
جڻ سندس هٿ ڪنهن رڇ جي ڇنبي ۾ اچي ويو هو. هن
ڪيترن ئي سورهين سان هٿ ملايو هو، پر هي سڀني کان سرس هو.

”ڪاڏي سنبت آهي؟“

”هڏو اٿم ته ڏٺي ڪي فرنگي ورائي ويا آهن... اوڏانهن ئي بس.“

”اسين به اوڏانهن ئي وڃون ٿا. حضور مرزا صاحب سلطان محمود جي ڪتن ڪي منهن ڏيڻ ويو آهي، ۽ ڏٺي ۾ ذات سپاهي ڪونهي.“

سوڍل کي دل ۾ آيو ته چئي ڏي ته هڪڙو ڪتو ٻئي ڪتي کان هڏي بچائڻ جي فڪر ۾ آهي، ۽ ٻن سانن جي ويڙهه ۾ سنڌي ٻوڙا پيا لتاڙجن. پر هن چيو ڪجهه به نه. گهوڙيءَ تي لابگ وزائيندي، پنهنجن همراهن لاءِ هٿ مٿي ڪئي اشارو ڪيائون.

امير خان چيو: ”بسم الله، اچو ته گڏجي ڏٺي کي فرنگين جي فتني کان آزاد ڪرايون....“

سوڍل جي دل ان وقت آڏامي ڏٺي وڃي پهتي هئي، جتي بورچو گيز مال متاع لٽيندي، ٻارن، زالن ۽ ٻيڙن کي پنهنجين بندوقن ۽ پستولن سان ماريندا ٿي ويا. امير خان ۽ سوڍل گڏوگڏ هلندا رهيا. انهن ٿي پانيو چڙهيو ته طوفان تي سوار هئا. سوڍل جي ڪميت کي جڻ پر لڳي ويا هئا: سندس واڳن سان گجي اڏامي، دز ۾ ملندي ٿي ويئي، ۽ سندس ناسن مان آواز ائين نڪري رهيو هو جڻ هو پاڻ پنهنجو ساهه گهٽڻ جي ڪوشش ڪري رهي هئي. جڏهن هو ڏٺي جي ويجهو پهتا، تڏهن سوڍل کي پنهنجي دل ۾ وڍ پوڻ لڳا. سنڌ جي هن سدا ملوڪ شهر دونهين جا ڪڪر آسمان تائين پهچڻ لڳا هئا. جتان ڪتان گهرن جي سڙڻ جا لڙڪاٽ، ماڻهن جا ڪوڪريا، ۽ پستولن جي ٺڪائن جا آواز اچي رهيا هئا.

”سوڍا خان، اچ ته دريا واروگس وٺون. فرنگين جا ٻيلا اتي هوندا، ۽ ائين ٿو ڀانئجي ته فرنگي هاڻ شهر مان هٽندا ٿا وڃن....“

فرنگين جي ياد ايندي ئي سوڍل وري گهوڙي کي آڙي

هئي. هُن رڪيب گهوڙيءَ جي ڪُکين ۾ کُپي ويا، ۽ ڪميت
پنهنجي مالڪ جو ارادو سمجهي ڪري، امالڪ پيچرو ڇڏي ٻيلي
ڏانهن ڀڙڪو ڪاڍو. هُن جي پويان، هُن جي ساٿين جي گهوڙن
جي سنبن جو ته سنَپُ پري دز تي آڏائي، ۽ انهن تي ٻانيو
جو ته ڏرتي ڏهڻ لڳي هئي. پٺ جي ويجهو پهتا ته سوڍل کان
دانهن نڪري ويئي: ڇهه ست ٻتيلا اڳيئي دريا جي لهواري تي
روانا ٿي چڪا هئا. باقي ٻه ٻتيلا ٻيٺل هئا، جن ۾ پورچوگيز
فوج جو سامان ڏٺي پري رهيا هئا، ۽ شايد اجا پنهنجن ڪن ساٿين
جي اوسيڙي ۾ هئا. سوڍل رڙ ڪري چيو: ”متان ڇڏيو اٿو
حرامخورن کي!“

هن جو جملو اجا پورو ئي مس ٿيو ته ڪنهارو کن تير
هڪڙي ٻتيلي ۾ سامان لڏيندڙ پورچوگيزن جي پٺين ۾ کُپي ويا.
راڙو راڙ مچي ويئي. تيرن جي جواب ۾ پورچوگيزن پنهنجا بارودي
پستول سنڀاليا. اوچتو سوڍل پورچوگيزن جي هڪ انبوهه کي،
پستول ڇوڙيندو، پٺ ڏانهن ايندو ڏٺو. هن امير خان کي هڪل
ڪئي: ”امير خان، اٿي تنهنجن همراهن جو وارو آهي!“

امير خان پنهنجي لشڪر کي اشارو ڪيو، ۽ هن جو دستو
سوڍل جي ماڻهن کان جدا ٿي، وڃي پورچوگيزن تي ڪڙڪيو.
سوڍل کي الائي ڪهڙو خيال آيو. هن ڪميت کي هلڪو اشارو
ڪيو، ۽ گهوڙي پٺ جي پر ۾ ڊڪي وٽ اچي بيهي رهي.
سوڍل ڪنارو وات ۾ جهلي، گهوڙيءَ تان درياهه ۾ ٽپي پيو.
سندس ساٿي مسلسل ڦيري گهيري ٻتيلن ۾ تيرن جو مينهن وسائيندا
ويا. پورچوگيزن جا پستول هنن ڌاڙيون ڪونه ٿي رسيا، پر انهن
جي ڌڪائن تي سندن گهوڙا ٺهڻ لڳا هئا. سوڍل کي پاڻيءَ ۾
ڪهڙندو ڏسي، هنن مان ٻه ڪي گهوڙا ڇڏي پاڻيءَ ۾ لهي پيا.

سوڍل سيني کان ويجهي ٻتيلي جي پر ۾ پهچي، پاڻ مٿي
ڪنيو، پر ٻتيلا ايترا اوچا هئا. جو هن ۾ هٿ وجهڻ جي جاءِ
ڪانه هئي. فقط هڪڙو هنڌ اهڙو هو، جتان ٻتيلي ۾ چڙهي ٿي

سکڻيو، ۽ اهڙا جاءِ هئي ٻتيلي جي مهڙ، جا ڍڪي سان ٻڌل
هئي. ڍڪي جي منهن تي پورچوگيزن جو پهرو اڃا موجود هو.
فائرن ۽ تيرن جي آواز هن کي هيڪاري خبردار ڪري ڇڏيو
هو. پر سوڍل نه مڙيو، ۽ ٻتيلي کي ڦري آيو. جڏهن مهڙ وٽ
پهتو، تڏهن گهڙيءَ لاءِ وري پاڻيءَ ۾ هليو ويو. پوءِ وڃي ڏسي
هڪ پاسي کان منهن ڪڍيائين. اتي هڪڙو فرنگي ٻتيلي جي
ڪلهل تختي تي زنجير کي ٽيڪ ڏيو ويٺو هو. سوڍل آهستي آهستي
هڪڙو هٿ تختي ۾ ڦاسائي، پنهنجو جسم ڪوڙي، پاڻ مٿي کڻي
ورتو. سندس ٻيو هٿ فرنگي جي ٽنگ ۾ ڦاسي ويو. پورچوگيز
کي ائين محسوس ٿيو ڄڻ ڌرتي ڦاٽي پئي، ۽ هو ان ۾ ڪرندو
ٿي ويو. هڪ وڏي رڙ ڪري، ٻئي ٻانهون مٿي ڪري، وڃي
دريا ۾ ٽپو ڪيائين. پنهنجي ساٿي جي رڙ ٻڌي، ڪي پورچوگيز
ٻتيلي مان هيٺ نهارڻ لڳا. سوڍل تختي جي هيٺان لنگهي، ٻئي
پاسي ڦري آيو. ٻئي هٿ تختي ۾ وجهي، پاڻ مٿي کڻي، اتي
ويهي رهيو. هن اڃا پاڻ سنڀاليو مس ته هڪڙي پورچوگيز پستول
کڻي ڇاتي تي رکيس... ۽ گڏو گڏ زور زور سان پنهنجي ٻوليءَ
۾ ڪجهه چوڻ لڳو "آميگو، آميگو، سالوي مي سالوي مي...!"

فرنگي ٿي، پاڻي ۾ پنل هن ديو جهڙي ماڻس جي هيبت
ڇانئجي وئي هئي، ۽ پستول هوندي به هن جا پير هٿ ڏڪي
رهيا هئا، ۽ "سالوي مي، سالوي!" چوندو رهيو. سوڍل ڪجهه
سوچ بنان، پستول واري ٻانهن ۾ هٿ وجهي، ٿورو پاسيرو ٿي
پٺيءَ کان ورائي ڪيس ڌڪو ڏنو. پورچوگيز جي وات مان اکر
ڇڇر جي نڪتا "... ميڊا ديئو...!" هن جي ڪرڻ سان ڍڪي
تان، وچ واري تختي تان ۽ ٻتيلي مان پستولن جا واچٽ شروع
ٿي ويا. سوڍل خطرو محسوس ڪري، وات مان ڪٽارو ڪڍي،
ڪمربند ۾ هڻي ڇڏيو ۽ هيٺ نمي ٻتيلي ۾ پير رکيائين. ٻتيلي
۾ اندر ٿيندي، هن ڍڪي ۽ ٻتيلي کي ڳنڍڻ واري سنهي زنجير
کي ڇڪيو. پر سنگهر ڇڳي مضبوط هئي. سوڍل وري ٻيهر زور

لڳايو، ۽ زور لڳائيندي هن جي جسم جون سموريون رڳون
تڻجي، خود رُڳ جون زنجيرون ڀڄي ويون. اوچتو زنجير
ٽنهي ٻاسن کان ٽٽي پيئي، ۽ سوڍل اُتڙجي پويان ڪري پيو.
وال ڪن سنگهر جو ٽڪر هن جي هٿ ۾ اچي ويو. زنجير هن
جي هٿ ۾ ڇا آئي، ڄڻ موت جو فرشتو هن جي هٿ ۾ ڪيڏڻ
لڳو هو. جيڪو فرنگي هن کي نظر آيو ٿي، ان جي منهن تي
سنگهر جو اهو گرز ائين ٿي ڪڙڪيو، ڄڻ مٿس ڪنوڻ ڪِريو
ٿي پيئي، ڄڻ سرڻ لامارو ڏنيئي، چنبو هڻي وري مٿي اڏامڻ ٿي
شروع ڪيو. فرنگين ۾ ڪاڪوڙو پئجي ويو، ۽ هنن لٽيل سامان
جي پويان لڪڻ شروع ڪيو. هنن کي پنهنجا هٿيار ئي وسري
ويا، سنگهر کي ڦيرائيندي، سوڍل ٻتيلي جي وچ ۾، پڃري مان
نڪتل شينهن وانگر گجڻ لڳو. اتي ئي هن ڍاڪو ڪن زالن
۽ ڪن ڇوڪرن کي رسن ۾ ٻڌل ڏٺو. هو سمجهي ويو ته انهن
زالن ۽ ڇوڪرن کي فرنگي لٽ جي مال سان گڏ ٻانهن طور
کنيو ٿي ويا. انهن مان تيرهن چوڏهن ورهين جو هڪ نينگر،
سوڍل کي اڪيلو هيترن فرنگين سان وڙهندو ڏسي، ڪنهن عجيب
جذبي کان اتي بيهي رهيو. سندس ٻانهون پويان رسن سان ٻڌل
هيون. سوڍل وڏي وس آيو. اوڏي مهل ۾ هڪ پورچوگيز، هڪ
ڪُهڻ جي پٺيان لڪي، هڪ ٻکو چاقو سوڍل ڏانهن اڇلايو.
ڇوڪري کان رڙ نڪري ويئي: "ڀائو، سنڀال!" سوڍو رڙ ٻڌي،
هيٺ جهڪي ويو، ۽ چاقو 'زون' ڪندي هڪڙي سڙهه ۾ وڃي
کُتو. سوڍل پنهنجي ڪٽاري سان ڇوڪري جا رسا ڪپيندي
چيو: "ادل، هي ڪٽارو پاڻ وٽ رک، ۽ ٻين جا بند آزاد ڪر
ته آءٌ اجهو آيس!"

ڇوڪرو سڀني جا رسا وڍڻ کي لڳي ويو، ۽ سوڍل
ٽپ ڏيندو، فرنگيءَ ٽائين وڃي پهتو، ۽ کيس ڳچيءَ کان جهلي،
ٻليءَ جي ٻلونگڙي وانگر مٿي کڻي، وٺي اُڇل ڏنائينس. فرنگيءَ
جو مٿو، هڪڙي سڙهه جي ڪام ۾ اهڙو زور سان لڳو، جو

ان جي آواز تي سڀني جو ڌيان اوڏانهن ڇڪجي ويو. فرنگيءَ ڏانهن ٻه ڪانءَ ڪڍي، ۽ وڏيل ٻنڌ جيان اتي ئي ٺڏو ٿي ويو. سوڏل سامان جي هڪڙي سٽيءَ ڪان ٻيءَ سٽيءَ تائين ڦرندو، فرنگين کي سنڪهر سان ڪُٽيندو رهيو. فرنگي هاڻ ڏيپ ڪان ٻتيلو ڇڏي درياهه ۾ ٽپندا ويا. سوڏل ٻتيلو خالي ڏسي، وري قيدين ڏانهن موٽي آيو. هن جوانڙيءَ تيسين سڀني جا ٻنڌ ڪٽي، آزاد ڪري ڇڏيو هو. هنن مان ٻـٽي زائفائون ڏڪيل به هيون. سوڏل ڇوڪري ڪان پڇيو: ”ادل، ڪير مڙس آهين؟“

”سڀون آهيان: ٻني جو ويٺل آهيان. ٺٽي نانانا گهڻي آيو هوس. اوچتو هي راڪاس شهر ۾ گهڙي پيا. شهر ۾ جيڪي ترخان سپاهي هئا، سي ٻا نه شهر ڇڏي ڀڄي ويا، ڪي وري اهڙن ٻاڙن کي لتي لڳي ويا، جتي اڃا فرنگي نه پهتا هئا. فرنگي اصل گهرن ۾ گهڙي پيا. ڪن منهن ڏنو، ڪن نه ڏنو. مدرسن جا جوان گهٽين ۾ فرنگين سان ڇوٽون ڪائڻ لڳا. پر هنن فرنگين وٽ الائي ڪهڙا هٿيار هئا، جن مان باهه جا اُلا ٿي نڪتا، ۽ پري ڪان ٿي مار ڪيائون. جڏهن مدرسن جا شاگرد ڪين سوڙها ٿيڻ لڳا ته وٺي گهرن کي باهيون ڏيڻ شروع ڪيائون. بس قيامت هئي، ادا! ڏيڻ لٽڻ ڪان پوءِ وري ٻانهون، ڪٽڻ شروع ڪيائون. منهنجي پيءُ کي- او، اڄها هوءَ ويٺي آهي- ڪنيائون ٿي ته هن وچاريءَ به ٻنڌي ڪٽي هڪ- ٻن جا هٿڪڙيون پيچي وڌا. مون کي به هڪڙو سونٽو هٿ اچي ويو. پر هنن راڪاسن سان ڪير پڄي. اديءَ سان گڏ مون کي به ڪٽي ٻڌائون ....“

هن جوانڙي اهو سڀڪجهه ائين بيان ڪيو ڄڻ اهو واقعو هٿي ڪنهن سان ٿي گذريو هو: ڏيپ ۽ ٻؤ جو هن ۾ نالو نشان به ڪونه ٿي ڏٺو. شايد هن سان هيتريون وارداتون ايتريون تڪڙيون تڪڙيون ٿي گذريون هيون، جو هن کي ڏيپ جو اڃا موقعو ئي نه مليو هو. سوڏل هن جي پيءُ ڏانهن نهاريو: ٻه منهانڊي جي ملوڪ، سترهن ارڙهن ورهين جي ڪنواري

نينگر کي ڳل تي هڪ وڏو چير هو، جنهن سندس منهن ۾ حيا
۽ ٻيوسيءَ جو عجيب گڏيل رنگ آڻي ڇڏيو هو. سوڍل کي
پنهنجي دل وڍجندي محسوس ٿي: الا، منهنجي سنڌ جون هي
نياڻيون! پنهنجي ڀاڻ کي ڪيترو ٻيوس ۽ ويچارو سمجهڻ لڳيون
آهن، جو لاچاري سندن حيا کي ڍڪڻ لڳي آهي! ان نينگر
سان گڏ ٻيون به زالون هيون، ڪي اڃا ننڍيون موڙهل هيون،
ته ڪن کي اهو آسرو جاڳيو هو ته سندن لڄ بچائڻ وارا واهرو
اچي پهتا هئا. سانجهيءَ جو سج به هن منظر کي ڏسڻ جو تاب
نه جهلي، درياءَ جي ٻرانهين پار هيٺ وارو هو. ٻيٽيلو ڍڪي کان
ڇڇي ڌار ٿيڻ ڪري به درياءَ جي لهرن سان هوري ٽڪڻ
لڳو هو؛ ۽ دريا جي دل ۾ به اَنڌ مانڌ مچي ويئي هئي.

سوڍل پٽ تي ڏاڍهن نهاريو. سندس همراهن ٻن ٽن فرنگين
کان آجو ڪري ڇڏيو هو، ۽ باقي ٽيئي ۾ ٻه هن جي همراهن
سندن سرن جا ڍير لڳائي ڇڏيا هئا. فرنگي ٻيٽيلا ڇڏي درياءَ ۾
ٽپندا ٿي ويا. پٽ وارن همراهن وري مٿان کين تيرن جو شڪار
بڻائڻ شروع ڪيو هو. سوڍل ڇوڪري کي ڪلهي تي هٿ
رکندي چيو: "ادل، هاڻ ڏئي کي ڀرتا آهيو. آءٌ ٻيٽيلو وري
تو ڍڪي سان لڳايان. تون ۽ هي ٻيا نينگر گڏجي، هنن زائفائن
کي هيٺ لاهي، سيني کي پنهنجي پنهنجي گهر پهچائجو...."

سيني جا منهن شڪرگذاري ۽ هڪ عجيب فخر جي
احساس کان ٻهڪڻ لڳا هئا. سوڍل وري ٻاٽيءَ ۾ لهي پيو، ۽
لنگر زنجير کي ڇڪي، آڻي ڍڪي تائين پهتو. قيدي تختي تان
هلي، هيٺ لهڻ لڳا. ٻين ٻيٽيلن مان به ڪيترين ئي زائفائون ۽
ڇوڪرڙا آزاد ٿيا هئا. پٽ تي هُل مچندو ٿي ويو. سوڍل ٻاٽي
کان ٻاهر نڪتو ته امير خان به پنهنجن همراهن سان اچي پٽ
تي نڪتو. هن جا ويهارو لشڪري ڪيري پيا هئا، پر هنن
ڪافي فرنگين کي جهنڙو جهلي ورتو هو، جن کي رسن ۾ ٻڌيو
گهليندا پئي آيا.

ترخانن ٻتيلن مان لٽيل زائفائن کي ڏٺو ته سندن اکين ۾ چمڪ اچي ويئي، ۽ پنهنجي پاڻ ۾ چرچا گهڻا ڪري ٽهڪ ڏيڻ لڳا هئا. سوڊل فارسي چڱي طرح ڄاڻندو هو. هو چُپ چاپ هنن جي بڪواس ٻڌندو رهيو؛ پر جڏهن هڪڙي ترخان گهوڙو وڌائي، هڪڙي زائفان اڳيان جهلي، سندس ٻانهن ۾ هٿ وجهڻ لاءِ نئڙيو، تڏهن سوڊل جي سنگهر سندس ڪلهن ۽ پٺن تي ڪنوڻ وانگر ڪري پيئي، ۽ هو ڍڳي جهڙو رنڀاٽ ڪري، انهي زائفان جي قدمن ۾ ڪري پيو. سوڊل چيڙ ۾ چيو: ”ڌاريان سي ني ڌاريان۔ فرنگي هجن يا قنڌاري!“ ۽ پوءِ ڏاڍيان رڙ ڪري چيائين: ”امير خان، پنهنجن ماڻهن کي لغام ڏي نه ته.... فرنگين جون ڪٺرون منجهانئن ڪڍندا سون!“

خود امير خان کي پنهنجي سپاهين جي ارڏائي بري لڳي هئي، سو پاڻ گهوڙي تان لهي سوڊل وٽ آيو، ۽ سندس ڪلهي تي هٿ رکندي چيائين: ”چڱو ڪيئي، هن حرامخور کي تون سزا نه ڏين ها ته آءٌ سندس سر قلم ڪرڻ وارو هوس!“

”هي اسان جون لڄون آهن: هنن کي هٿ لائڻ موت سان ڪيڏو آهي، امير خان!“

”بيشڪ بيشڪ!“

سوڊل کي ائين محسوس ٿيو ڄڻ ته امير خان جي انهيءَ ”بيشڪ“ ۾ وڏي ٽوڪ سمايل هئي، پر ان وقت هن کي ڪي ٻيا خيال ستائي رهيا هئا. ٻتيلن ۾ لڏيل سامان ۽ اسلح، سون، ڪپڙو، هٿيار ۽ سنج سڙا جيڪڏهن هنن ڇڏي ڏنا ته هي قنڌاري پاڻ ۾ ورهائي ورڇي کڻندا. هي سنڌين جو مال متاع هو، سندن هڏن جو پورهيو، ان تي هي پرمار ڳجهن وانگر لامارا ڏيڻ لڳندا. امير خان ڄڻ سندس خيال پروڙي ورتا، ۽ هن کي پاسيرو وٺي چيائين: ”سوڊا خان، هي ٻتيلا ۽ سامان اسين پنهنجي قبضي ۾ آڻيندا سون. جيسين اصلي مالڪن جي خبر پوي، تيسين هي سمورو مال سرڪاري توشي خاني ۾ رهندو!“

”هي سنڌين جي مِلڪ آهي، ۽ سنڌي ئي انهي جي سنڀال ڪندا!“ سوڍي مختصر جواب ڏنو.

”ائين وري ڪيئن ٿيندو؟ اسين سرڪاري ماڻهو آهيون: آءٌ ڄهرڪن جو نائب عامل آهيان. هي مال اسان جي حفاظت ۾ رهندو.“ امير خان جي آواز ۾ ترشي اچي ويئي.

سوڍي جي اها ڳالهه ٻڌڻ آڻ ٻڌي ڪري ڇڏي؛ ۽ هن پنهنجن همراهن کي هڪل ڪئي: ”سوڍا، ڦيوليا، شمرو.... سامان ٻڌيل سوڍو اوهين سوگهو ڪريو!“

سوڍي جا همراهه گهوڙن تان لهي ٻڌل ڏانهن وڌيا. امير خان به پنهنجن ماڻهن کي اشارو ڪيو، ۽ پاڻ گهوڙي ڏانهن وڌيو. سوڍي وک اڳيان وڌائي ڪئي پويان پاڪر وڌس. سندس ٻئي ٻانهون پويان موڙي ڪئي هڪڙي هٿ ۾ جهلائين ۽ سندس ئي خنجر ڪڍي، پٺ ۾ رکندي چيائين: ”اوهان مان ڪو اڳتي وڌيو آهي ته هي خنجر امير خان جي پٺ ۾ کوڙي ڏيندس....“

سوڍي جي اکرن ۾ ڪاوڙ بلڪل ڪانه هئي، پر ترخان سمجهي ويا ته هن جو هڪڙو هڪڙو اکر سچو هو. جن پنهنجي ترارين جي مُٺين تي هٿ رکيا هئا، تن پنهنجا هٿ ڪڍي ورتا؛ جن پنهنجا ڀالا ۽ نيزا سنڀاليا هئا، تن وري اهي هوريان لڙڪائي ڇڏيا. هنن ترخانن اچوڪي جيتري بي عزتي ڪڏهن به نه سٺي هئي. هنن مان ڪيترا اهڙا هئا، جن سنڌين جي ڪيترين ئي بغاوتن ۽ شورشن کي چيڀاٽي ڇڏيو هو، جن ڪيترن سنڌي سورمن کي پنهنجن گهوڙن جي ٽاپن ۾ ڪُهي ماريو هو، جن ڪيترن سنڌين سورمن جي اکين ۾ تتل سيخون سرمي-ڪاڻيءَ وانگر گهمايون هيون، جن ڪيترن سنڌي سوڍن جو سند سند ڪري ڪپيو هو؛ پر هي سوڍو ڄڻ ڪنهن مختلف مٽيءَ مان ٺهيل هو، جنهن جي رڳ رڳ ڄڻ رُڪَ جي ٺهيل هئي، جنهن جي دل ۾ ڪو رحم نه هو، جنهن ڏک ڀورڻ ئي هئو، سوچيو پوءِ ئي! اهي آزمودگار ترخان پاڻ کي بيوس لاچار ڏسي ڏند ڪرٽيندا رهيا.

سج به درياهه جي اورين ڪنڌي لهي، تنهن جي ماڙين ۽
منگهن مان ليٽا پائيندو لڪندو لهي ويو هو. قبوليو سڀني کان
اڳ ٻتيلو ٻڪڙهه مان ڇوڙي، هڪ ڏکهي لڙهي سان ٻتيلي کي
اڳيان ڏکي ويو. هن فقط هڪڙو سڙهه چاڙهائي ڇڏيو، ۽ ٻتيلو
آهستي آهستي لهواري ٿي، پاسيرو ٿي لڙهڻ لڳو. سندس پويان
ٻيا ٻتيلا به سڌي قطار ۾ رڙهڻ لڳا، ۽ امير خان جي ماڻهن جي
ڏسندي وڃي درياهه جو وچ ورتائون.

سوڍل پنهنجن ڪن همراهن کي اکيون ئي اکين ۾ ڪو
نياپو ڏنو، ۽ اهي همراهه گهوڙن کي اڙي هڻي، درياهه جي ڪنڌيءَ
ڪنڌي هليا ويا. سوڍل امير خان جي پٺ تان خنجر هٽائي،
سندس ٻانهون ڇڏي ڏنيون. امير خان پنهنجن ٻانهن کي مهٽيندو
سوڍي جي اکين ۾ نهاريندو رهيو. سندس اکين ۾ ڪاوڙ ۽
حيرت جا جذبا هڪ ٻئي تي ڪِرا ٿيڻ لڳا، ۽ پوءِ هن مرڪ
چپن تي آڻيندي چيو: "سوڍا خان، اڄوڪي رات ٺٽي ۾ اسان
جي مهماني قبول ڪر!"

"بلاشڪ....!" ائين چئي سوڍل پنهنجن باقي سائين سان
ڪڏجي امير خان جي ٺٽي واري حويلي تي پهتو. رستي تي، ٺٽي
جي گهٽين ۾ فرنگين جي مچايل تباهي ۽ بربادي کي ڏسي،
رت هن جي لوُن ۾ درياءَ وانگر اڇلون کائڻ لڳو هو. ڪو
ايڪڙ ٻيڪڙ گهر باهه کان بچيو هو. شهر جي گهٽين ۾ دونهون
ايترو هو، جو هو ڪنگهندا کنگهندا ترخاني محلي ۾ پهتا هئا.

ترخاني محلو شهر جي هڪ طرف جامع مسجد جي ويجهو
هو. فرنگي جامع مسجد جي سونين نيلن تان به نه ٽريا هئا. ان
رات امير خان ميزباني ۾ ڪا ڪسر نه ڇڏي. جڏهن سوڍل طول
تي ٽيڪ ڏيئي انگوري جا ڪجهه پيالا پي چڪو، تڏهن اميرخان
هن کي وري پڳ مٽائڻ جي دعوت ڏني. سوڍل ان وقت نشي
۾ هو، ۽ هن ڪيلندي پنهنجو پيڙل ٻٽڪو مٿي تي ٻڌي، لاهي
ڪلي امير خان جي مٿي تي رکيو، ۽ امير خان پنهنجي پڳ ڪلي

سوڍي ڪئي سوڍل جي مٿي تي رکي.

”سوڍل، مون کي قسم آهي هن پڳ جو ته سنڌي ۽ ترخان پاڻ ۾ کهڙي به ڏاڙهي پٽ ڪن، آءٌ تنهنجي سر کي هٿ نه لائيندس!“

سوڍل تي شايد انگوري ايتري چڙهي ويئي هئي، جو هن ڪوبه جواب نه ڏنو. ان ڪان پوءِ سوڍل جڏهن به نئي ايندو هو، تڏهن امير خان وٽ اچي مهمان ٿي رهندو هو. سندس سائين سنگتيز مان ڪيترن کي اها ڳالهه نئي وئي، پر سوڍل کي چوڻ جي مجال ڪنهن کي نه ٿي. ٩٦٨هه واري بغاوت پوري، جڏهن سوڍل ۽ سندس سائين مرزا عيسيٰ جي هڪ ارغون سردار امير تيمور جي لشڪر تي راتاهو ڏنو، تڏهن ته ڳالهه سڀني کي ڏکي لڳي. سوڍل ۽ شيرو امير تيمور جي تنبوءَ ۾ گهڙيا ته امير خان وٽس ويٺو هو. امير خان جي منٿ ڪرڻ تي سوڍل امير تيمور جي جان بخشي ڇڏي. شيروءَ جڏهن اها ڳالهه سنگت سان ڪئي، تڏهن باقاعدي پنچائت ويٺي ته سوڍل کي ائين ڪرڻ گهربو هو يا نه. چاچي وريام سڀني ياران ڳالهائيندي چيو هو: ”سوڍا، ابا انهيءَ امير تيمور نئي شهر جي گهٽين مان سنڌي زالائن جو لنگهڻ حرام ڪري ڇڏيو آهي. جڏهن دارون ٻي مست هاٿيءَ وانگر نئي جي بازارن ۾ ٿو اچي ته ڪنهن جي عزت سلامت نئي رهي سنڌين کي زن دختر گاريون ڏيندو وتي، ۽ تو ان ڪميني کي جيئدان ڏيئي ڇڏيو، سا ڳالهه اسان کي ڪانءِ ٿي آئڙي. ڪٿي تون، ڪٿي هڪ ترخان: اها ڀلاري ڪيئن ٿي لهي؟ تون ياريون پل رک، پر اسان جي ڪيئي تي پاڻي نه ڦير!“

سوڍل کي به ڪاوڙ اچي ويئي: ”منهنجي مرضي، جيئن وڻندم، تيئن ڪندس!“

پوڙهو وريام تڏهن به ماٺ نه ٿيو: ”تنهنجي مرضيءَ جي ڪاڻ ڪنهن کي ڪانهي، سوڍا! هي سنڌين جي دشمن جو سوال آهي،“ وريام جي لفظن ۾ سختي اچي ويئي. سوڍل کو جواب

نه ڏنو. هو پنهنجي ڪتاري سان ڪاٺ جي لڪر مان گهوڙي
جي شڪل گهڙيندو رهيو.

ڪراڙي ورپام وري چيو: ”مون کي ارغون ۽ ترخانن
سان وڙهندي چمارون گذري ويون آهن. آءٌ جڏهن تنهنجي چمار
سوس، تڏهن منهنجي بدن تي ترخانن جي ترارين ۽ ڀالن جا ايترا
ڦٽ هئا، جيترا تنهنجي مٿي تي وار آهن. مرزا شاهه حسن جهڙي
جمل سان مون ٽڪر کاڌا؛ مٿس راتاها ڏنم. مرزا عيسيٰ منهنجي
سسي جي قيمت هڪ لک اشرفيون رکي هئي. ٽٽي کان بکر
تائين مون ارغونن ۽ ترخانن سان چولئون کاڌيون آهن، پر مون
کي قسم آهي پروردگار جو، جيڪڏهن منهنجو پنهنجو پٽ
ڪنهن ترخان جي سسيءَ جو حشيدان گهري ها ته آءٌ پهرين
کيس دگ لائي ڇڏيان ها — ۽ تون امير تيمور جهڙي فرعون جي
جان بخشي آيو آهين! مون کي بخش ڪج پر مون کي ته تنهنجي
سنڌي هجڻ......“

”بس بس چاچا ورپام، بس.... حد نه اورانگهه....“ ائين
چئي سوڍل هٿنچات ڇڏي هليو ويو هو.

وري ٨٧٩هه واري اٿل وقت، جڏهن سنڌي هڪ پيرو
وري پنهنجي ڪڇيءَ مان ڦاهيءَ جو ڦندو لاهي لاهه سنبريا هئا،
۽ پنهنجو جند ڇڏو ڪهائي ويهي رهيا، تڏهن وري سوڍل ۽
امير خان جي ياريءَ جو امتحان آيو هو. چاچو ورپام جهلجي پيو
هو، ۽ کيس ٽٽي جي سهڻ واري چونڪ ۾ ڦاهيءَ تي ٽي
لٽڪايائون، سوڍل ويس بدلائي امير خان وٽ آيو هو، ۽ اچي
چاچي ورپام جي سر جي گهُر ڪئي هئائين. امير خان سندس
ڳالهه ٻڌي، وڏا ٽهڪ ڏيئي چيو هو: ”اول ته اها ڳالهه
منهنجي وس کان ٻاهر آهي. حضور مرزا صاحب وٽ هڪ سنڌيءَ
جي سر لاهه وڃڻ مون کان ڪونه پڇندو. تنهن کان سواءِ سوڍل
مون تنهنجي جان بخشيءَ جو قسم کنيو آهي، نه سنڌي باغين
جي جان بخشيءَ جو. هينئر به وقت اهڙو آهي، جو جيڪڏهن

منهنجو سنهن ڪيل نه مڃي ها ته توکي هتان جيئرو وڃڻ ڪين ڏيان ها.....!"

سوڍل کي ان جواب تان ايتري ڪاوڙ آئي هئي، جو ڪٽار جو منيو سندس هٿ جي نسن ۾ گهوڙي ويو هو. هو اتان ٿي، ڪمت تي چڙهي سڌو آيو سهڻن واري چونڪ تي. ڪيس ترخانن وارو چوغو پيل هو، ۽ ڪلهي تي پٽڪو. پنهنجي منهن ۽ شهپرن کي لڪائڻ لاءِ هن هڪ ترخاني رومال منهن آڏو ڏنئي ڇڏيو هو. چونڪ ۾ هزارين ماڻهو وريام جي ڦاهيءَ چڙهڻ جو ٻڌي اچي ڪٺا ٿيا هئا. سنڌين جا ڪنڌ هيٺ هئا. ڪيترا اهڙا سنڌي هئا، جيڪي ترخانن جا نوڪر چاڪر هئا، يا ترخانن جا هٿ ٺوڪيا ماڻهو هئا. گهڻو تڻو رڳو تيموري ۽ چنگيزي ارغونن ۽ ترخانن جو هجوم هو. سوڍل ترخانن جي وچ ۾ ترخان ٿي لڳو. اوچتو هاهوڪار ٿي ويئي: ڏاڪوڪن سپاهي اگهاڙين ترارين سان ڪراڙي وريام کي وچ ۾ ڪري وٺي آيا. چونڪ جي پوري وچ تي ڦاهيءَ جو تياس کوڙيو هئائون. چاچو وريام سڄو رت ۾ رڱيل هو: سندس ڏاڙهيءَ جا وار ڇهڇ ڳاڙهي رت ۾ رڱجي ڇڳون ڇڳون ٿي چڙجي ويا هئا. جڏهن کيس تياس جي ويجهو آندائون، تڏهن امير تيمور مڇن کي تاءُ ڏيندو، تياس تائين آيو، ۽ وڏي واڪي چيائين: "سنڌيو، اوهان کي معلوم هئڻ گهرجي ته ظل الاهيءَ سان بغاوت ڪرڻ وارن ڪتن جي سزا هيءَ آهي!" ائين چئي هن جلاد کي اشارو ڏنو. جلاد تياس جي پرسان پيل تختي تان ڪاري پٽي کڻي، وريام جي اکين ٻڌڻ لاءِ اڳتي وڌيو. وريام هٿ سان کيس منع ڪندي، تياس ڏانهن ڏنو.

اوچتو سوڍل جي ڪمت هنڪار ڪئي، ماڻهن رڳو گهوڙي جي ٽاپ ٽاپ ٻڌي. سوڍو ڪنوڻ وانگر تياس تائين پهچي ويو. سندس ڀالو امير تيمور جي ڇاتيءَ سان پار هليو ويو. هن باز وانگر جهپ هڻي، وريام جي چيلهه ۾ ٻانهن ڦيرائيندي، کيس ڪڍي پنهنجي هني تي رکيو. جيسين ترخان سجاڳ ٿين، تيسين

ڪميت ماڻهن جي ميڙ کي چيڀاٽيندي، چيريندي ٻاهر نڪري ويئي.
خانن جا ڪيترا سوار هن کي لڳا، پر سوڍي جي ڪميت
کي ڇڄ پڇ ۾ ٻاهر وڇڙيل هئي، ۽ هوءَ ڪنهن جهان ڪوندر
لائي ڪٿان وڃي نڪتي.

اهو ڏينهن اڄوڪو ڏينهن، سوڍل وري امير خان جي در
تي نه ويو هو. امير خان جو ڪيس سڏائڻ ضرور ڪنهن مقصد سان
هوندو. پاڻنجي ٽو نه سنڌين جي اندر جو ڪورو وري نهي نهي
جهيون ڪيڻ لڳو هو، ۽ اهي جهيون وري ڦنڌارين کي ساڙڻ
لڳيون هيون. اهو ڇڻ نه هڪ اهڃاڻ هو، هڪ چتاءُ هو- نئين
طوفان، نئين ڇوهي جو! پر هن نئون ڇوهي جو نتيجو ڇا نڪرندو؟
وري سنڌي ڪک پن وانگر لڙهي ويندا، وري ڳيچ ڳرندا، ڪنڌ
ڪرندا، سسين جا لابارا پوندا، سرن جا لابارا لهندا، ڪنڌن جو
فصل ڪاهبو، ۽ سنڌ غلام رهندي! هن شڪايتي انداز سان مٿي
نهاريو، ڄڻ آسمان جي هن پار رهڻ وارن تي به هن کي چڙ
اچي لڳي هئي. سنڌ جي سهاڄهي سهاڄهي صورت هن جي اکين
اڳيان اچي ويئي، ۽ هو نهايت پيار سان پنهنجي ڪميت جي
ڳچيءَ تي هٿ ڦيرڻ لڳو. هن کي ائين محسوس ٿيڻ لڳو ڄڻ
ان ڪميت گهوڙيءَ ۾ سنڌ جي روح جو ڪو ذرو سمايل هو—
وفادار ۽ هميشه قربان ٿيندڙ! سنڌ، هن جي جيجل ماءُ، هن جي
پروردگار، جنهن اهڙن ڪان ظلم سٺا هئا: يونانين جا، ايرانين
جا، ساسانين جا، عربن جا— ۽ هر پيري جڏهن سنڌين جي غيرت
کي ڏنڪو ٿي آيو ته هزارين سنڌين، پنهنجا ڪنڌ ڪپائي، وري
پنهنجي جيجل ماءُ کي عزت سان رهڻ جو سنيهو ٿي ڏنو. انهن
ڪنڌن ۾ هن جي ابن ڏاڏن جون سسيون به شامل هيون. هن
زمين، هن ڌرتيءَ ۾ هن جي ابن ڏاڏن جو رت ڇم ماس ۽ هڏا
پاڻي وانگر وريا، وري ڦٽندا، وري لڄندا رهيا. هر بار هن جي
جيجل سنڌ گهڙيءَ لاءِ ڳاٽ اوچو ٿي ڪيو ته آسمان جي هن
پار وسندڙن ڪيس غيرن جي غلاميءَ ۾ ڏيئي ٿي ڇڏيو. ائين ڇو

ٿي ٿيو؟ سنڌ ڪهڙو ڏوهه ڪيو هو؟ ڇا انهيءَ ڪري جو منجهس
هر انسان کي پيار ۽ پاٻوهه ڏيڻ جي عجيب عادت هئي.... اي
خدا ڇو؟ هتي جا پيارا پيارا سڀاجهڙا ماڻهو، پيارا پيارا کيت،
مٺڙا مٺڙا گيت، مٺا مٺا ناچ، سهج - سنوان ڳوٺ، وهيون،
واهڻ — هي ٺٽو، هي ٻکر، هي اروڙ، هي مومن ڪوٽ، هي برهمڻ آباد،
هي لڪيءَ جا جبل، ڀٽ، هالار، اڇا ڪارا جبل، هي ساگر،
هي سمنڊ، هي درياهه، هي ٻيلا — هي ڪائنات جا بي مثال تحفا،
۽ هي مٺڙي سهنجي سولي آسماني سنڌي ٻولي، هي مسجدون،
هي مندر، هي مٺ، هي راڳ، هي ويراڳ، هي سماع، هي صوفي،
هي ويڄ، هي ٻوهيت، هي ڪمي ڪاسبي، هي هاري ناري،
هي لوهار، هي واڍا، هي اوڏ، هي آستانا — هيءَ منهنجي ملوڪ
سنڌ ڇا ڪڏهن به ڌارين کان آزاد ڪانه ٿيندي؟

سوڍل کي پنهنجي دل ڏانواڏول ٿيندي محسوس ٿي، ۽
آن گهڙيءَ جي ان ڪمزوريءَ کان هن پنهنجو منهن ڪميت
جي ڪهرين ٻشڪن ۾ لڪائي ڇڏيو. هن کي انهن ٻشڪن
جي ڪوسي ڪوسي ٻُهس ۾ ڄڻ آرام ملي ويو. ان پيار ڀريءَ
ڳرانيءَ ڪميت کي به ڪونئرو ڪري وڌو، ۽ هو ڪنڌ جهوڪي
لڳي، ۽ اکڙين سنب سان سنڌ جي مٽيءَ سان پيار ونڊڻ لڳي،
ڄڻ هن کي چئي رهي هئي ته 'آءٌ سمجهان، ته آءٌ توکي سنڌ جي
آزاديءَ جي راهه تي وٺي هلان!' سوڍل ڄڻ سندس سنيهو سڻي
ورتو، ۽ هوريان چيائين ”هل مٺي ته هلون!“

○

# ٢

سوڍي لانگ ورائي ته ڪميت هوا سان ڳالهيون ڪرڻ
لڳي. سندس من ڳرو ڳرو ٿي ويو هو، ۽ من کي پنهنجا احساس
۽ آدما سمجهه ۾ نٿي آيا: انهن ۾ بغاوت ۽ نفرت سان گڏ
ڄڻ ته اڪيلائيءَ جو احساس به هو — سنڌ جي اڪيلائيءَ جو
احساس! گهوڙي کي شهر جي وچ مان وٺي وڃڻ بدران، هن گهوڙي
کي ڪوٽ ڏانهن موڙيو. ڪوٽ جي ٻاهران مينگهواڙن جي
چونئرن ولان لنگهيو تڏهن ڪاريءَ مينگهواڙ پنهنجي زال کي
ٻونٽ هڻندي چيو: "اڄ وري ڪو پنيٽ پڙڪڻ وارو آهي: هي
واڇوڙو سيني کي ڪک پن وانگي لوڙهي ويندو. ٻاڻ کي وري
لڏڻو پوندو!"

جڏهن به ڪو خلم ٿيندو هو، تڏهن غريب سنڌين جا
چونئرا ۽ لوڙها سڙندا هئا، سندن ڪلن ۾ ٻيهه پريو ويندو هو.
هنن سان اهي وارداتون ايتريون ته گهڻيون ٿي گذريون هيون،
جو هر پيڙهيءَ جا ماڻهو ڪن خاص اهڃاڻن مان ايندڙ آفت کي
سهي ڪري ويندا هئا.

سوڍل امير خان جي ڏيڏيءَ تي پهتو ته پر ۾ مغلن واري
مسجد مان ٻانگي جو پُرسوز آواز فضا ۾ گونجڻ لڳو. سوڍل،
کي ائين محسوس ٿيو ڄڻ اڄ ٻانگي جي آواز ۾ ڪو اهڃاڻ
هو، ڪو چتاءُ هو، ڪنهن نئيءَ جو، ڪنهن ٿئينءَ واردات جو.
پهريدارن ڪنهن سوار کي ڇوهه مان ايندو ڏٺو ته پنهنجا ڀالا
سنڌيڙي وانگر آڏا ڏيئي بيهي رهيا. پر سوڍل ڪميت جي رفتار
نه گهٽائي، ۽ جيڪڏهن پهريدار هٽي نه وڃن ها ته سنبن ۾ چيڀرجي
وڃن ها. سوڍل هن ڪان گهڻو اڳتي عين ڏيڏيءَ جي صدر دروازي
اڳيان وڃي گهوڙي جهلي. گهوڙيءَ جي سنبن جي آواز تي

هڪ مغليہ نمونہ ٺورو در ڪولي جهاتي ٻاتي، پر ڪنهن سنڌيء ڪي ڏسي وري جهٽ تاڙي چاڙهي ڇڏيائون. سوڍل گهوڙيء تان لٿو ته پهريدار به ڀالا تائيندا اچي پهتا.

”تون ڪير؟“ هڪڙي پهريدار ڪڙڪي سان چيو.

”سوڍل!“ هن مختصر جواب ڏنو.

پهريدار خاموش ٿي ويو. هن کي شايد سوڍل جي اچڻ جو اڳ ئي ڄاڻ ٿيل هو؛ ڪين هن جي اچڻ جي ڍنگ تي جا ڪاوڙ هئي، سا هاڻ حيرت ۾ بدلجي ويئي. هن سان هڪڙي وڏي مرداني اوطاق جي در جو تنگيل ڇڙو وڃايو. گهڙيء ڪان پوء هڪ خواجہ سرا (ڪدڙو) سوڍل جي آجيان لاء ٻاهر نڪري آيو، ۽ پيئي هٿ منڊيڙي وانگر پنهنجي ڇاتيء اڳيان ٻڌندي چيائين: ”حضور اوهان جي انتظار ۾ آهن.“

سوڍل هن سان گڏجي اندر داخل ٿيو. اڱڻ جي اڳيان هڪ نهايت خوبصورت چمن هو، جنهن جي عين وچ تي هڪ ڦوهارو رنگين پاڻي جون پچڪاريون گلن تي اڇلائي رهيو هو. هر طرف سنگمرمر جي مرتبانن ۾ مشغلون ٻري رهيون هيون. ڦوهاري جي چوڌاري ڇهن ستونن سان هڪ گول چبوترو ٺهيل هو. هرهڪ ستون جي مٿان هڪ نهايت حسين اگهاڙي عورت جو بت ٺهيل هو. هر مجسمو ڄڻ ڏسندڙ کي پنهنجي خوبصورت هڪ ڇهي ڏس جي آڇ ڪري رهيو هو. سوڍل انهن مجسمن کي دل ئي دل ۾ ساراهيندي رهجي ويو. فن ۽ هنر جو ڪمال هو، جو سوانهن سندرتا جي صورت وٺي بيٺو هو. هن کي پنهنجو سنگتي رتن ياد اچي ويو، جيڪو سنگمرمر ۽ آبنوس مان اهڙا پيارا پيارا بت ۽ مجسما گهڙيندو هو، جو ڏسندڙ دنگ رهجي ويندا هئا. مرزا عيسيٰ هڪ ڀيري جي چوڻ تي کيس سنگسار ڪرائي مارائي ڇڏيو هو. هي مجسما به رتن جا ٺاهيل هئا، ۽ سوڍل کي ائين محسوس ٿيو، ڄڻ انهن مجسمن ۾ رتن جو روح کيس بدلي وٺڻ لاء پاڏائي رهيو هو.

خواجه سرا هن کي ٻتن ڏسڻ ۾ محو ڏسي، هلڪي کنگهڪار
ڪندي چيو: ”حضور جن اوهان جا منتظر آهن!“ ائين چئي
وري ادب سان پاڻهون هٽي بيهي رهيو. سوڍل چمن مان، لنگهي
ديوانخاني ۾ قدم رکيو. هن جي بلڪل سامهون هڪ وڏي تخت
تي، امير خان طول تي ٽيڪ ڏيو ويٺو هو. سندس سامهون، هڪ
وڙيءَ تي هڪ حسين ترڪ ڇوڪرو رباب تي ڪا ايراني ڌُن
وڄائي رهيو هو. امير خان اکيون بند ڪري ان ڌُن ٻڌڻ ۾
مگن هو. سوڍل جي اچڻ تي جڏهن هو چرڪ ڀري اٿي ويهي رهيو.
”اچ سوڍل اچ؛ اچي هت منهنجي ڀر ۾ ويهه،“ اميرخان
جي منهن تي مرڪ ڦهلجي وئي.

سوڍل گهڙيءَ لاءِ پنهنجي چوڌاري ڏسندو رهيو: هر طرف
ريشم ئي ريشم هو — پردا ريشم جا، قالين ريشم جا، طول وهاڻا
ريشم جا، چادرون ريشم جون. تخت جي ڀر ۾ آبنوسي ميز تي
بلوري صراحين ۾ انگورين جو عرق سجايل هئا، ۽ انهن جي ڀر
۾ دل جي شڪل جا بلوري جام چمڪي رهيا هئا.

”آءٌ ويهڻ ڪونه آيو آهيان. تو مون کي ڇو سڏايو آهي،
امير خان؟“ سوڍل جي آواز ۾، نه چاهيندي به سختي اچي وئي.

”ڏاڍي ڪا ڪاوڙ اٿئي مون تي! ياد نه اٿئي ته پاڻ
ٻئي مٽ يار آهيون.“ امير خان صلح جي انداز ۾ چيو.

”آءٌ ياري نڀائڻ نه، پر تنهنجو نياپو ٻڌڻ آيو آهيان،“
سوڍل پنهنجي آواز کي جهٽو ڪندي چيو.

”نياپا پيا ڏبا وٺبا؛ پهرين اچ ته انگوريءَ سان ياريءَ
جي تازو ڪريون. ادراڪي، منهنجي ... ن، اسان کي پنهنجن
انهن خوبصورت هٿن سان جام ڀري ڏي!“ امير خان پيار سان
ترڪ ڇوڪري کي چيو. هن جون اکيون هن نينگر جي سراپا
کي ڏسي وڏيڪ چمڪڻ تي لڳيون. ترڪ ساقي ڏاڍي ناز سان
اٿيو؛ رباب هڪ پاسي تي رکي، هن هڪ خاص ادا سان ٻه جام
ڀريا، ۽ هڪ سوني طشت ۾ رکي اڳتي وڌيو. امير خان کي

جام ڏيڻ کان اڳ هن جام پنهنجن چپن تائين آندو، ۽ سرڪي وري ڪيس پيش ڪيائين. امير خان مرڪندي، جام ورتو. ترڪ ڇوڪري وري سوڍل جو جام پنهنجن چپن تائين آندو، پر هن جي سرڪ پرڻ کان اڳ، سوڍل جام سندس هٿن سان کسي ورتو. هن کي ان منظر کان ٿي ڇڏان اچي وئي هئي. ترڪ ڇوڪرو ڪاوڙجي بدران دل تي هٿ رکي هڪ نئين ۽ ادا سان ڪنڌ نمائي بيهي رهيو.

امير خان ٽهڪ ڏيئي چيو: "اوهين سنڌي اڃا هن ايراني ميوي تي ڪونه هريا آهيو. پر هن ميوي ۾ جو مزو آهي سو اسان کان پڇ."

"اهو ميوو اوهان کي نيهه، هجي: اسان سنڌين کي پنهنجي حال تي ڇڏي ڏيو!" سوڍل پنهنجي آواز ۾ ٽوڪ کي اڪائيندي چيو، ۽ جام پنهنجن چپن سان لڳائي ڇڏيائين.

هو چپ چاپ پيئندا رهيا. سوڍل جي اندر جي اڳ انگوريءَ وڌيڪ ڀڙڪائي ڇڏي. اڄ انگوري هن جي اندر جي ڪوري تي چنڊ ڀو نه وجهي سگهي. هو جيئن جيئن پيئندو ويو، تيئن تيئن هو وڌيڪ سجاڳ ٿيندو ويو. هن کي رتن جو روح سڄي ديوانخاني ۾ ڀٽڪندو، هن جي ڪنن ۾ پڻ پڻ ڪندو محسوس ٿيو: 'سوڍل، تون ته داري نياڻي وارو آهين. منهنجي خون جو بدلو ڪڏهن وٺندين؟' اها پڻ پڻ هن جي لوڻن ۾ ٻرڻ لڳي، ۽ ان سان گڏ هن کي سنڌ جا اهي سمورا ڪونڌر ياد اچي ويا، جيڪي ترخانن ۽ ايين ڌارين سان وڙهندي ڪُسي ويا هئا. سڀ هڪ آواز ٿي هن جي ڪنن ۾ سرگوشيون ڪرڻ لڳا هئا: 'سوڍل، اسان جي رت جو سڏ ڪڏهن ڏيندين؟' اهي سرگوشيون ڀڙاڏا بنجي هن جي ڪنن، هن جي دل، ۽ ٻوءِ هن جي رت ۾ هُرڻ ٻُرڻ لڳيون. رت جي انهيءَ هوراڪورا هن کي ويهڻ نه ڏنو، ۽ هو اٿي بيٺو. گهڙيءَ لاءِ امير خان کي گهوريندي، هن چيو: "امير خان، تو مون کي ڇا لاءِ سڏايو آهي؟ ادي بابت ڇا چوڻو اٿئي؟"

امير خان ٻہ ڇرڪ نند مان جاڳي پيو. انگوري ھن جي ٻانھن ۾ پوسرڻ لڳي ھئي، ۽ ھن سُرور مان چيو: ”سوڍل، ڇڏ انھن ڳالھين کي. تون تہ منھنجو پيار آھين. ويھہ تہ اڄ توکي دنيا جي ھڪ نرالي شيءِ ڏيکاريان....“ ۽ پوءِ ترڪ ڪپڙوءَ ڏانھن منھن ڪري چيائين: ”جان، اسين اڪيلا ٿيڻ چاھيون ٿا.“

ترڪ ڪپڙو ڪورنش ڪري، پوئتي ھٽندو، ديوانخاني مان نڪري ويو. امير خان سوڍل کي ويھڻ جو اشارو ڪري، زور سان تاڙي وڄائي. خواجہ سرا ٻنان ڪنھن آھٽ جي اندر داخل ٿي، ڪنڌ نمائي بيھي رھيو.

”پنھنجي مالڪڻ کي چئو تہ اسين سندس منتظر آھيون.“

خواجہ سرا ڪان ڇڻ ڇرڪ نڪري ويو. ھن کي ڇڻ آن ڳالھہ تي اعتبار ئي نہ ٿي آيو، ۽ ھو منجھي بيٺو رھيو.

”سليمان، اسين ڳالھہ ورجائڻ جا عادي نہ آھيون!“ اميرخان کي اوچتو ڪاوڙ اچي ويئي.

”جي.... جي آقاي من!“ سليمان حو ڪنڌ اچا ئي وڌيڪ جھڪي ويو، ۽ ھو تخت جي پٺيان واري دروازي ڪان زنانخاني ۾ ھليو ويو. سوڍل کي بہ ڪجھہ سمجھہ ۾ نہ آيو تہ اميرخان جو مقصد ڇا ھو. ڇا ھيءَ ڪو نئون داءُ ھو سياست جو؟ ھي ڪو نئون ڪوڙڪو ھو ھن کي ڦاسائڻ لاءِ؟ ھو اچا انھن خيالن ۾ ھو تہ ٻانھن جي ھلڪي ڇڻ ڇڻ ھن جي ڪن تي پئي، ۽ پوءِ ھلڪي پيازي، شفاف ململ جي چولي ۾ ملبوس پرين جي ھڪ شھزادي اندر داخل ٿي. سوڍل کي ائين محسوس ٿيو ڇڻ مٿس ڪنول ڪڙي ويئي، ۽ ھن جون اکيون ڪيرٻون ڪيرٻون ٿي ويون. پيازي ململ مان جھلڪندڙ ھن جا ڪلھا، ھن جي ڇاتيءَ جي محراب جي ٻنھي پاسي ڇڻ تہ سجدو ڪرڻ جي دعوت ڏيئي رھيا ھئا. سندس سنھڙا گلابي چپ بہ محرابي شڪل ۾، ڏڪي سنھي نڪ ھيٺان ائين ٿي لڳا ڇڻ تہ ڪو گلابي ڪنول ڏانڊيءَ سوڌو ڪڙي پيو ھو. سندس اکين جا پنبڻ ھوش حواس ٻُھاري

وڃڻ لاءِ آتا هئا، ۽ ريشم کان به نرم ڪليل وارن سندس سراپا
کي عجيب پس منظر ڏيئي ڇڏيو هو؛ ۽ سڀ کان وڌيڪ هن
جي اکين سان ڪمري ۾ هڪ عجيب هيڪار پکڙجي ويئي ۽
فضا واسجي ويئي. سوڊل کي اها خوشبو ڪائڻ لڳي. هن جي جسم
جي اها آب هن جي ناسن کان ٿيندي، هن جي هيٺين ڏڙ ۾
پيڙون ڏيڻ لڳي، ۽ سوڊل کي اهو احساس ٿيندي ٿي پنهنجي
پاڻ تي ڪاوڙ اچڻ لڳي.

”محبوبي، هي منهنجو پڳ مٽ يار، سوڊل آهي، هن کان
مون کي ڪوبه پردو نه آهي. اچ، اڄ اسان جي قتيل دلين تي
پنهنجي مٺي آواز جي جادوءَ سان ڪو مرهم رکُ!“ امير خان
تخت تي هن جي ويهڻ لاءِ طول سڌو رکندي چيو.

هن سوڊل ڏانهن هڪ سرسري نظر وڌي، پر ان سرسري
نظر ٿي هن جي سنڌ سنڌ ۾ هڪ عجيب ڇڪ پيدا ڪري
وڌي. نه چاهيندي به هن جي نگاهه، سوڊل جي پورين نيرين
اکين کان ٿيندي، سندس موڪري ويڪري ڇاتيءَ تي ڄمي ويئي،
ڄڻ هوءَ ان ڇاتيءَ ۾ پنهنجي لاءِ ڪا جڳهه ڳولڻ لڳي هئي.
ان موڪري ڇاتيءَ کي ڏسي هن کي پنهنجي وطن ترڪستان جا
وسيع ميدان ياد اچي ويا. هن کي انهن ميدانن کي ڪن ۾ طي
ڪندڙ سرڪش گهوڙا ياد اچي ويا، جن جي انگ انگ ۾ آچاتي
آچل هئي، جن جون مشڪون انسان کي ڏسي سيتجي وڌيڪ
اڀري بيهنديون هيون. انهي ويڪري ڇاتيءَ کي ڏسندي ڏسندي
هو رباب کڻڻ لاءِ هيٺ جهڪي ته سوڊل کي پنهنجي ڪميت
گهوڙي مومل ياد اچي ويئي. رباب کڻي، موٽڻ وقت هن جو
هٿ اڻ لکو، هن جي ٻانهن کي ڇهي ويو؛ سوڊل کي ائين
محسوس ٿيو ڄڻ ڪنهن باهه جو آلو سندس ٻانهن تي رکي
ڇڏيو هو، ۽ هو پٺي هٿ سان انهي هنڌ کي مهٽڻ ۽ آروس
ڪرڻ لڳو.

هن رباب تي آڱريون ڦيرهنديءَ، هڪ ڪهني ڏن ڇيڙي،

۽ ان ڪُنهن ڏُن جي لئي ۾ هن جو سريلو آواز انگوري شراب
ٻنجي ويو. هوءَ ڳائڻ لڳي —— پنهنجي ئي وطن جو هڪ نغمو،
جنهن جا سمورا لفظ نه سمجهندي به سوڍل ڄڻ ان جي پيغام
کي پروڙي ويو.

"منهنجي وطن جا جوان، غلام وطن جي ڪنوارين کي
ويجهو نٿا وڃن؛ منهنجي وطن جون ڪنواريون هٿ ڪڍي هنن
کي ڳراٽي پائڻ لاءِ وڌن ٿيون، پر هو ڪين ڀاڪر ۾ نٿا آئين،
ڇاڪاڻ ته هنن جو وطن غلام آهي. منهنجي وطن جون ڪنواريون
ڳاڙها پيازي گل پنهنجي سينڌ ۾ سجائي، هنن جي آجيان لاءِ
پڻن تي بيهي انتظار پيون ڪن، پر هو اچڻ لاءِ آتا نه آهن،
ڇاڪاڻ ته هنن جو وطن غلام آهي. منهنجي وطن جون ڪنواريون
پنهنجن دروازن اڳيان پنبڻن جي سيج وڇائي، اوسيئڙي جا ڳوڙها
پيون ڳاڙين. پر هو اچڻ لاءِ آتا نه آهن، ڇاڪاڻ ته هنن جو
وطن غلام آهي... ڇاڪاڻ ته هنن جو وطن غلام آهي....!"

گيت الائي ڪيڏي مهل پورو ٿيو، پر جڏهن سوڍل هن
ڏانهن نهاريو تڏهن هن سوڍل جي اکين ۾ هڪ انوکو مچ مچندو
ڏٺو: اهو مچ ان مچ کان مختلف هو، جو هن جي اکين ۾ ڪيس
ڏسڻ سان پيدا ٿيو هو. هوءَ به هڪ غم ڳاڏڙ خوشي محسوس
ڪرڻ لڳي: ڪيترو نه ڏکي هو هي غلام ديس جو شهزور انسان!

"اها اٿئي اسان جي لولي، سوڍل! اسان جي دين ايمان
جي مالڪ! ليلي، جان.... اڄ تو اسان کي اهو گيت ٻڌائي نئين
حياتي بخشي ڇڏي آهي. اسين تنهنجا احسان ڪيئن لاهي
سگهنداسون....!" امير خان جام ختم ڪندي چيو. هن جي اکين
۾ انگوريءَ بدران ليلي، جهلڪي رهي هئي، ۽ هن اکيون اڌ
بند ڪندي چيو: "ليلي، اسان جو جام خالي آهي!"

ليلي آئي، ميز تان هڪ وڏي صراحي کڻي هن ڏانهن موٽي
آئي. جام امير خان جي هٿ مان وٺي، کڻي فرش تي اڇلايائين.
ٻلوري جام آتا آتا ٿي ويو. امير خان حيرت مان ليليءَ جي منهن

۾ نهارڻ لڳو. ليليءَ جي اکين ۾ شرارت هئي، ۽ چپن تي هڪ دلنواز مرڪ. هن صراحي کڻي امير خان جي هٿ ۾ ڏني، ڪيس بي وچڻ جو اشارو ڪيائين. امير خان جي چپن تي به مرڪ اچي ويئي. هن صراحي چپن سان لڳائي ڇڏي، پر اڃا صراحي پوري ٿي نه انگوري هن جي واڇن کان وهڻ لڳي. هن ڪي هڏڪيءَ اچي ورتو، سندس منهن ڳاڙهو ٿي ويو، ۽ اکيون ٻاهر نڪري آيس. هن ڪان وڌيڪ پيتو نه ٿيو، ۽ هن لڏندي، ٿاٻڙجندي صراحي تخت تي رکي، اکيون بند ڪري ڇڏيون.

ليلي وري اٿي، ميز تان اهڙي ساڳي صراحي کڻي، سوڍل اڳيان آندي، ۽ ڪيس اهڙين نظرن سان ڏٺو. جن ۾ شوخي ۽ شرارت کان سواءِ هڪ التجا به هئي. هن صراحي سوڍل ڏانهن وڌائي. سوڍل صراحي هن جي هٿ مان ورتي، چپن سان لڳائي ڇڏي. هوءَ عجب ۽ ڊپ مان هن وحشي گهوڙي کي ڏسندي رهي. جڏهن صراحي خالي ٿي ويئي، تڏهن سوڍل صراحيءَ کي زور سان آتشدان ۾ اڇلائي ڇڏيو. بلوري صراحي به جام وانگر آٽا آٽا ٿي ويئي. امير خان ڪڏهن سوڍل کي، ڪڏهن ليليءَ کي عجب نظرن سان گهوريندو رهيو. سوڍل جي اکين جي وچ هيڪاري وڌيڪ مچڻ لڳو هو. ليليءَ هڪ هاڪو ٺهڪ ڏيئي، امير خان جي ڇاتيءَ تي پنهنجي آگر رکندي چيو: ”ڪانئر... !“ ائين چئي، هڪ خاص ادا سان موڙو ڏيئي، رباب امير خان جي هنج ۾ اڇلائيندي، زنانخاني ڏانهن هلي ويئي. سوڍل هن طوفان کي ويندي ڏسي، ڪجھ وقت زنانخاني جي دروازي ڏانهن نهاريندو رهيو.

امير خان جي اتا به صراحي واسر آٽا آٽا ٿي ويئي هئي. هن کي ليلي ۽ سوڍل سان ڪڏ پنهنجي پاڻ تي به ڪاوڙ اچي ويئي، ۽ هو اٿي بيهي رهيو. ڪمري ۾ اچ وڃ ڪندي، هو پنهنجي ڪاوڙ کي ڍري ڪرڻ جي ڪوشش ڪندي چوڻ لڳو: ”سوڍا خان، پاڻهين کي سمجهائي ڇڏ. هن ٺٽي جي ڀري بازار ۾ ترخانن کي گاريون ڏنيون آهن، ۽ امير ڪوڪتاش کي سندس

اوطاق تي وڃي مارڪيٽ ڪئي آهي. ترخانن ۾ ڏاڍو ناءُ آهي.
امير ڪوڪلتاش مون کي چوائي موڪليو آهي ته اِهو اهو تماشو
تو تائين پهچايان.... هاڻي تون وڃي سگهين ٿو. مون کي تنهنجي
ياريءَ جي ضرورت نه آهي؛ سليمان ... سليمان....! ... سوڍل هاڻ
وڃڻ لاءِ تيار آهي...."

سليمان زنانخاني جو دروازو کولي اندر آيو، ۽ اميرخان
جي اکين کي ڏسي، سوڍي جي اکيان سڌو ٿي بيهي رهيو. سوڍو
پنهنجي موڙهي تي ويٺو رهيو ۽ چوائين: "اِهو پنهنجي مرضيءَ سان
آيو هوس، ۽ هاڻ وينديس به پنهنجي مرضيءَ سان....!"

"سوڍا، تو کي پنهنجي هٿ سان نه مارڻ جو قسم مون
کنيو آهي، نه سليمان... ۽ سليمان جي خنجر جو وار ڪڏهن
به [illegible]" نه ويو آهي...." امير خان تي هاڻ انگوري پنهنجو پورو
اثر ڪندي ٿي ويئي. سوڍل چپ چاپ زنانخاني جي دروازي
ڏانهن نهاريندو رهيو: هن جي ڪنن ۾ اڃا تائين پازيبن جي
ڇم ڇم جو آواز ٻري رهيو هو. امير خان هن کي اوڏانهن نهاريندو
ڏسي ٻير ٿي ويو، ۽ هن سليمان ڏانهن نهاريندي چيو: "سليمان،
اسان کي ڳالهه ورجائڻ جي عادت نه آهي....!"

سليمان پربت جهڙو جناور هو: سندس اکين ۾ رحم ۽
انسانيت جو نالو نشان به نه هو. هو جهنگلي سانَ جيان نڪ
مان ڦونگارا ڪيندو رهيو. اوچتو هن پنهنجي ڪمربند مان ڪاري
کَن سان هڪ ٻڳهيءَ ڦار وارو سنهو خنجر ڇڪي ڪڍيو،
۽ سندس زبان مان لفظ ڄڻ ڇيرجي نڪتا: "سنڌي، تون حضور
جا لفظ ٻڌي چڪو آهين!"

سوڍل ڄڻ ته ڪجهه ٻڌو ئي ڪونه. هن هڪ صراحيءَ
مان جام ڀريو. اڃا جام چپن تائين آندائين ته انگوريءَ جي تهه
تي هن سليمان جو ڪارسرو پاڇولو ڏٺو. هن ڪنڌ جي هلڪي
جنبش سان مٿي نهاريو، ۽ خنجر کي تيزيءَ سان پاڻ ڏانهن ايندو
ڏٺائين. هٿ جي هلڪي اشاري سان هن جام ۾ ڀيل انگوري
سليمان جي اکين ۾ اڇلائي ڇڏي، ۽ پاڻ موڙهي تان هٽي ويو.

سليمان جي اکين ۾ اونده جا مرچ ھنجي ويا، ۽ ھن جو وار
خالي موڙي تي اچي ڪريو. خنجر موڙي جي ناسي چمڙي کي
آرپار ڪپي ويو. وڌيڪ وار روڪڻ لاءِ، سوڍي جهٽ ھٽي،
سليمان جي خنجر واري ھٿ کي ڪرائيءَ کان جهلي، پنهنجي
ھٿ کي ھلڪو موڙي ڇڏيو. سليمان جي وات مان ڪيهڪ
نڪري ويئي، ۽ ھو پٺين پاسي سڄو ھيٺو ٿي ويو. پر خنجر
ھٿ مان نه ڇڏيائين. سوڍي پنهنجي گوڏي سان، سليمان جي
گوڏي جي پٺ ۾ زور سان ٺوڪر ھنئي. سندس ٻانهن ڇڏي ڏني.
سليمان مروٽيل ٻانهن سان پٺ ڀر وڃي ڦهڪو ڪيو، ۽ سندس
ئي آبنوسي ڳن جي خنجر جي ڇهنب، سندس ڇيله، وٽان گهڙي،
ڏنن وٽان نڪري آئي. ھن ڇپن ۾ ئي ڪاڻ ڏڪي جهڙي رنڀ
ڪئي، ۽ سڌو ٿي ويو. سوڍل ڪيس پير سان ٺڏو ھڻي، اونڌو
ڪري خنجر ڇڪي ڪڍي ورتو. خنجر ھٿ ۾ جهلي، ھو
امير خان ڏانهن وڌي آيو. امير خان ڊپ کان ڄڻ پنڊ پهڻ ٿي ويو.
سوڍل سندس پهراڻ سان خنجر تي لڳل رت صاف ڪندي چيو:
"امير خان هي آبنوسي خنجر تنهنجي منهنجي ياريءَ جي نشانيءَ
طور ڪنهو تو وچان...."

سليمان جي رنڀ تي پهريدار پنهنجا نيزا سنڀالي اندر ھليا
آيا. سليمان کي پٽ تي پيل ۽ سندس پيٽ مان وهندڙ رت کي
ڏسي، ھو منجهي بيهي رهيا. امير خان سوڍل جي ھٿ ۾ خنجر
ڏسي، چيو: "اوهان کي ڪنهن سڏايو، مردودو! وڃو.... ھڪدم
ٽرو منهنجي منهن تان!"

پهريدار منهن پلو ڪري ٻاهر ھليا ويا. سوڍل خنجر جي
ڦار تي آڱر ڦيريندي، ڌار ڏسندي چيو: "امير خان، تنهنجو نيايو
آءٌ ياٿم نائين پهچائيندس، پر ڪنهن ترخان ھن کي ھٿ لاتو
آهي ته منهنجو نالو به سوڍو آهي...." امير خان تي ھڪ نظر
وجهي، ھن وري زنانخاني جي بند دروازي ڏانهن نهاريو، ۽ پوءِ
ديوانخاني مان نڪري، چمن مان ٽپندو پنهنجي گهوڙيءَ ڏانهن
وڌي آيو.

○

# ٣

سنڌ آزاد هئي ته چانڊوڪيون راتيون به آزاد هيون. سڀئي نماز کان پوءِ ننڍا ننڍا وڃي ميدانن ۾ ونجهه وٽيون ۽ ٻيلهاڙا کيڏندا هئا. پيريا مڙس انهن بازين تي شرطون رکندا هئا، مڇابون وڙهائيندا هئا. ڪڪڙن تتڙي هارائيندڙن، جون مائيون جهليون هيون. لونگيون ٻڌيون هيون، ٻڌيا وڙهائيا هئا، ڏونڪا وڄندا هئا، چيرون ٻڌيون هيون، ساڻگ وڄهيا ڏنا ۽ آزادي مائبي هئي. پر جڏهن کان قنڌاري ڪڙڪيا هئا، ۽ سنڌ غلام ٿي هئي، تڏهن کان چنڊ ڪٽي کهڙا به سورنهن سينگار ڪري، سڀئي نماز کان ٿي اڳ سڀ ٽڙي پکڙي ويندا هئا. پيش امام ويچارا انهيءَ اوسيئڙي ۾ هوندا هئا ته من ڪي مومن اچي نڪرن ته ڪا جماعت پڙهجي. پر ڪو ايڪڙ ٻيڪڙ نمازي مسجد ڏانهن رخ رکندو هو.

اڄ به چنڊ جي سون-ورني سورهين رات هئي. چوڌاري چٽن ٿي ڏسڻ ٿي چانڊوڪي جو سون پڌاريل هو. سنگهار آخوند نور محمد جي حجري ۾ داخل ٿيو ته اتي جانڻ ٻگهيو، دلاور سمون، صاحب آنڙ ۽ ٻارو سومرو اڳي ئي پٿلي ماريو ويٺا هئا. سنگهار کي ڪهڪاريندي آخوند چيو: ”آيا ڀلي ڪري آئين، جيءُ ڪري آئين. آ، هتان ٿي ويهه...“

سنگهار آخوند جي پاسي ۾ ويهي رهيو. جانڻ جي ٻٽ کي ڪوڪلتاش ارغون اندو ڪرائي ڪوهه ۾ وجهائي ڇڏيو هو، ۽ سنگهار وٽس عذر خواهي لاءِ وڃي نه سگهيو هو، سو ويهندي وقت سندس ڪلهن ۾ ٻانهن وجهي، همدردي ۽ سڄڻپي جو

پاڪر وجهندي چيائين: ”ادا جانڻ، ڏٺيءَ جي اها مرضي هئي:
سندس شرح هئي، مولائي ورتائين. پر سندس موت به موچارو ٿيو
جو سنڌ مٿان سِر ڏنائين.... ڏٺي صبر ڏيندءِ!“

جانڻ جي عمر اڃا موت ڪاڏي هئي. هڪڙو ٿي پٽ
هوس دين دنيا ۾، پر ديس تان قربان ٿيو هو؛ ڏک ته گهڻوئي
هوس، پر سندس دل ۾ هاڻ فقط اها آرزو هئي ڪوڪلتاش کان
بدلو وٺڻ. ان ڪري آخوند نور محمد جي سڏ تي ٻهرين ٻهرين
جانڻ آيو هو. سندس ڏک سيني جو پنهنجو ڏک هو. جنهن به
سروڇ اهو سڏ ٻڌو هو، سو هلي وٽس آيو هو. هينئر به آخوند
سيني سان گڏجي فاتح پڙهي، وري جانڻ سان عذرخواهي ڪئي.

جڏهن جن ڪي اٿيو هو، سي ٻهتا، تڏهن آخوند سيني
کي چپ رهڻ جو اشارو ڪندي چيو: ”ابا، ٻاهه وري ڊ ڪڻ
لڳي آهي. اڄا ٿي سال به ڪونه ٿيا آهن جو وري سنڌين کي
سنڌ جي سور جاڳائي وڌو آهي. مون اوهان کي هت سڏ ان
ڪري ڏنو آهي، جو سمجهان ٿو کڻ ۾ ڪن ترخانن اها ڳالهه
وڌي آهي ته مرزا جان بابا مرزا باقيءَ خلاف شورش ڪرڻ وارو
آهي. ٻهرين وچ ۾ سلطان محمود خان پيو هو، مرزا باقيءَ ان
کي ترڪتال هڏائي، ڇهه ڪنواريون ترڪ ڪنيزون ۽ ٻيا تحفا
ڏيئي راضي ڪري موڪلي ڇڏيو. هاڻ مرزا جان بابا پنهنجي منهن
ٿي تي چڙهڻ وارو آهي. منهنجو خيال آهي ته اسين مرزا جان بابا
جو ساٿ ڏيون!“

”نه سائين نه، مرزا جان بابا به ته نيٺ ترخان آهي: مرزا
باقيءَ جو ڀاءُ آهي، ڏاڏيون آهي. اسان جي لاءِ ڳالهه ساڳي: مرزا
باقي سنڌ جو حاڪم نه ٿيندو ته مرزا جان بابا ٿيندو يا شاهه قاسم
ارغون ٿيندو. سنڌ لاءِ ڪهڙو فرق پوندو؟ اهو ٿيو هٿ وٺي
ٻاڻ کي ٻوهي ۾ ڏيڻو. جي مرزا باقي ڪٺي ويو ته سنڌين جو
جڻ-ٻچو رلائي ڇڏيندو؛ جي مرزا جان بابا ڪٺو ته. ان تي وري
ڪهڙو اعتبار. هو ائين سمجهندو ته سنڌي اڄ مرزا باقيءَ خلاف

منهنجو ساٿ ڏيو بيٺا آهن، سياڻي منجهان ئي ڪو زور وارو ماڻهو پيدا ٿيو ته ان جو ساٿ ڏيندا. ان ڪري، دشمن سو دشمن — هنن سڀني کي ختم ڪرڻ جي ڪا سوچيو." سنگهار پنهنجي راءِ ڏني.

"چئين ته سچ ٿو، پر مرزا جان جي وري به سمن سان سڱابندي آهي؛ سميجا سندس سيڻ آهن. اسان لاءِ وري به مرزا جان بابا چڱو،" دلاور سمي چيو.

"سڱابنديءَ سان ڇا ٿيو ٿئي؟ ترخان وري به ترخان؛ هينئر به موچڙا پيا اٿس تڏهن وڃي سميجن وٽ لڪو آهي، نه ته اهي ساڳيا سميجا پئس جي وقت ۾ وٽس دانهين ٿي ويا ته انهن کي ڪو جواب ڏنو هئائين." سنگهار کي ڳالهه پسند نه ايندي هئي ته سڏو ڇٽي ڏيندو هو.

آخوند نور محمد، ناس جي چپٽي ڏيندي چيو: "منهنجو مقصد اهو ڪونهي ته مرزا جان کي سنڌ جي حاڪم ٿيڻ ۾ مدد ڪريون. سندس لشڪر ۾ اڌ کان مٿي سميجا ۽ اتڙ آهن. اهي ته آخر پنهنجا آهن؛ انهن سان ڳالهيون ٻولهيون ڪجن؛ جيڪڏهن مرزا جان بابا ڪٽي وڃي ته سنڌين مدد سان ڪيس تيڙڻ ڏکيو ڪونه ٿيندو،" آخوند نور محمد تصور ئي تصور ۾ سنڌين جي پنهنجي راڄ کي ڏسڻ لڳو هو.

"سنڌين ۾ ڪير آهي جو مرزا جان کي ٽڪي، ڪيس گادي وٺي ڏجي،" جاڻ ڀريون پيرو ڳالهايو هو.

"ادل، ڳالهه لک جي ڪئي اٿئي. اسان جي فيروز سمي ته ڪو ٻوٿو ڪونه هاريو، پاڻ ٻيڙو ٻوڙي راهي ٿيو. اهڙو ڪو سردار ڪونهي جنهن کي سمورن راڄن جي حمايت هجي، ۽ ان کي ڪٿي واڳون ڏجن،" دلاور سمي چيو. فيروز سمي جو نالو ڪندي، هن جا ڏند ڪرٽجڻ لڳا هئا. فيروز جي بدبختيءَ ۽ ڪمزوريءَ جي ڪري ڇهه سؤ سالن جي ماڻيل آزادي سنڌ وڃائي ويٺي هئي.

”اڙي ابا، ڪو سردار نه ملندو ته سنڌ کي آزادي ڪانه ملندي ڇا؟ ڌارين کي ڪڍو. پوءِ پاڻيهي ڪو ٻلو ٿي پوندو. پنجن ڇهن ڄڻن کي سڀ سنڌي چونڊي ملڪ هلائڻ لاءِ مقرر ڪندا ته ملڪ ڇو ڪونه هلندو. اهي سردارين ۽ بادشاهيون ئي ته سنڌ جو سير وڃائين ٿيون. پنهنجي سرداري ۽ بادشاهي قائم رکڻ ڪانڻ ته سمن ۾ ڦيٽاڙو پيو، ۽ وچي شاهه بيگ جي سنگهر پنهنجي ڳچيءَ ۾ وڌائون.“ آخوند نور محمد جون ڳالهيون ئي اهڙيون هونديون هيون، جو ماڻهو پاڻهءِ ته وٺو پڌي. ان ڪري ڪيس عزت به سڀ ڏيندا هئا. وڏيءَ نظر جو ماڻهو هو، ٿاهو لڙڪو ملو ڪونه هو، جن سان خلق سڄي ڪڏهوڪو پروسو وڃائي چڪي هئي.

آخوند نور محمد ته سمورين بغاوتن جو منڍ مهاڙ هو. هن جي ذريعي مڪتبن، مدرسن ۽ دارالعلومن ۾ اندر ئي اندر پيئي شاگردن کي تربيت ملندي هئي؛ ۽ باهه جڏهن به ٻرندي هئي ته انهن شاگردن جو ان ۾ وڏو هٿ هوندو هو. ڪمال ته اهو هو، جو خود ترخان به هن کي ڏاڍي عزت ڏيندا هئا. مرزا باقي جهڙي ڪنجوس ۽ بي مروت به ڪيس سروپاءِ ڏياري موڪلي. ۽ پائنده بيگ جي اتاليق ٿيڻ لاءِ درخواست موڪلي هئائينس. سندس علم ۽ فقيريءَ جو ايڏو ته نالو هو، جو ڪنهن ترخان کي به اهو شڪ نه هوندو هو ته آخوند نور محمد کي پنهنجي درس و تدريس ۽ مسيت ڪان سواءِ بيو به ڪو مقصد هوندو. سنڌ جي سورهين جا ميڙ وٽس ڪٺا ٿيندا هئا، سي به اهڙيءَ طرح جو ڪنهن کي پتو ڪونه پوندو هو ته ڪير آيو، ڪير ويو. سندس علم ۽ درويشيءَ جي هاڪ همايون ۽ پوءِ اڪبر جي دربار تائين پهتل هئي. ان ڪري ڪنهن سرڪش ترخان کي به همت نه ٿيندي هئي جو آخوند جو چوڻ موٽائي. ٻئر ڪان ڇتي تائين سندس هزارين فدائي ۽ شاگرد ڦهليل هئا، جيڪي هن جي حڪم تي سر ڏيڻ لاءِ تيار هوندا هئا.

جڏهن سڀ ڳالهيون بحث مباحثي کان پوءِ صاف ٿيون، تڏهن آخوند چيو: ”پهريون ڪم ته هي آهي ته ارغون ۽ ترخان سردارن کي اهڙو هيسائجي، جو جيڪڏهن ڪا شورش ٿئي، ته هو ڪنهن به ڌر جو ساٿ نه ڏين. ٻي ڳالهه اها ته سنڌ جي سرحدن تي اهڙا ماڻهو موڪلجن، جو ڪنهن به ترخان سردار جو ماڻهو قندارڪان ڪمڪ آڻي نه سگهي. ٻيو اهم ته ڪو ترخان سردار قندار وڃڻ لاءِ سنبريو آهي. ان کي ڪنهن طرح روڪيو آهي.“ آخوند نور محمد هاڻي فيصلي جي انداز ۾ ڳالهائي رهيو هو. سندس اکين ۾ هڪ نئين جوت جلي رهي هئي، ڄڻ سنڌ جو روح سندس اکين ۾ ٻرڻ لڳو هو.

”اها خبر ڪنهن وڏي ترخان کي هيسائڻ سان پوندي ته قندارڪان ڪمڪ وٺڻ ڪير ويو آهي. اهو خط به هٿ ڪجي. جڏهن اهو خط هٿ اچي وڃي ته ...“

”اءُ حاضر آهيان..“ سنگهار هڪدم حامي ڀري.

”ته پوءِ اءُ سنگهار سان گڏيو وڃانس،“ جانڻ پنهنجي ڀرائي يار کي اڪيلو ڇڏڻ نٿي گهريو.

”ابا سنگهار، تون نه وڃين ها ته چڱو. تو ڪاله ترخان هونئن ئي گهڻو ڇرڪيل آهن. جڏهن کان ڪوڪلتاش کي ڇنڊيو اٿئي، مون کي ڪيتريون ڌانهون مليون آهن. پر خير، هاڻ هيئن ڪجي، جو ڪنهن طرح اها خبر هٿ ڪر ته قندار ڪير ٿو وڃي، ۽ خط ڪنهن ڏي لکيل آهي. جي خط ٿي ملي وڃي ته واه واه. پوءِ اهو خط کڻي آخوند صالح کي پهچائجو. تنهان پوءِ جيئن آخوند صالح چوي تيئن ڪجو. اءُ پاڻهي آخوند صالح سان صلاح ڪندس، ۽ پوءِ جيئن تڏهن کي منظور هوندو، تيئن ڪندا سون.“

”اسين صبح جو ساجهر نڪري وڃي ڪو جتن ڪندا سون.... چڱو هاڻ موڪلائي ڪانهي.“ سنگهار اٿي بيهي رهيو. آخوند نور محمد به اٿي بيهي رهيو، ۽ سنگهار جي اکين ۾ نهاريندي

چيائين: ”ڏٺي ساڳي ٿيندء، ابا!“ الائي ڇو آخوند نور محمد کي ائين لڳو ڄڻ هو سنگهار کي آخري ڀيرو ڏسي رهيو هو. هن بي اختيار ٿي ڪٺي سنگهار کي ڀاڪر پاتو. جذبات کان هن جو آواز ڪرو ٿي پيو هو، ۽ سنگهار فقط ايترا لفظ چيا: ”جيئي سنڌ!“ ”جيئي سنڌ!“ جانئن ۽ سنگهار گڏجي چيو، ۽ ٻاهر نڪري آيا.

هنن جا گهوڙا مسجد جي ٻنهي پاسي قتل منڊر ۾ ٻڌل هئا. سنگهار پنهنجي گهوڙي جو توبرو لاٿو، هي هيڏانهن هئي، گهوڙي کي لغام چاڙهي سواريء لاء لانگ ورائي. جانئن به سوار ٿي گهوڙي کي اڙي هئي. ٻنهي جي دامن تي گذريل وارداتن، هلندڙ حالتن ۽ ايندڙ وقت جو غبار هو، ۽ گهوڙن جي رفتار تي هنن جا خيال هنن کان به اڳ ۾ ڊوڙ ڻ لڳا. هنن اکيان جيڪو آدرش هو، تنهن هنن جي خيال ۾ هڪجهڙي ڳوڙان پيدا ڪري ورتي هئي، ۽ هو ٻيئي پنهنجي پنهنجي زندگيء تي سوچڻ لڳا.

سنگهار سوڍل کان چار سال ننڍو هو، پر سندس طبيعت بلڪل جدا ۽ نرالي هئي. اڃا ننڍو ئي هو ته ڪنهن ڳالهه تي ٻيء سان ڪاوڙجي جبل هليو ويو. اتي هن جي سنگت انهن ماڻهن سان ٿي، جن جو ڌنڌو ئي هو ڌاڙا هڻڻ ۽ ڦرون ڪرڻ. هن جي زنده رهڻ لاء به ضروري هو ته هو به هنن سان هنن جهڙو ٿي هلي. ان سان، ان سنگت هن کي سيکجهه گهوري وٺڻ بدران ڇني ڦري حاصل ڪرڻ جي عادت ڏيئي ڇڏي هئي. جنهن به شيء کي هن پنهنجي لاء ضروري ٿي سمجهيو، يا جنهن تي سندس دل ٿي، اها هو زوريء حاصل ڪندو هو. هن پنهنجن سنگتين کان هڪ ٻيو به سبق پرايو هو: هيڻي کي ڪڏهن به نه ستائيندو هو. پورا آٺ سال جبل تي گذاري، جڏهن هو ڳوٺ موٽي آيو، تڏهن ڳوٺ جي نئين حياتي هن کي بلڪل ڏانهه نه آئي. پئس کي پنهنجي زمين جو ٽڪر هو، ۽ مالوند ماڻهو هو. ڇهن پٽن هوندي به سمورو ڪم اڪيلي سر هن کي پاڻ ڪرڻو پوندو هو. سوڍل ابهرڪي ڪم کي وڃي چنبڙيو هو. سنگهار

جبل هليو ويو. تنهن کان ننڍي دادن جي ڀاڻهن آخوند نورمحمد وٺي ويو هو، ۽ وڃي کيس ملتان جي ڪنهن مڪتب پڙهو ڪيو هئائين. سڀني کان ننڍو، ڏنو، البت سائس ڀاڻهن ڀيلي هو، پر تن ڏينهن اڃا ننڍو هو. هن جي طبيعت ۾ نرالي هئي، سڄو ڏينهن چنگ ۽ نڙ وڄائيندو وتندو هو. سنگهار کي ڪهڙي خبر ته ماڻ ڪيئن ڀرائبو، ڍڳيون مينهون ڪيئن ڏهبيون. پر لاچار کي آچار ڪونهي. نورن ڏينهن ۾ هن سڄو ڪم سنڀالي ورتو. ٻيو جيڪو وقت بچندو هوس، سو پنهنجي سرخي تي چڙهي بي مقصد پيو سواريون ڪندو هو.

هڪڙي ڏينهن وڃي سمن جي هڙين کان نڪتو، ۽ رستو ڀلجي ويو. جيئن تيئن ڪري هڙين کان ٻاهر آيو. سامهون انهن ئي سمن جون ٻاجهريون هيون. هو پنهنجي سرخي تي سوار، ٻاجهرين مان پئي لنگهيو ته ڪانيائيءَ جو گوڙهو اچي ڪيائيءَ ۾ ڪٽس. مڙس ڏک ته بچائي ويو، پر ڪانيائيءَ واري جي گولا ۾ نڪري پيو. نوروٽي پونئي موليو ته پيهي ٿي بيٺل پاڳل کي ڏٺائين. ڪانيائي هٿ ۾ هيس، نڙي پيو گوڙهو ٿي ڪنيائين ته هن ۾ گهوڙو آئي پيهي جي پر ۾ جهليو، ۽ هڪ ليڪ سندس منهن ۾ نهارڻ لڳو. پاڳل حيا کان ڳاڙهي ٿي ويئي، پر هن مڙس جي هيبت کان هوءَ هن مان اک ڪڍي نه سگهي.

"نالو ڇا اٿئي؟" هن اهڙيءَ طرح پڇيو ڄڻ ڪنهن ٻار کان ٿي پڇيائين.

"پاڳل!" پاڳل ائين ٿي ڀانيو ته جيڪڏهن جواب نه ڏنائين ته هينئر ئي هو کيس کڻي ويندو.

"ڌي ڪنهن جي؟"

"پونگر سمي جي!"

بس سوال ۾ اهي، جواب ۾ اهي. هن اکين ۾ فقط هيترو نهاريو پاڳل کي ڏنو ته آهه ورڻي اٿندس. پاڳل ان نهاريءَ کان ڊڄي ويئي، پر ساڳئي وقت سندس دل جي ڪنهن ڪنڊ ۾ اها آس

جاڳي آئي نہ شل ائين ٿئي. هو گهوڙو موٽائي، ڳوٺ واپس آيو،
۽ اچڻ شرط ماءُ جون منتون منجهائي ڇڏيائين: ”مون کي پاڳل
گهرجي — پونگر سمي جي ڌيءُ!“ هن ماءُ کي چيو هو.

”ابا، پنهنجو راڄ پيو، هنن جو پمو. سما ڏاڍين ۽ نياڻيون
ڪونہ ڏيندا!“ ماڻس هن کي سمجهائيندي چيو هو.

”مون کي پاڳل گهرجي، سمجهئي. آءٌ راڄ ڀاڄ سان
نہ ڇاڙان!“ هن ضد ڪندي چيو.

ماڻس پٽس سان ڳالهہ ڪئي. پرڻي مڙس مرڪو چڙب ڏيئي
ڪيڻس، ”پراين نياڻين جو نالو ڪڻندي توکي شرم نٿو اچي؟“

هن کي شرم نہ چا، ڳالهہ ئي سمجهہ ۾ نہ آئي. سرخي
تي چڙهي وري سمن جي ڳوٺ هليو ويو. پڇا ڪري وڃي پونگر
سمي جي لوڙهي تي بيٺو، ۽ سڏ ڪيائين. پاڳل ان مهل جنڊ
پئي پيٺو. سڏ ٻڌي، هن جو هٿ جنڊ جي هٿي تي ايترو زور
سان ڦٻي ويو، جڻ نہ هٿي هن جي مُٺ کي جهلي ورتو هو.
پونگر سڏ تي ٻاهر نڪتو. نہ سلام نہ دعا، هن لهنديءَ ئي چيو:
”چاچا پونگر، آءٌ پاڳل جو سڱ گهرڻ آيو آهيان!“

پونگر کي جڻ چڙاڻا چنبڙي ويا. هڙي ڳالهہ نہ ٿي نہ
ٿيندي. نہ جاڻ نہ سڃاڻ، نہ ڪا دعا نہ سلام، ڇي ’آءٌ سڱ
گهرڻ آيو آهيان!“ پونگر الائي پاڻ تي ڪيئن ضبط ڪيو، ۽
هن کي گهوريندي چيائين: ”ابا، ڪير مڙس آهين؟“

”آءٌ پاڻ سوڍو آهيان. سنگهار نالو اٿم، عبدالله سوڍي
جو پٽ آهيان.“ سنگهار هن جي گهور کان لهرائيندي چيو.

”ابا، واهہ جو پٿهين جو نالو ڪڍيو اٿئي. چڱو مڙس
ٿي ٽري وڃ نہ تہ ....“ پونگر کان هاڻ پاڻ جهليو نہ ٿيو. ڪاوڙ
کان هن جو آواز گهگهو ٿي ويو. هن جون اکيون جنسي رت
چڙهڻ لڳيون.

”نڪر ڪانهي، سيان ساڄڏيءَ ناٿر جي مون کي سنئون
سڌو جواب نہ مليو تہ آءٌ پاڳل کي کڻي ويندس!“ ائين چئي،

هو گهوڙي تي چڙهي وري ٻاجهرين ۾ لهي پيو. ڀونگر حيرت
مان ڏسندو ئي رهجي ويو.

ٻئي ڏينهن سانجهيءَ تائين هو انتظار ڪندو رهيو. اڳئين
۾ سندس اڃ وڃ لڳي پيئي هئي. ڪيڏي مهل ڪهڙيءَ ۾ ٿي
هٿ وڌائين ته ڪيڏي مهل اندران ترار ڪڍي ٿي آيو. مٿس ڪي
من ۾ ڇير پوڻ لڳا ته ڇورو الائي ڇا ڪندو. ڪيس سنگهار جي
طبيعت جي خبر هئي، سندن هوڏ جي خبر هئي. پر جيئن جيئن
سانجهي ٿرندي ويئي، تيئن تيئن هن جي طبيعت به سانتيڪي ٿيندي
ويئي. ٽيهريءَ کان پوءِ، هن تڙ ڪري وڃي گهوڙو سنبرايو هو.
سانجهي ٻانگ آئي، ته ڪهاڙي هنئي ۾ هٿي چڙهائين. پاءِ جي
منهن تي ڦاٽل رليءَ مان مونرو ناهي وڙهي چڙهايون. ٽوبري ۾
باهه ٻارڻ جو سامان رکي، گهوڙي تي چڙهي، وري سمن جي
ٻاجهرين ڏانهن رخ ڪيائين.

جڏهن ڪجهه اونداهو ٿيو ته اچي ان هنڌ پهتو، جتي
پاڳل کي ڏٺو هئائين. پيهي جي پٺيان ٻه جهون ۽ ڏنون لنبيل
هيون. هن گهوڙي تان لهي، ٻنهي تان مٽيءَ جو ليپو ڪُرڙي ڪوٽي
لاهي ڇڏيو، ۽ اتي ئي باهه ٻارڻ ويهي رهيو. باهه دکائي، پاڻ
۾ هٿل مونري کي سارڻ لڳو. جڏهن مونرو مچڻ لڳو، تڏهن
وٺي ٻنهي کي باهه ڏنائين. ڏڪڻ پئي لڳو. ٿوريءَ دير ۾ باهه
آسمان سان ڳالهيون ڪرڻ لڳي. پاڻ ٻاجهرين ۾ لڪي ويهي رهيو.
گهڙيءَ کان پوءِ باهه جي شعاع ۾ هن ويهارو مڙسن کي ڪهاڙين
۽ ترارين سان باهه ڏانهن ڊوڙندو ڏٺو. همراهه ٻرندڙ باهه تائين پهتا
ته هو گهوڙي کي آهستي آهستي ٻاجهرين مان ڪڍي آيو. باهه
جي آواز ۽ سمن جي رڙين ۾ هن جي گهوڙي جي سنبز جو آواز
دٻجي ويو، ۽ جڏهن ڀونگر جي لوڙهي وٽ پهتو تڏهن ميدان
خالي ڏٺائين. گهوڙي جي رفتار ڍري ڪري هو لوڙهي اندر
هليو آيو. گهر جون زالون به باهه ڏسي ٻاهر نڪري آيون
هيون. جيسين زالون پاڻ سنڀالين، تيسين هن پاڳل کي ڪڍي اکيان
ويهاريو، گهوڙو موٽائي ٻاهر نڪري ويو.

ڳوٺ وڃڻ بدران، هن شهر ڏانهن واڳ وراڻي. ڇهه مهينا گم هو. انهن ڇهن مهينن ۾ سڄا ڏينهن رات هن جي راهه ڏسندا رهيا. جي هو ڪين ڪٿي مليو وڃي ها ته ڳولا ڪري ڇڏينس ها، ۽ لاش به ڪونه مليس ها. ڇهين مهيني ڪان پوءِ هو ڳوٺ موٽيو ته سڀني کي چوائي موڪليائين ته 'ڀاڳل منهنجي نڪاح پڙهڻ جوءِ آهي؛ جي اوهان کي اچا به خاروند هجن ته ڀل اچي پنهنجي ڀانهن وٺي وڃو!' سڄا ميٽي ٻه مات ته منٽ ٻه مات ڪري، دل من ڪٽي ويهي رهيا.

پنهنجي پراڻي زندگيءَ جي ارڏاين البيلاين کي ياد ڪري سنگهار پنهنجي منهن ڪلڻ لڳو. ڇا ته ڏينهن هئا! پر اوچتو کيس هڪ اهڙي ڳالهه ياد آئي، جنهن ڇڻ مرڪ سندس چپن تان روڙي ڪڍي ڇڏي. ٺٺون ٺٺون شهر ڪان موٽيو هو، ۽ وري ٻيءَ سان ڳنڍ ڪم ۾ جنبي ويو هو. ڳوٺ ۾ جيڪڏهن ڪو دوست ۽ سنگتي هوس ته ناٽڪ منڊليءَ وارو روپو. روپي جو ٻيءَ منڊليءَ جو دڪان هلائيندو هو. سندس منڊلي ٺٽي تائين مشهور هئي: ٺٽي جا امير امراء ۽ نواب ارباب منڊليءَ جي ناٽڪن جا ناٽڪ وڏانس گهرائيندا هئا. سندس موليون، ميسو پاڪ، لڪيون، ڇمون ڳنڀيت ڏسندي ٿي ماڻهوءَ جي دل هر ڪجهي وڃندي هئي. جهڙي هس منڊلي، اهڙو ئي منڙو ماڻهو هو. هڪڙو ئي پٽ هوس روپو. روپي کي پتلين ناهڻ ۽ ناٽڪ ڪرڻ جو مرض هوندو هو. شام جو دڪان تان اٿي، ڪالي جي پر واري ميدان ۾، يا پنهنجي گهر جي وڏي دالان ۾ دوستن يارن سان پتليون نچائيندو هو يا ناٽڪ رچائيندو هو. سندس پوپريون ته ملڪان ملڪ مشهور ٿي ويون هيون، ۽ ڪٿان ڪٿان جا ماڻهو انهن کي ڏسڻ لاءِ ڪاهي ايندا هئا. سندس رام ليلا، مومل راڻو، لاڏي ۽ ڏاهر ايترو ته مشهور هئا، جو سال ۾ هڪڙو پيرو سڄي سنڌ اچي انهن ناٽڪن کي ڏسڻ لاءِ ڳنڍ ٿيندي هئي. روپو جيڪڏهن پنهنجو ڪمائڻ گهري ها، ته هوند الاهي ڪمائي ها. پر هو سنگهار کي چوندو هو ته

ڏيرَ پنهنجا مٺا ماڻهو آهن سڀ پورهيت ۽ پورهئي کان پوءِ
جيڪڏهن گهڙيءَ لاءِ ڪين کيا مُرڪ مُرڪ ۽ وندر ورونهن
ڏيئي سگهون ته ان کان وڌ ٻيو ڪهڙو انعام اڪرام ٿي ٿو
سگهي؟" پر جڏهن کان سنڌ آزادي وڃائي هئي، روپي ۽ سندس
جيڏن ٻارن رام ليلا ۽ ٻين داستانن بدران سنڌ جي سورهين ۽
ٻهادرن مڙسن جا ڪردار ناٽڪن ذريعي ماڻهن کي ڏيکارڻ شروع
ڪيا هئا. ٺٽي کان ملتان تائين هر شهر هر ڳوٺ ۾ ناٽڪ منڊلين
۽ پڪتن جي ڌُم لڳي وئي ۽ سنڌ جي ٻچي ٻچي تائين وندر
ورونهن ذريعي ڳالهه پهتي ته سنڌ غلام آهي، سنڌي غلام آهن،
سندن ٻولي ۽ پنهنجي ٻولي ڪانهي. سنگهار ٻهرين ته انهن
ڳالهين کان پري هو، پر روپي جي زور ڀرڻ تي هو به اهي کيل
۽ ناٽڪ ڏسڻ هليو ايندو هو. روپي جي دالان ۾ هشام ماڻهن
جا اچي ڪٺا ٿيندا هئا. تير چٽڻ جي جاءِ نه بچندي هئي. روپو
۽ سندس ساٿي سنڌ جي تاريخ جا اهڙا اهڙا واقعا ناٽڪن ۾ پيش
ڪندا هئا، جو پيرسن ۽ پوڙها ٽڙڪ اکهندا ائندا هئا، ۽ جوانن
۾ چڻ ڀڻ ۽ سرگوشيون شروع ٿي وينديون هيون. اهڙيون ڳالهيون
لڪيون نه آهن، ۽ وينديون وينديون ڳالهه وڃي ترخان عامل تائين
پهتي. هڪڙي ڏينهن روپي جي منڊليءَ جا همراهه دولهه دريا خان
۽ شاهه بيگ ارغون جو ناٽڪ ڪري رهيا هئا ته پٺيان آهستي
آهستي ترخان عامل ٻن ٽن سپاهين سان اچي ميڙ ۾ شامل ٿيو.
هن [illegible] مهل ته ڪجهه نه چيو، پر جڏهن ماڻهن ناٽڪ ختم ٿيڻ
[illegible] هن کي پنهنجي وچ ۾ ڏٺو، تڏهن ڪن کي ڳالهه کٽڪڻ
لڳي ته هن مان ڪو وڏو ظلم ٿيندو. ٿيو به ائين. عامل ان ئي
ڏينهن ٿي چڙهي ويو. ٻن چئن ڏينهن کان پوءِ روپي کي ترخان
جهلي ويا. سنگهار ۽ ٻين جوانن ۾ ڏاڍو ڏاڪ هو. سنگهار روز
روپي جي پيءُ وٽ وڃي ويهندو هو ۽ کيس دلداري ڏيندو هو.
ماڻهو آخوند نور محمد وٽ به دانهين ٿي ويا. هن ڪن ترخانن
کي اشارو ڏنو ته جيڪڏهن روپي کي ڪجهه ٿيو ته ڳوٺ جا

جوئن بگڙيل هوندا. سنگهار به ڪيليو ڪيلايو ترخانن کي چوندو
هو ته روپي جو وار به ونگو ٿيو ته ترخان عامل جو خير ڪونهي.

هڪڙي ڏينهن شام جو هو روپي جي گهر ويٺو هو.
روپي جي ماءُ به ميٺا لولا ۽ پاپڙ آڻي سندس اڳيان رکيا. نماشام
جي مهل هئي؛ روپي ۽ سندس سنگتين جي عادت هئي ته پڙهندڙ
سج کي ڏسي، لولا ۽ پاپڙ کائي پوءِ ناٽڪ منڊليءَ ڏانهن ويندا
هئا. سنگهار اڃا لولي ڏانهن هٿ وڌايو ته گهوڙن جي سنبن
جو آواز ڪن تي پيو. هندن جي محلي ۾ گهوڙن جي سنبن
جو آواز هميشه ڪنهن فتني [illegible] اشارو ڪندو هو. روپي جو پيءُ
اتي ويٺي [illegible] هو. هن ويچار [illegible] ڪنهن وسوسي ۽ ڀوءَ کان
ڏڪڻ لڳو. روپي جي ماءُ [illegible] وٺي. گهوڙا
اچي روپي جي دروازي اڳيان [illegible] ڪڙو لڳو ته
روپي جي پيءُ پاڻ اٿي وڃي در کوليو. ڳوٺ جي عامل سان
[illegible] سپاهي، سي وڏا ڊاڪون ڪنيو بيٺا هئا. عامل ڪيلي چيو:
"اٿي جي عامل مٿا گهرائي هئي، سي ڊاڪون واپس ڪيا اٿس.
خالي ڊاڪون موڪلڻ کي بدسوڻ سمجهي، اوهان لاءِ سو ڪوڙيون
پاڪوڙيون موڪليون اٿس!"

اٿين چئي هن سپاهين کي اشارو ڏنو. سپاهين ٿيلهي ڊاڪون
دالان ۾ پيل صندل تي آڻي رکيا. عامل ۽ سپاهي ڪلندا هليا ويا.
روپي جي پيءُ جي منهن تي مرڪ موٽي آئي، ۽ ڪلندي چيائين:
"موڻ چيو [illegible] ته منهنجي مٿائي ڪائيندڙ ڪٿي اڙنون هجن.
ته ترخان [illegible] نديس [illegible] منجهس [illegible]، روپي ماءُ، ڏسي
ته هي به ڪهڙيون سو ڪوڙيون [illegible] آهن!"

روپي ماءُ صندل وٽ اچي، وڏي ڊاڪونءَ جو پڙ مٿي
ڪنيو، ۽ پوءِ هڪ دل ڏاريندڙ ڪيڪ ڪري اتي ئي ڏندڻجي
ڪري پيئي. روپي جي پيءُ ۽ سنگهار به ڏٺو: روپي جي وڍيل
سيسي سڌي سنئين، ڊاڪونءَ جي پڙ تان عين ڏانهن نهاري
رهي هئي. روپي جي پيءُ ڪان به ڏانهن نڪري وئي، ۽ ويچارو

پنهنجي اڪيلي پٽ جو اهو حال ڏسي ڪپڙا ڦاڙڻ ۽ وار پٽڻ
لڳو. سنگهار کي سمجهه ۾ نه آيو ته ڇا ڪري. نيٺ ٻاهر نڪري
ڏيئي سوناري جي گهر وارن کي سڏي ورتائين، جن اچي روئي
جي ماءُ پيءُ کي سنڀاليو. ڳوٺ ۾ ڄڻ راڪاس گهمي ويو.
هرڪنهن جو ڪنڌ هيٺ ٿي ويو. پوڙهن کي پنهنجا ٻچا ياد آيا
۽ جوانن کي پنهنجو هميشه کلندو ٽهڪندو يار روپو ياد اچڻ
لڳو. روپي جي ارٿيءَ ۾ ڳوٺ جو هر ماڻهو، مسلمان، هندو ۽
ٻوڍي اڻين شامل ٿيو ڄڻ روپو هرڪنهن جو پنهنجو پٽ، پنهنجو
سڳو ڀاءُ هو. مسائڻ کان موٽندي، سنگهار پنهنجي سموري سنگت
کي اشارو ڪري، قتل ڏيوري ۾ لهي پيو. ويچارو مڙس جو هو.
سنگهار کي لفظ ڳالهه نه پيا اچن، جن سان هو همراهن کي پنهنجي
ڳالهه سمجهائي: رڳو ايترو چئي سگهيو ته ”اسين سنڌي آخر
ڪي ڳالهيون گهڻو وقت سهنداسون. اڄ ته هميشه لاءِ
هنن ڏيوندڙ ڪاڻيندڙن ترخانن جو خاتمو ڪريون!“

سنڌ ۾ جتي ڪٿي جوانن ۾ اڳئين غلاميءَ خلاف مچ
ٻري رهيا. صلاح اها ٿيني ته هڪڙو همراهه سنڌ جي ڳوٺن
۾ وڃي، سڀني سروڇجڻ کي سڏ ڏئي ته ان ڏينهن کان پورا ڏهه
ڏينهن پوءِ، سانجهيءَ پهر هر ڳوٺ، هر شهر ۾ سنڌي ترخانن
جي چونڪين تي راتاهو ڏين ۽ سنڌ مان سندن نالو نشان ميساري
ڇڏين. جتي جتي اهو نياپو پهچي، اتان جو ڪو ماڻهو وري
پنهنجي پر واري ڳوٺ، واهڻ وسيءَ ۾ اهو سنيهو پهچائي. ڪن
جو خيال هو ته ڏهه ڏينهن به صبر نه ڪجي. پر سڀني جي آخري
صلاح اها بيٺي ته جيڪڏهن هڪڙي ٻه هن هنڌن تي اڳواٽ
ڪو قدم کڻبو، ته شهرن ۽ چانورين مان ترخانن جا لشڪر ڳوٺن
۾ باهيون ٻاري ڏيندا.

سنگهار جا ساٿي سنگتي سنڌ ۾ ٽڙي پکڙي ويا. ٺٽي،
سيوهڻ، بکر، بدين ۽ امرڪوٽ تائين بغاوت جي اها چڻنگ
ماڻهن جي دلين ۾ مچ ٻاريندي رهي. جتي ڪٿي ماڻهن لاءِ ان

ڏينهن جو اوسيئڙو ڏکيو ٿي پيو. هاري ناري، ڪمي ڪاسبي ۽ پورهيت پنهنجو ڪم ڪاج وساري ويٺا. ماڻهن جي منهن ۾ سرهائي اچي ويئي. وسين واهڻن ۾ ٻار ٻه ٽوليون ٺاهي بيت ڏيندا لنگهندا هئا.

"بديسي ٻچڙا، ماري ڪنداسين مُيَڄَ،
ڏونگرا ڏرندا ڏيهه ۾، لهندي سنڌوءَ اَڄ،
نه ڪي ڀاڀ نه ڪي ڀَڄَ، ڏسندا ڏيهه ـ ڌڻي!"

ان ڏينهن جي اوسيئڙي ۾ آيو ٻه آگسٽ جي آيو. صبح کان ئي سنهي سنهي بوند پوڻ لڳي. ماڻهن ٽپهريءَ کان اڳ ئي مال ٻهراڻي چاڙهيو. ڳوٺن ۽ شهرن ۾ جن کا ڏرتي ڏهڻ واري هئي: ٻپهرن کان پوءِ هر هنڌ هٽ تاڙ ٿي ويئي. زالن زائفائن سوهري ٿي درن کي ڪڙا ڏيئي، ٻارن کي جن پوتاڙا چاڙهي اندر ويهاري چاڙهيو. سندن دلين ۾ آچانو ڏپ هو، پڻ هو، ۽ ان سان گڏ کي آسون اميدون ۽ کي آسرا هئا. هو ڏڪيءَ در دعائون گهرنديون رهيون ته ڏيهه تان هي ڏاريون ڪٽ لهي پوي، نه وري کي ساوڪون ۽ سڪار ٿين، نه جيئن وري ونيون پنهنجن ورن سان منهي مرڪ سان ڪا رهاڻ ڪن.

سنگهار ۽ سنڌس ساٿي سانجهيءَ کان اڳ وري ڊيڙي ۾ لهي پيا. ڪنهن ڪجهه نٿي چيو، جن هنن کي ڪا خبر نه هئي ته ڪين ڇا ڪرڻو هو، ڪين ڇا ٿيڻو هو. اوچتو سموري آسمان ۾ ڳاڙهو ڳاڙهو سوجهرو ڦهلجي ويو، جڻ ته آڀ ٻه رت سان رڱجي ويو هجو. ماڻهو سنڌ جي هن رت سان ڳاڙهي آڀ ڏانهن ڏسي، دل ئي دل ۾ کي ٻاسون ٻاسڻ لڳا. ٺڪاڻن ۾ ماوا پرارٿنائون ڪرڻ لڳا، مسجدن ۾ جهور پوڙها ويهي ڏڏيءَ در آرزيءَ لاءِ ٻاڏائڻ لڳا. اوچتو ترخانن جون رڙيون ۽ ڪڪون آسمان ڏارڻ لڳيون. سنگهار ۽ سنڌس ساٿي ڊيرو ٽپي، ترخانن جي چونڪيءَ تي چڙهي آيا. ڪن وٽ ڀالا هئا، ته ڪن وٽ ڪهاڙيون. ڪڪ ٻن وٽ ته رڳو ڏنگهيون ڳريون لوڙهيون هيون. ٻر سڀني جي ڪمربندن ۾ ڪٽارن جا ڳن صاف چمڪي رهيا

هئا. جڏهن هنن چوڪيءَ تي حملو ڪيو، تڏهن ترخانن کي سمجهه
۾ نه آيو ته هي آسماني آفت ڪٿان ڪڙڪي هئي. ترخانن وٽ
ٻه سؤ کن سپاهي هئا. ٻئي طرف سنڌي، ساڻوڪي کان ستر مڙسن
جي هئي. ترڪا ۽ ڪلاهه پٽ تي ليٽڻ لڳا. ڪنڌ ڪپجي،
ڪورجي دروازن جي چانئٺن اڳيان ڍير ٿيڻ لڳا. سنگهار پنهنجي
ساٿين ترخانن جا سهنا ڏاريندو عامل جي دروازي ڏانهن وڌيو. دروازي
تي بيٺل ٽي سپاهي تراريون اڀيون ڪري هن تي چڙهي آيا.
سنگهار کي ان وقت ڄڻ سڳ چڙهي پيا هئا، ۽ هو مست سانَ
وانگر ڄڻ ٽوٽا هڻندو اڳتي وڌندو ويو. ٽن سپاهين کي پنهنجي
پالي جو ڪاچ بڻائي، ٽنهي کي ڪڇيءَ کان جهلي ڪٺي مٿو ڪيائين
ترخان سنڌس هٿن ۾ ڪڙڪي وانگر ڏڪڻ لڳو، ۽ پوءِ ڪيس
ٻنهي هٿن سان ڪٺندي، پنهنجي مٿان ورائي ڪيس دروازي ڏانهن
اڇل ڏنائين. دروازو زور سان ٺڪ لڳڻ سان کُلي پيو، ۽ سپاهي
عامل جي قدمن ۾ ليٽڻ لڳو. عامل پنهنجي ترار سنڀالي، ان
کان اڳ سنگهار وٽس پهچي ويو. عامل هن ديوَ جهڙي مڙس
کي پنهنجي سامهون ڏسي ته سڄو ٿڙڪڻ لڳو، ۽ بجاءِ وڙهڻ
جي سنگهار اڳيان هٿ ٻڌي، پنهنجي جان بخشيءَ لاءِ آزيون
نيزاريون ڪرڻ لڳو. سنگهار کي الائي ڪهڙو خيال آيو؛ هن
پالو هڪ ڪنڊ ۾ اڇلائي ڇڏيو، ۽ خالي هٿين عامل ڏانهن وڌيو.
عامل کي ڄڻ پنهنجي جيئڻ جي اميد نظر اچڻ لڳي، ۽ هن
هٻڪندي چيو: "هيءَ پيٽي هيرن جواهرن سان ڀري پئي آهي.
جي منهنجي جان بخشيو ته اها تنهنجي ملڪ آهي!"

سنگهار ڪاڻ ڪيل نه ڪري ويٺي، ۽ هن وڃي پهچي پيٽيءَ
جو ڍڪ مٿي ڪنيو. ان ۾ پيل سون چانديءَ جي زيورن ۽ هيرن
موتين کي ڏسي هن جون اکيون ڪڙيون ٿي ويون. هن عامل
الائي ڪيترن سنڌين کي ڦريو هو جو پيٽي منهان منهن ڀري
پئي هئي. سنگهار جو ڌيان پيٽيءَ ۾ هو، تڏهن عامل موقعو
ڏسي ترار ڪڍي سنگهار تي وار ڪيو. سنگهار چيتي وانگر

ٽپو ڏيئي هٿي وڌو، ۽ ترخان وار خالي وڃڻ ڪري اونڌي منهن وڃي زورن مٿان ڪريو. سنگهار سٽ ڏيئي ڪئي ڪِڙڪان جهليس.
”ڪميڻا ڪنهن جاءِ جا!“

انهن هن کي ڪنڌڪان جهلي، ڪمرس ٻاهر وٺي آيو. ڊپ کان عامل جي منهن تي چڻ هيڊ هارجي ويئي هئي. هن کي پنهنجي موت جي ايتري پڪ ٿي ويئي، جو هاڻ پاڻ بچائڻ لاءِ ڪوشش به ڇڏي ڏنائين. ترخان جو پنهنجي عملدار جو اهو حال ڏٺو، تن وڙهڻ ڇڏي ڪئي ڪرڻ تي زور رکيو. ترخان ڀڄندا ٿي ويا، پر سنگهار جي سائين سندن پٺ نه ڇڏي. جڏهن ڳوٺ کان گهڻو پري نڪري ويا، تڏهن همراهه موٽي آيا.

سنگهار جي چوڻ تي سندس سائي، ڳوٺ جي سمورن ماڻهن کي مسمت واري چونڪ ۾ گڏ ٿيڻ جو چئي آيا. مشعلون ٻاري، عامل کي چوڪنيو ٻڌي، هڪ کهرو ٿاڻي ٻيهي رهيا. فيصلو ڳوٺ جي ماڻهن تي ڇڏيائون ته عامل کي ڪهڙي سزا ڏني وڃي، جو هن جي چرچ تي روئي کي ترخانن قتل ڪيو هو. ڪن اهو چيو ته عامل جو پٽ امير خان جهلي آڻجي، ۽ عامل جي سامهون ڪيس ڦاهيءَ تي چاڙهجي. پر جيئن ته امير خان ننڍي ويل هو، ان لاءِ ترس اجايو هو. ڳوٺ جي ماڻهن اها سزا مقرر ڪئي ته ان چونڪ ۾ تماس ڪوڙي، عامل کي ان ۾ ابتو ٽنگي ڇڏجي. جيڪڏهن صبح تائين جيئرو رهيو ته سندس جان بخشي ويندي. ڳوٺ جي ڇوڪرن ٻاڪرن کي رونشو ٿي آيو. تماس کوڙي جڏهن عامل کي ابتو لنگيائون ته ڇوڪرا دير تائين ڪيس ڇيڙائيندا رهيا.

ان رات سنڌين سک جو ساهه کنيو هو، ۽ بي اونا ٿي سمهي رهيا. پر صبح جو اوچتو گهوڙن جي آواز تي سڀني جي اک کلي. انهن ئي ڀانيو ڇڻ درياهه اٿلي پيو هو يا ڪو زلزلو اچڻ وارو هو. ڳوٺ جي ڪنن جي پونڪڻ هيڪاري ان هل هنگامي کي ٽڪو ڪري ڇڏيو؛ ۽ پوءِ هن ننڍڙي ڳوٺ کي

هزار کن هٿياربند ترخان لشڪري گهيرو ڪري آيا. سنگهار ۽
سندس ساٿي هڪڙي گهر کان ٻئي گهر تائين 'هشيار، خبردار'
جو هوڪو ڏيندا، ڳوٺ کي بچائڻ جو ٻيلو ڪرڻ لڳي ويا.
پر هنن اندازو لڳايو ته جي هنن مقابلو ڪيو ته گهڙيءَ ۾ ترخان
هنن جي لاشن کي لتاڙيندا گهرن ۾ ڪاهي پوندا. ان ڪري
ضروري هو ته ڪنهن طرح سان زالن ٻارن کي محفوظ ڪجي.
ايتري ٿوري دير ۾ ترخانن جي گهيري کي ٽوڙڻ به محال هو.
فقط اهوئي سجهي آين ته ڪنهن طرح سان تڙتڪڙ ۾ زالن ۽
ٻارڙن کي ڳوٺ جي مسجدن ۾ پهچائجي. سنگهار پنهنجي ماءُ
۽ زال ڀاڳل کي چيو ته هو پاڙي جي ٻين زالن ٻارن سان ٻهه
واري مسيت ۾ هليون وڃن. ٻيا به پنهنجي پنهنجي زالن کي
اتي ڪرڻ لاءِ ڇڏي آيا. جڏهن زالون ٻار ۽ ٻڍا پيرسن مسجدن
۾ پهتا، تڏهن سنگهار پنهنجو جٿو ساڻ ڪري ترخانن جي مقابلي
لاءِ تيار ٿي بيٺو. پر مقابلو ڇا هو: هڪ سنڌيءَ جي مقابلي ۾
ڏهن کان به مٿي ترخان هئا— ترارين، ڀالن ۽ ڍالن سان سينگاريل!
سنڌين وٽ ته ڪهاڙيون به پوريون سوريون هيون. ڪن وٽ ڀالا
۽ تراريون به هيون، پر جهڙيون الي ۾ اوڻ. سنگهار پنهنجي
سرخي تي سوار شينهن وانگر ڪنگوڙ ڪندو ترخانن تي ڪڙڪندو
رهيو. سندس ساٿين به ڄڻ مرڻ يا مارڻ جو سنهن کنيو هو.
وڙهندي وڙهندي پهر ڏينهن جو چڙهي آيو. نيٺ سنڌي ڍرا پوندا
ويا، ڪرندا ويا. سنگهار جو سڄو بدن رت ۾ ڳاڙهو ٿي ويو
هو. اوچتو پري کان اڇلايل هڪ ڀالو هن جي ڪلهي جي ڦڻ
۾ کپي ويو، ۽ هو هني تي لٽڪي پيو. سرخي جي رڳن کي
جيئن ٿي دير ملي، تيئن هوا سان ڳالهيون ڪرڻ لڳو. سنگهار
جي ڪلهي مان رت وهي، سنجن مان ٽيندو، گهوڙي جي پوٺ
تان لار ڪري وهڻ لڳو. گهوڙي، ڊوڙي ۾ لهي، سمن جي
ٻنهين ڏانهن ڪٺي رخ رکيو. ان ماڻهوءَ جو ڀڙاڏو سمن تائين اڳيئي
پهچي چڪو هو، سي به پنهنجي بچاءَ ۾ هشيار ڪيو ٻنهين حد

کپ ڏيو ٻيٺا هئا. سرخو پنهنجي مالڪ کي ڪٺي، ڪنڌ نمائي سمن اڳيان اچي بيهي رهيو، ڄڻ چوندو هجي: ”هي منهنجو سائين آهي، هن حي ڀارت آڏو !“ جڏهن سمن هن کي سڃاتو، ۽ هن جي حالت ڏٺائون، تڏهن سندن دلين ۾ هن لاءِ نفرت ڄڻ هن جي رت سان ڌوپجي نڪري ويئي، ۽ چاچو ڀولڳر هن کي گهر کڻي آيو.

ان بغاوت ۾ ترخانن سوين ڪوٺ ساڙي جلائي ڇڏيا. آن جي ڪرڻ ۾ ڳاهه جي ڏينهن تائين به نه لڙيا. جيڪو جوان، ٻار ٻا ٻڍڙو سندن راهه ۾ آيو، تنهن کي نيزي جي نوڪن تي چاڙهي ڇڏيائون. سنڌين جي رت سنڌوءَ جي ڌارائن ۾ ڳنڍجي، درياءَ کي ڳاڙهي ڪنوار بنائي وڌو هو. اهو گهر نه هو، جتان هڪ ٻه ماڻهو نه ڪُٺو هجي. هزارين سنڌي ڪنواريون ناريون ترخانن جون ٻانهيون بڻجي ويون. سنگهار جڏهن ڇڱو ڀلو ٿي ڪوٺ موٽيو تڏهن ڪيتريون جاتل سڃاتل شڪليون هن کي نظر نه آيون. جيڪي ماڻي سنگتي بچيا هئا، سي به هن ڀانگر ڇچرجي وڃي وري جهڙا ٿيا هئا. جاني به انهن مان هو. اهي ڳالهيون ياد ڪري هن وري پنهنجي ٻانهي ٻام ڏانهن نهاريو. پر جاني، اڏامندڙ دز ۾ ڪجهه نهاريندو، ڳوليندو رهيو، ۽ سنگهار سمجهي ويو ته، جاني پنهنجي ڪونڌر پٽ کي، اندر ئي اندر ۾ وري جيئارڻ ۽ سائس رهاڻ ڪرڻ جي ڪوشش ڪري رهيو هو.

# ٤

جانڻ جو راڄ صدين کان ڌرتي ۽ ٻنيءَ جي وچ ۾ وسيلو هو. گهڻو ڪري سڀ هاري هئا يا مالوند ۽ پورهيت. پنهنجا کير مکڻ، پنهنجي اَن پنهنجي ڌاس، پنهنجي ڪاٺ پنهنجي ڪپهه: هنن کي خدا جو ڏنو سڀڪجهه هو. ڪاٺي ٻي، واڄهه ونبون، ماهون، پهاڙا وڙهي، وري وجهي هر جوليءَ جي ٻر جهليندا هئا. زالون به سگهڙ — پنهنجي هٿ پاڻ ڪنهن، پنهنجي ڌاس مان ڪرزيون پاڻ ئي ڏاهين، پنهنجي اَن مان ڪُتا ۽ لونيون ڏاهين. اَنَ پيهي، گهر هاج لاهي، پاڙي جون زالون اٺٽ ۽ چرخا ڪٽي، ڪنهن هڪڙي گهر اچي گڏ ٿينديون هيون، ۽ پوءِ اٺٽ به پيو هلندو هو، ۽ رهاڻ به پيئي رڙهندي هئي. جهان جي ته هئي ۽ ۾ نه ڪنهيءَ ۾، جيڪڏهن ڏک سور هئن، تڏهن به پنهنجي راڄ جا. ڪٿائون ڪهاڻيون به پنهنجون، پنهنجي مال جون، پنهنجي کير پٽن جون، پنهنجي نيالن سيالن جون، پنهنجي ٻنين جون، فصلن جون، ڳائي ماهي ڦرن ٽڪرن جون. کين جي ڪا ڳڻتي ۽ اونَ هئي ته بس اجهو اها ته ڳوٺ مان ڪڏهن چار ڪڏهن ڇهه مڙس اوچتو وڃي ڪنهن لشڪر سان شامل ٿيندا هئا. جڏهن سومرا هوندا هئا ته سومرن جي سينا ۾، جي سما هئا ته سمن جي ڪاهوڙين سان. ڪي ورندا هئا ته سون سان ڪرزيون پري ايندا هئا، پٽ ۽ ريشم جا ٿاڪيا، ڪنجهي جا وٽا، ٽامي جا ٿالهه، ٿالهيون، چاندي مڙهيل جتيون ۽ هنا، پرت پريل ٿلهه ۽ جهولون... ۽ پنهنجن سنگتين جي سورهيائين دلاورين جون ڪهاڻيون. اهي جهانگي مانجهي جوان جن ته ڳوٺ جو نت نئون داستان هئا: هنن بابت نمڪين ۽ بيت، جون ڳاهيون ڪمپيون هيون.

ته سياري ۾ سوڙين ۾ ٻرڙجي، پوڙهيون پڪيون، جوان ۽
جوانڙيون ڪي اهي نيڻهن جا داستان وَر وَر ڪري ٻڌائينديون
هيون، ۽ جوان اهي ئي داستان ٻڌي وڃي لشڪرن ۾ شامل
ٿيندا هئا، ۽ جوانڙيون انهن ئي جوانن جا ويڻي اوسيئڙا
ڪنديون هيون.

پر جڏهن کان قنڌاري، مڪڙن جيان سنڌ تي وريا هئا،
تڏهن کان جڻ انهن داستانن جي ڪا ڪڙي وڃائجي ويئي هئي.
قصا ڪهاڻيون ۽ داستان اُتي ئي بيهي رهيا، اڳتي وڌي نه سگهيا.
انهن جي اڳ جي خبر هئي، پر پڇاڙيءَ جي ڪنهن کي خبر
نه هئي. پوڙهيون پڪيون هاڻ فقط پراڻا قصا، پراڻيون ڪٿائون
ڪنديون هيون، جن ۾ سنڌ جي مانجهي مڙسن جون رس رهاڻيون
هونديون هيون، ۽ پوءِ جڻ لوڪ هٿي چونديون هيون ته هاڻ
اهڙا مانجهي مڙس ڪٿي؟ اهي قصا ڪهاڻيون به ڪتنديون ٿي ويون،
زندگي هلندي رهي، فقط پوڙهين تائين محدود رهجي ويئي. ظاهر
ته ڪنهن کي سمجهه ۾ ڪونه ٿي آيو ته ڇو زندگيءَ جي ڪهاڻين
جي ڌارا روڪجي ويئي هئي، ڇو زندگي ماٺي ٿي، ڪٿي ٿمندي
ٿي ويئي. مڙسن جي منهن ۾ سرهائي ڇو نه هئي؟ اوسيئڙن ڪين
جهڙا جوان ڇو نه هئا؟ پر هنن کي هڪ ڳالهه ضرور اڻڄاڻ طور
ياد ٿي آئي. اڳي سنڌ ۾ قنڌاري ڪونه هئا؛ پنهنجا هئا؛ ڌاريان،
پراوا، اوپرا ڪي به نه هئا، ۽ هاڻ سنڌ ۾ جتي ڪٿي قنڌاري
هئا، جن پاڻ کي ڪڏهن ارغون ته ڪڏهن ترخان ٿي سڏايو؛
۽ هنن جي ڪڙي قنڌار جي رستي کان، يا ملتان جي رستي کان
ڪڏهن ايراني ٿي آيا ته ڪڏهن توراني، ڪڏهن تيموري ته ڪڏهن
مغل، ڪڏهن عراقي ته ڪڏهن شيرازي. ڪي مولوي بنجي ٿي
آيا ته ڪي مسجدن جا پيش امام. ڪي سوداگر بنجي ٿي آيا
ته ڪي سوديباز، ڪي لشڪري هئا ته ڪي هزاري ۽ پنجهزاري.
هنن سان هر ڪنهن ترخانن ۽ ارغون سردارن سان پنهنجي مٽي مائٽي
ٿي ڏيکاري، ڪي ماما ته ڪي چاچا، ڪي چاچي جا پٽ ته
ڪي ماسي جا؛ جنهن به فارسي ٿي ڳالهائي سو سرڪار جو مائٽ هو!

نئينءَ سرڪار جي سائي ۾ جانڪ جو راڄ ۽ ٻين پوزيشن
سان ماڪوڙين وانگر پوريو ڪندو رهيو. راڄ جي وڏڙن کي
ڪنهن ڪنهن ڦوڪ ڏني، ڇڏي تہ جوانن کي گهر کان ٻاهر
نہ ڪڍندا تہ حياتي ائين ئي ٻنان ڪنهن ٻاهر ٻرڻ جي گذري
ويندي. ٻڍڙن ۽ اها ڳالهہ ڪٿي ڳنڍي ٻڌي هئي. جوانن کي ٻاهر
جي هوا کان روڪڻ ڪاڻ، اڇا مڇن جي ساوڪ تي نڪتن تہ
کين پراڻائي تي ڇڏيائون، ۽ ننڍا نينڍا جوڙا پنهنجي وڻين سان
خوش، پنهنجي هٿرَ پنهنجي ڪيڙ ۾ جنبي ويندا هئا. پر جوانن
جي منهن ۾ اها سرهائي نہ هئي، جا هنن جي پنهنجي منهن ۾
جوانيءَ پوري هوندي هئي. هنن جي عمر جيئن جيئن گذرندي،
وئي، تيئن تيئن سندن منهن وڌيڪ آئيا ۽ هنسا نينڍا تي ويا،
۽ ٻڍڙا کين چئي ڏيندا هئا: "ابا، ڪو اهڙو واءُ وريو آهي،
جو اوهان ۾ اها ڳالهہ ئي ڪانهي، جا اسان ۾ هوندي هئي!"
هو کين سمجهائي بہ نٿي سگهيا، جو تو ڪيڪ ڳالهہ هميشہ سندن
چپن تائين اچي ئي ويندي هئي.

پر رت بدلي، ۽ واڌو منڊل ۾ رت جي ٻوءِ پرجي وئي.
ڪڪڪن جا لابارا هئا. ڪرا آن ڪان ٻنهہ. ڦاٽا ٿي. ڳوٺ جا سورا
ٻڙس اچي ڪرن اڳيان بيٺا. جنهن جيتري ٻني کيڙي، اهو اوترو
آن ڪٽندو. پورهئي جي ورڇ هئي، آن جي ورڇ ڪانہ هئي —
ٻہ داٿا هيڏانهن کي هوڏانهن. ساڳئي ابي ڏاڏي جو اولاد هئا.
آن جي داڻن نان کهڙيون لئيون ڪٽيون. لُهار کي
واڍي کي، رازي کي، ۽ مسيت جي مُلي کي وَٽ ڏني، باقي
آن ڳوٺ وارا پنهنجي پنهنجي ورڇ آهر گهر کڻي ويندا هئا.
هيلوڪو فصل بہ پل پلان جهڙو ٿيو هو. هاڪ ٻئي ٻيئي راڄن
۾ ٻوڙها پيرسن پاڻ ۾ چرچا گهٻا ڪري رهيا هئا تہ پريان منيءَ
جو هڪ واچوڙو هنن ڏانهن وڌندو آيو. واچوڙي ۾ گهوڙن جي
سنبن جو آواز هو، ڄڻ ڪو لشڪر چڙهندو ٿي آيو. جن مرسنن
جنگين وارا ڏينهن ڏٺا هئا، تن انهن سنبن جي آواز مان ئي سڃاتو

ته هي ڪي وهري وريا آهن. ڪين اهي آئتي وٺي ويٺي ته ننڍو
رت آهي، جڏهن ڪنهن ڳالهه تان بحثا بحثي ٿي ته رتو ڇاڻ
ضرور ٿيندي. ان ڪري ننڍن نينگن کي وڏن اها هدايت ڪري
ڇڏي ته ڪير به هجي، هنن مان ڪو سوال جواب نه ڪري
پاڻهي وڏا ڳالهائيندا.

اڃا هنن جوانن کي اها صلاح مس ڏني، ته ٻهريون سوار
ڪين نظر آيو. ترخان پري کان ئي پڌرو. هن جي پوشان پنجاهي ڪن
پيا ته ترخان هئا. هو همراه وڏي اچي ڪرن اڳيان لٿو، ۽ فارسيءَ
۾ ڪجهه چيائين.

”اسين اها ٻولي ڪانه ڄاڻون، جوان! سنڌي ڳالهاءِ ته
سمجهون!“ هڪڙي ٻڍڙي چيو.

سپاهين مان هڪڙو ڄڻو وڏي اڳيان آيو، ۽ گهوڙيءَ لاءِ
هو پنهنجي سردار مان ڪجهه ڳالهائيندو رهيو، ۽ پوءِ هنن ڏانهن
منهن ڪري چيائين: ”هي زمينون امير ڪوڪلتاش ارغون جون
آهن؛ انهن جي پيدائش به هن جي آهي. اسين اها ڪٺي آيا آهيون.“

هڪڙي ڳالهه نه ٻڌي نه سڻي؛ نه ٿي نه ٿيندي. هي ڪهڙو
واءُ وريو هو جو مالهن جو داڻو پاڻي به محفوظ ڪونه هو.
هڪڙي پيرسن ڄڻي ڳالهه نه سمجهندي چيو: ”ابا، اسين هتي
ايامن کان ويٺل آهيون؛ ابي ڏاڏي هتان جا آهيون. اسان کي
ته سڌ ئي ڪانهي ته هي ٻنيون کي ٻئي ڪنهن جون آهن!“

”هي زمينون اصل ۾ سمن جون هيون. سمن کان حڪومت
اسان ورتي آهي، ۽ ن زمينن جا مالڪ سما ڪيچ لڏي ويا آهن.
ان ڪري حضور جن هيءَ سڄي جاگير امير ڪوڪلتاش کي
عنايت ڪئي آهي،“ سپاهيءَ چيو.

”ابا، الله الله ڪريو. هي ٻنيون سمن جون وري ڪٿان
آيون؟ هنن ٻنين جي نه ڪا اڳي ڪنهن اسان کان گهُر ڪئي
آهي، نه ڪو گهرندو به. اسان جي ابن ڏاڏن هنن زمينن کي
ڪيٽون ڏيئي، جهنگ صاف ڪري سنئون پٽ ڪيو. اسان جي

وڏڙن هٿي هر ڪيڙيا، ٻوڪون ٻوڪيون؛ تنهان پوءِ اسان انهن کي
پنهنجو رت ست ڏنو، ۽ هاڻ اسان جو هي اولاد پيو انهن کي
سنڀالي. هر ڪهڙيون اسين، ٻئي ڪنهن ٻئي جي، سا ڳالهه ڪيئن
ٿيندي؟“ ٻيڙي جڻ ڪچهري سڄائڻ واري ڏنگ ۾ چيو.

سپاهي وري پنهنجي سردار سان پڇ ڳڇ ۾ لڳي ويو، ۽
پوءِ سڌو ٿي چيائين: ”سرڪار اوهان جي حقن تي ويچار ڪندي.
پر هيءَ زمين امير ڪوڪلتاش جي جاگير آهي، سو پيدائش مان
اڌ اُن جو آهي. باقي اڌ مان ٻه اڌ اوهان جو، اڌ سرڪار جو.“

ڳوٺ جي ماڻهن ۾ چوواڻو ٿي ويو. نوجوانن جي ڪاڙن
۾ جڻ نه چڪي پوندي ٿي وئي. سندن هٿن ۾ ڪنهن ٻاڻي
گهوڙائي ڪڍڻ لاءِ کهه ٿيڻ لڳي. پر ٻيڙن ڪين اکين ئي اکين
۾ ميڙون منتون ڪيون، ان ڪري لاچار ٿي چپ ڪري ويٺا
رهيا. سندن نظرون سپاهين ۾ ڪتل هيون. هو اهو ئي سوچي رهيا
هئا: مڙس مڙس جو ست آهي؛ اهڙا هي ڪهڙا آسمان تان لهي
آيا آهن، جو اڃين زوري اسان جو اَن کڻي ويندا.

ٻيڙا پنهنجي پاڻ ۾ جڻ پڇ ۾ لڳي ويا. هو ٻڙو سمجهي
ويا ته سپاهي جنهن مقصد لاءِ آيا هئا، تنهن کي پوري ڪرڻ بنا ن
رهندا ڪونه، ۽ پوءِ تنهن ڏينهن کي ڪيڏو جهليو. آخر هڪڙي
ٻيرسن سپاهيءَ کي سڌ ڪندي چيو: ”ابا، اها ڳالهه اڃين ڪانه
نبرندي. اوهين ٻري کان پنڌ پيا ٿا ڏسجو. لهو. ڄاڏو پاڻي ڪريو،
ٽڪ پيو. ڳالهه ڳالهه سان ڇٽندي، پوءِ ٻه آن اهو پيو آهي،
پڇي ڪونه ٿو وڃي!“

سپاهيءَ سمجهيو ته ڳوٺ جا ماڻهو ڍري ويا آهن. هو
واقعي وڏي منزل هٿي آيا هئا؛ هڙڙي صلاح لاءِ جڻ اڳيئي آڏا
هئا. هن پنهنجي سردار کي فارسيءَ ۾ اها ڳالهه سمجهائي. اُن
کٿي وچڻ لاءِ ڪين ڏڳي ڳاڏين جي ۽ وهٽن جي به ضرورت هئي،
سي ٻه ته ڳوٺ وارن کان ئي وٺڻا هئن. ان ڪري سياست کان
ڪم وٺڻ بهتر هو. اها صلاح ڪري هو اٿي پيا، ۽ اٿي ئي

تنهن هنن کي لکي ڏيا. ٻيڙن گهرن ڏانهن ماڻهو ڊوڙايا ته ڳوٺاڻن مانيءَ تهرائي ڪٺائي اچن. مهمان نوازي ته هنن جو مرڪ هو. ماڻهن ڏاڍيان ائين سمجهن ته پيلي سنڌين وٽ وياسون ته مانيءَ جي صلاح به ڪانه هنياڻون.

ڏيکيون چڙهي ويون، ڦيرون ڪسجڻ لڳيون، ۽ ڳوٺ جون زالفاڻون ٽوهن تي ٻڪڙن مٿان ڏڪڙ لاهڻ ويهي رهيون. پوڙها مڙس مهمانن کي مانيءَ ڪارائڻ کي لڳي ويا، پر ڳوٺ جا جوان جن اڄ خود پنهنجي وڏن کان باغي ٿي پيا هئا، سڀني مان جاڻن جي پٽ عمر کان، ويٺو ئي نٿي ٿيو. عمر کي ڳوٺ ۾ هوندن ئي اربيلو بيپرواهه، سڏيندا هئا. ڪنهن کي وٽ ئي ته ڏيندو هو. وڏن جي ته چوڻ ۾ ئي ڪونه هو. خود جاڻن به ڪوس ڪونه جهلپندو هو. چاچهنس نبو ته ڪلهو ڪلاڻو چوندو ونندو هو ته ”ادا، جڏهن کان ڇورو ٻه-ٽي پيرا شهر گهمي آيو آهي، اصل وڻ گهوڙو هڏڻ نٿو ڏئي. رڳو سنڌ سنڌ ڪري منجهي پيو آهي— سنڌي هيئن، سنڌي هوئن، ڄڻ سنڌ جو ڪاڄ مٿس جهلي پيو آهي!“

اڄ به عمر اڪ هڻي، پنهنجن ساٿين جيڏن کي ونجهه وٺيءَ واري پٽ تي گڏ ٽيڻ جي نينڊ ڏني. هڪڙو هڪڙو ٿي، وڏڙن جي نظر گسائيندو، کسڪندو ويو. جڏهن وڃارو مڙسن جو گڏ ٿيو، تڏهن عمر چيو: ”آءٌ اوهان کي اڳي ئي چوندو هوس ته هي ڏاڙيون نانگ ڪڏهن نه ڪڏهن اسان کي به ڏنگيندو. هاڻ ته پنهنجي ڪنهن پڌوَ، پنهنجي اکين ڏٺوَ- هاڻ ڇا صلاح آهي؟“

”جيڪا صلاح سڄي سنگت جي، پر وڏا ڇا چوندا؟“

”وڏا اهوئي چوندا جيڪي ترخانن کي چيائون. هيئر اڄ ڏيڻ تي راضي ٿيندا، سڀاڻي هو ٿي پٽيون ڪٺي ويندا، ۽ پرينهن ... پرينهن اسان جي اکين اڳيان اسان جي ننگن کي ڪاهي ويندا؛ انهن جي به ٻڌي ٿيندي ويرم ڪانه لڳندي!“ عمر جي اکرن مان جنسي باهه جا اُلا نڪري، سڀني ساڙڻ لڳا.

”ڌرتي اسان جي، پرڳڻو اسان جو، آن آباڻون اسان

۽ ڪٽي وڃن ڏاريان، آن کان ٻڏي مرڻ ڀلو،“ هڪ ٻئي جوان خفي ٿيندي چيو.

”سچ پڇ جي اڄ ماٺ ڪري ويهي رهياسون ته هر لاباري ميل، ٻرائي مال تي ڏوهي نراڙ تي، ترخان اڃا سڀڪجهه ٻهاري ويندا،“ هڪڙي ٻئي همراهه چيو، جنهن کي اڃا مڇن جي ساوڪ مس آئي هئي.

”۽ پوءِ.... پوءِ وارو اهڙو مال جو، وطن جو. جهڪا ڳنڍون مينهن پسند آهن، سا تهندي سرڪاري مال....“ عمر کان صبر ڪيو نٿي ٿيو. هو اڃا ڪجهه چوڻ تي هو، پر ڪجهه سوچي چپ ٿي ويو.

”هي ته 'مٿو پر، پنجي هيل' واري ڳالهه ٿي— ڇپي سما هتان لڏي ڪيچ هليا ويا، ان ڪري هيءَ زمين سرڪار جاگير ڪري ڪنهن کي ڏني آهي؛ ۽ اسان جي وڏڙن جا هڏا، جي پورهيو ڪندي هن ڌرتيءَ ۾ ڳڏجي مسجي ويا آهن، ڪمئون ڏيندي، هر هلائيندي، ڳنڍون ڪيندي، آرهڙن سيارن ۾ جو اسان پنهنجو رت ست هن ڌرتيءَ کي ڏنو، سو ڪنهن کي ياد ئي ڪونه ٿو پوي!“ هڪڙي جوان جهڙي شڪايت پيش ڪندي چيو.

”پهرين ڳالهه ٻڌي اٿو: مڙس اهي جي پنهنجي لڄن تان ڪهورجي وڃن. هيءَ ڌرتي اسان جي لڄ آهي. اسان جي جيجل ماءُ آهي، جيسين منهنجي سريءَ ۾ ساهه آهي، تيسين ته ڪو ترخان هجي ڪٽي ترخان جو بابو هجي، ان دائي ۾ هٿ ڪونه وجهندو. اوهين جي مون سان ساٿ نه ڏيندا ته آءٌ اڪيلو به هنن سان وڙهڻ کان نه مڙندس!“ عمر پنهنجو فيصلو ڪندي چيو.

جوانن ۾ چوٻولو پئجي ويو. ”اسين سڀ ساٿ آهيون. آن اسان جي لاش تان لنگهي ڪٽندا!“

”ته پوءِ اڄ ته پڪو نبيرو ڪريون، يا هو اسان کي ماري آن ڪٽي وڃن يا اسان جون ڪهاڙيون هنن جي رت سان رڱجي سراڻ چڙهنديون!“ عمر آنندي چيو.

سڀڪو پنهنجي گهران وڃي ڪهاڙي کڻي آيو. زالن جو
پنهنجي پٽن، پيرن ۽ گهوٽن کي ڪهاڙيون کڻندو ڏٺو، تڏهن
سندن سڀني ۾ ڳالهيون ساڻون ٿيڻ لڳا. يا الاهي خير، هي ويٺي ويٺي
نينگرن کي ڇا ٿيو؟ هي ڪهاڙيون ڇا لاءِ؟ هو پلئه کڻي ڏاڍي
در ٻاڏائڻ لڳيون. 'ڏاڍي منهنجا، پنهنجي رسول جي صدقي هنن
کي هر ويري کان بچائج!' هنن الائي ڪيتريون ٻاسون ٻاسيون،
الائي ڪيترا سوڻ آسوڻ ڪيا، رڳو ان لاءِ ته نينگر صحيح
سلامت موٽي اچن.

جڏهن ترخان ماني کائي واندا ٿيا، تڏهن سنڌي ڳالهائيندڙ
سپاهيءَ ڪنڌارن کي چيو ته، آن کڻي وڃڻ لاءِ ڳنڍيون به هنن
کي ڏيڻيون پونديون؛ ۽ هنن اهو به فيصلو ڪيو هو ته ٽن پٽهن
بدران رڳو اڌ ان کڻي ويندا جو هاريءَ جو حق جتي ڪٽي اڌ
حصو هو. پير مڙدن جا ڪنڌ هيٺ ٿي ويا. هن اندر جو هنن
وٽ سواءِ صبر جي ڪو به جواب نه هو. جڏهن سپاهي ان جي ڪرڻ
ڏانهن وڌيا، تڏهن هنن ويچارو مڙسن کي ڪهاڙين سان اڳي ٿي
اٿي بيٺل ڏٺو، جن هنن کي اهڙين نظرن سان ڏٺو، جن ۾ هاڻ
ڪا به مهمانوازي نه هئي.

پير مردن به پنهنجي نينگرن کي ڪهاڙين سان ڏٺو ته هو
به حيران ٿي ويا. جاڻن پٽ کان پڇيو "ابا عمر، هي ڇا آهي؟"
"بابا، اسان هي جيڏي جي ترخان آن کڻي وڃڻ ته
اهڙي حياتيءَ تي حيف آهي!"

جاڻن ۽ ٻيا به منجهي ٻيهي رهيا. ڳالهه جوانن جي سچي
هئي. ڪو وقت هو جو هنن به ترخانن سان چوڏون ڪاڍيون
هيون. وٽن ڇري ڇوندا آهن هت ته ڇمار ڇري تي پٽي هئي.
هن کي منجهيل ڏسي، سنڌي ڳالهائيندڙ سپاهيءَ چيو، "اجائي
رتو ڇاڻ ٿيندي مڙي وڃو!" هن آهستي چيو، پر سندس لفظن
جو دڙڪو ڪنهن کان ڳجهو نه هو.

اوچتو سردار پنهنجي ترار آپي ڪندي، گهوڙي کي اڙي

هئي. هوڏانهن ڪهاڙيون آيون ته پنهنجا نشانا ڳولڻ لڳيون.
پيرسن مان هڪ ٻه، ته اڳ ۾ مچ ڪري ٻارين وارن ۾ اچي
ٽڪجي ڪري پيا. ٻين هيڏانهن هوڏانهن ڏسي، ٻيو ڪجهه
نظر نه آين ته تنهن جا ڪلا، ۽ سڪل ٻانٺا ڪٽي ورتا ۽ پنهنجن
ٻچن سان گڏ وڙهڻ ٻيهي رهيا. راڙو راڙ مچي وئي. گهوڙن جي
هنڪارن، ترارين ۽ ڪهاڙين جي ٽڪرائڻ جي آوازن، ترخانن
جي رڙين، ۽ ڳوناڻن جي هڪان اهڙو هنگامو پيدا ڪيو، جنهن
جا پڙاڏا دور دور پهچڻ لڳا. عمر جي ڪهاڙي باهه جي رڄيءَ
وانگر ترخانن تي ڪڙڪڻ لڳي. جوانن ڪهاڙيون انهن تي هلايون،
جن ڪهاڙين ۾ ساهه پئجي ويو، ۽ باز وانگر هڪڙي شڪار
کي ڏک هڻندي، ٻئي ناٺن تي پهتيون. جانئ وٽ ڪوبه هٿيار
ڪونه هو. هڪڙي ترخان جو وار بچائي، هن ڪٽي چيلهه ۾ هٿ
وڌس، ۽ اوهه کيس ٻنهي هٿن ۾ کڻي، وٺي ٻين ترخانن جي وچ
۾ اڇلايائين. ترخان جي ترار هيٺ ڪري پئي، سا جهٽي نٽڙي تي
کنيائين، ته ٻئي هڪڙي ترخان جي ترار سندس ڏورو ڪپي
وئي. سور ڪان هو وري آيو ئي ويو. ان ترخان وري ٻيو
وار ڪيو، پر هن جي ٻانهن مٿي رهجي وئي. هڪڙي سنڌيءَ
جي ڪهاڙي سندس چيلهه ڪپي وئي. ۽ هو رنڀ ڪري منهن
ڀر زمين ۾ گڏجي ويو. جانئ جهٽ هڻي سندس ترار کسي ورتي،
۽ ٻاسي ۾ هڪ ترخان جي پٺ ۾ لنگهائي ڏني. ترخان اهڙي
ڪيڪ ڪئي، جو خود جانئ جا وار اڀا ٿي ويا. هن ترار ڇڪي
ڪڍي ته ترار سان گڏ ترخان به اچي مٿانئس ڪِريو. ٻي ٻانهن ٽڪيل
هجڻ ڪري هو پاڻ سنڀالي نه سگهيو، ۽ آنڌجي ڪِري پيو.
جوانن مان عمر ۽ سندس ٻه ساٿي سردار ڏانهن وڌيا، پر سردار
جي چوڌاري ترخانن اهڙو گهيرو ٺاهيو هو، جو جيڪڏهن ڪو
ترخان ڪريو ٿي ته هڪدم ٻئي ان جي جاءِ ٿي والاري. عمر
اڳيان وڌي بجاءِ ترخان تي وار ڪرڻ جي گهوڙي جي پٺ
تي وار ڪيو. گهوڙي کي ڏک لڳو ته اڳيون ٻئي ٽنگون مٿي

ڪئي، ڀوين ٽنگن ڀر ويهي، وري اٿڻ جي ڪوشش ڪرڻ لڳو. گهوڙي کي ٽوڙڻ لاءِ اهو وجهه ڪافي هو. عمر ۽ ٻه ٻيا همراهه گهوڙي جي وچ ۾ ڀڄي ويا. عمر جي گهوڙي سردار جي ٻانهن ڪاٺي وٽان ڪپي ويئي. سردار ڪريو، ته ترخانن ۾ ڏاڪوڙو مچي ويو، ۽ وار ڪندا، پوئتي هٽڻ لڳا. گهوڙي ٻه ته گذري ته گهوڙن کي اڙيون هڻندا، ڀڄڻ لڳا. ڀڄڻ ۾ ٻيا ته ڪنڌ ورائي پويان ڪونه نهاريائون.

زالن جو، ساهوڪار ۽ رڙيون ڪوڪون ڪنديون، سي ٻيڙين آگهاڙيون ڪرڻ ڏانهن ڀڳيون. اتي ڏٺي، جيڪي ڏٺائون، تنهن هنن جي هنيانءَ ۾ چڪ وجهي ڇڏيو، ۽ سڀڪا پنهنجي ڀاءُ ٻا مڙس کي ڪُٺلن ۽ ڦٽيلن ۾ ڳولڻ ۾ لڳي ويئي. ٽي ٻيڙسن، ۽ ٻه جوان سنڌين جا آفت مري پيا هئا؛ پنج ڇهه ڦٽجي پيا هئا. عمر کي جنهن ٽي ڏٺو؛ تنهن ٽي سمجهيو ته هو ڪو سچو ڦٽيو پيو هو، پر هن کي رڳو ڪاٺي وٽ هڪ ترار جو ڦٽ لڳل هو. باقي هن جي رت هن جا ڪپڙا رت ورنا ڪري ڇڏيا هئا. ترخانن مان نوَ ڄڻا ته مئا پيا هئا، ڇهه ڄڻا اهڙا ڦٽيل هئا، جو بچڻ جو آسرو ڪونه هو. ٽي چار ڄڻا پنهنجن ڦٽن کان ڪڇندا ڪرڪندا نظر آيا. انهن مان هڪڙي جي ٽنگ سٿر وٽان ڪپجي ويئي هئي. اهو سنڌي ڳالهائيندڙ ترخان هو.

جوان ٻوڙي گهرن مان ڪٺيون ۽ ڏنڊا ڪڍي آيا، ۽ لاشن ۽ ڦٽيلن کي گهر پهچائڻ لڳا. سڀني جي اکين ۾ هڪ عجيب چمڪ هئي، جنهن سنڌين منهن تي هڪ عجيب رونق آڻي ڇڏي هئي. سنڌين دليون پنهنجي ٿي سورهيائي کان سرشار هيون. ڪي البت اهو سوچي رهيا هئا ته هيل ته ان جا ڪرا ڀڃي ويا، پر آئينده ڇا ٿيندو؟ ڪوڪلتاش کي اهو نياپو مليو ته سانڊي وانگر ڳاڙهو ٿي ويندو ۽ بدلي وٺڻ لاءِ ضرور ڪاهي ايندو. ڦٽيلن کي گهر پهچائي، وري جوان به پاڻ ۾ سس پس ڪرڻ شروع ڪئي، ۽ پنهنجي ڳوٺ کي تباهي کان بچائڻ جون رٿون رٿي ويهي رهيا.

ڪوٽ ڏانهن ايندڙ رستن تي پهري ڏيڻ جون صلاحون ڪندي،
هن عمر جي هڪ رٿ تي عمل ڪرڻ شروع ڪري ڏنو. ان
رستي کي هنڌان نئين هنڌان سرنگهه، وانگر کوٽي، مٿان وري ٻٺا
۽ ڪک اهڙيءَ طرح سانداري ڇڏيائون، جو پريان ڪنهن کي
ٻه شڪ نه پوي ته انهن ڪکن هنڌان کي کاهون کوٽيل هيون.
جاني جي جون تي ڪوٽ جا پهريدار ٻه ڀاءُ صالح بدران
پنهنجين زمين ۽ پنهنجي آبروءَ لاءِ وڙهڻ لاءِ تيار ٿي ويا.
جاني ته ترخانن سان جهيڙي چڪو هو، تنهن کي پڪ هئي ته
ڪوڪلتاش حملو ضرور ڪندو. هن ويجهيءَ ڇڪ ۾ پنهنجن سورن
سنگتين کي چوائي موڪليو ته سچيئي ڏيکارڻ جو وقت اچي
ويو آهي، ۽ جنهن کي واهر ڪرڻي هجي، سو هليو اچي. ٿورن
ڏينهن ۾ هي ننڍڙو ڳوٺڙو چڱي موچاري ڇانوڻي ٻڻجي ويو. مالڪن
۾ هاڻ ڊپ ۽ هراس بدران ايمان ۽ ڪهنڊ مولي آيو هو. رات
جو پهري وقت همراهه ڪچهريون ڪندي، ترخانن سان ڪڏل
ڇوڙن جون ڪهاڻيون ڪٿي ويهندا هئا. چار پهر گذارڻ لاءِ سنڌ جي
سورهين بابت نژ بيت، ڳجهارتون ۽ پروليون سر ڪرڻ ويهي
رهندا هئا؛ ۽ پوءِ جڏهن فجر جي رنگ ايندي هئي؛ تڏهن سڀڪو
ڪلمو پڙهي مسجد جو رخ ڪندو هو. پنهنجي وڏڙن جون ڳالهيون
ٻڌي، ننڍن جوانن جا حوصلا جهڙن پوءِ ٽيڻن وڌندا ويا. هو روز
آنسنا ناهيندا هئا، مورچن تي ويهي دشمن جو انتظار ڪندا هئا،
ملهون ۽ ٻلهاڙا وڙهندا هئا، ۽ ڪڏهن ڪڏهن دشمن جي حملي
جا سانگ ڪري، پنهنجي رتائن جي اوڻاين کي ظاهر ڪندا هئا.

زائفائون پنهنجي مٿهن سڻهن جوانن ۽ وڏڙن جون چوٻوليون
ٻڌي پنهنجا آنسنا ناهيندڙيون هيون. پتارين کي ڏهي، سڏيون ڪٿي،
ٻه ٻه، چار چار گڏجي ڏڏ ولوڙڻ ويهنديون هيون ته ٻجهه سڀئي
سيبي، يا سگهن ۽ مٿهن مانٽين جي ڳالهين جي، پنهنجي مڙسان
جي سورهيائين جون ڳالهيون ڪنديون هيون. ڏڏ مکڻ کان واندڪائي ٿيءَ
کان پوءِ، هو هٿيارن کي هٿ ميهٽ ڪرڻ ويهي رهنديون هيون.

ڪهاڙين، ترارين ۽ ڀالن جون ساراهون هلنديون هيون، ڪَنن جي
چيڙن، ۽ ڦارن جي تجاهن جون ڪهاڻيون ڳائيون هيون.

ٻر دشمن هنن کان وڌيڪ حرفتي هو. ٿي مهينا گذري
ويا ٻر ڪوڪلتاش جا ماڻهو جن تہ آيا ئي ڪوڙا هئا. سندس
سپاهي، جيڪي ڏڪڪجي پيا هئا، سي بہ چڱا ڀلا ٿي، معافيون
گهري روانا ٿي ويا. ڪن جوانن جو خيال هو تہ ڪمن واپس وڃڻ
جي موڪل ئي نہ ڏجي، ٻر وڏڙن ان کي سنڌي سورهين جي شان
وٽان نہ سمجهيو، ڪين ڪير مڪو ڪارائي، رضا خوشيءَ سان موڪل
ڏني تہ وڃي پنهنجن ٻچن ٻيڙا ٿين. هنن بہ وڃي ڪوڪلتاش کي
ڳوٺ وارن جي تيارين، ۽ ٻري ٻري ڪان اهل سنڌي ٻروچن
جون خبرون ڏنيون هيون. ايترو وقت جو گذري ويو تہ ڳوٺ
جي ماڻهن کي هڪ ٿهندي ويئي تہ ترخانن شايد پنهنجي غلطي
محسوس ڪئي هوندي، يا سرڪار بہ ڪين اهڙي ظلم تي لعنت
ملامت ڪئي هوندي، ان ڪري ترخان وري ڳوٺ جو رخ نہ
ڪندا. هنن جون چونڪيون ۽ پهريداريون هري هري ئي سست
ٿينديون ويون. ٻاهريان ٻار دوست ساڻي سڄڻ بہ موڪلائي وڃڻ
لڳا، ۽ ڳوٺڙو وري امن ۽ سکون جي حياتي گذارڻ ۽ پنهنجي
ٻورهئي ۾ مست رهڻ لڳو.

محرم جي ڏهين تاريخ هئي، ڳوٺ جي ماڻهن مان اڌ کان
مٿي ماڻهو روزائتا هئا. ٺٽي مان هڪ وڏو مولوي وعظ ڪرڻ
لاءِ گهرايو هئائون. سانجهي ٻانگ کان ٿورو اڳ، ماڻهو هري هري
ٿي مسجد ۾ گڏ ٿيڻ لڳا. جن جوانن کي چونڪين ۽ مورچن
تي رهڻو هو سي بہ اڄ ٺٽي جي مولوي صاحب جو وعظ ٻڌڻ
ڪاڻ مسجد ڏانهن رڙهي آيا هئا. سج جو آڌري ڪيرڻو، روزائتن
جي منهن تي شڪراني جو ٻاچو وجهندي مسجد جي گنبذن کان
گهڻو دور، سنڌ ساگر ۾ سمائجي ويو، ۽ ملون ٻانگي پنهنجي پرسوز
آواز ۾ ٻانگ شروع ڪئي: "الله اڪبر، الله اڪبر، الله اڪبر
الله اڪبر، اشهد ..... ..." اوچتو ٺڪاءُ جو آواز روڪجي

ويو. ۽ گهڙيءَ ساعت کان پوءِ ”لاالله“ جي آواز جو سوز هڪ نئين معنيٰ سان سمورن ماڻهن تي ڇانئجي ويو، ۽ ديهو چاڙهيءَ جي ڏاڪي تان ٿڙندو ٿاٻڙندو اچي ڪن نمازين جي وچ ۾ ڪريو. هڪ تير سندس نڙگهٽ ۾ ڪتل هو، ۽ هن جو ساهه ٻنگ جا آخري حرف الاپڻ جي ڪوشش ڪري رهيو هو. ان ساڳيءَ گهڙيءَ ۾ زالن ۽ ٻارن جون ڪڪون آسمان ڏارڻ لڳيون. گهوڙن جون هڻڪارون، هٿيارن جا ٺڪا، ۽ سوارن جون هڪلون، دز ۽ مٽيءَ جي غبار سان گڏجي، قيامت ۽ محشر جو غوغاءُ بڻجي ويون. جوان هڪدم پنهنجن مورچن ڏانهن ڀڳا؛ ڪي پنهنجي گهرن ڏانهن ڊوڙيا؛ ۽ ڪي پيرسن اتي ئي سجدي ۾ ڪري ڏٺيءَ در پاڏائڻ لڳا. ڪنهن کي به پنهنجو هوش نه هو؛ پيرين اگهاڙا، هٿيارن بنا هرڪو پنهنجي منزل ڏانهن وڌي ويو. پر ترخان هيل ڪنهن ڪوٽ تي ڪاهه ڪرڻ بدران وڏيءَ جنگ لاءِ سنبري آيا هئا. مسجد مان نڪرڻ تي ڏٺائون ته ترخان ماڪڙ وانگر ڪوٽ ۾ ڦهلجي ويا هئا، ۽ جيڪو ٿي سامهون آين، ان تي هڪ ئي وقت ڏهه ڏهه ته ترارون ۽ ڀالا لٿي ٿي پيا. جوان مورچن تي پهچڻ کان اڳ ڌڪجندا، ڦٿجندا، ڪرندا ويا. ڪن جوانن مڙمي ڪري ڪنهن نه ڪنهن ترخان کي گهوڙي تان لاهي، ڪو ڀالو ڪا ترار هٿ ڪري وڌي، ۽ ان طرح سان وڙهندي وڙهندي پنهنجن مورچن ڏانهن وڌڻ لڳا. پر ترخانن جي ڪثرت خلق هزارن جي تعداد ۾ هئي. انهن سان وڙهي پوري پوڻ اڻ ٿيڻي هئي ......... ۽ پوءِ جڏهن ترخانن گهرن ۽ لوڙهن کي باهيون ڏيڻ شروع ڪيون، تڏهن سپاهي جون همتون جواب ڏئي ويون. پنهنجن ٻچن کي بچائڻ لاءِ هرڪو پنهنجي پنهنجي گهر ڏانهن ڀڳو. هڪڙو ترخان گهوڙو ڊوڙائيندو وڌي واڪ چوندو ويو: ”سنڌيو، پنهنجي زالن ۽ ٻارن جي جان پياري اٿوَ ته پيش پئو ......... !“

جڏهن هاهڙ ڊري ٿي، تڏهن امير ڪوڪلتاش اڳيان ويهارو ڪن جوان، ۽ ڪوٽ جا سمورا پيرسن ڪنڌ جهڪايو بيٺا

هئا. ستر آهي مڙس ته ترخانن جي قتل عام جو شڪار ٿي چڪا
هئا. ڪوڪلتاش جي منهن تي عجيب مرڪ هئي. هن هڪڙي
ترخان ڏي اشارو ڪيو. ترخان اڳيان وڌي سنڌيءَ ۾ چيو:
"اوهان جي ڳوٺ جو ڀريو مڙس ڪهڙو آهي؟"

ڳوٺاڻن جون نظرون ڄاڻ ڪي ڳولڻ لڳيون. پر ميڙ ۾
ڄاڻ ڪونه هو. پاڻ ۾ سس پس ڪندي هنن ڀرسن حاجي خالقڏني
ڏي ڪنڌ اڳيان ڪيو.

"سو تون آهين هتان جو ڀريو مڙس؟" ترخان چڙ ٺوڪ
هڻندي چيو.

"ابا، جهڙا سيڻي جي صلاح، سان منهنجي ........"
ترخان فارسيءَ ۾ امير ڪوڪلتاش سان ڳالهائڻ ۾ لڳي ويو.
ڪجهه دير کان پوءِ وري ڳوٺ وارن ڏانهن منهن ڪري چيائين:
"حضور جن اوهان جي اڳين سرڪشيءَ تي سخت ڪاوڙيل
آهن. پر خدا جي خوف، ۽ حضور قبلا مرزا باقي بيگ جي
رعيت پروريءَ کي خيال ۾ رکي، هي فيصلو ڪيو ويو آهي ته
يا ته اوهين سڀ هيءُ ڳوٺ ۽ زمينون خالي ڪري هتان هليا
وڃو، يا هت رهي، حضور جن جي زمين تي هارين وانگر رهي،
اڌ پيدائش جو سال بسال حضور جن کي ڀتي ڀڃائي ڏيو!"

ڪنهن به جواب ڪونه ڏنو. جوانن مان ڪيترن چيو ته
هو لڏي وڃڻ لاءِ تيار آهن، پر ڀرسن ان تي راضي نه ٿيا. اباڻا
ڪک ڇڏي ڪٿي دربدر ٿيو! ٺيڪ صلاح ڀلي ته اڌ اَنُ ڏيڻ
لاءِ راضي ٿجي. حاجي خالقڏني چيو: "ابا، آهي ته انڌير، پر
اسين اڌ اَن جو ڀڃائي ڏينداسون!"

سپاهي وري امير ڪوڪلتاش سان ڳالهائڻ ۾ لڳي ويو-
۽ پوءِ وري چيائين: "حضور جن اوهان جي جواب کان خوش
ٿيا آهن. پر اڳين شورش جي عيوض، پنج ڪنواريون نينگريون
حضور جن جي حرم لاءِ پيش ڪريو!"

هن اڃا پنهنجا لفظ ئي پورا مس ڪيا ته عمر لوهار پاڻي

ڪٽي ڇڪي وڌس. اهو سمجهه ايترو اوچتو ٿيو، جو ڪنهن کي
به سمجهه ۾ نه آيو ته ٿيو ڇا. ترخان جي رنبي جڳ وري سپاهي
کي هوش ۾ آڻي ڇڏيو. ترخان جي پنهنجي ترار سندس پوٺ
جي آرپار اڪري ويئي، ۽ هو آتي ئي ڪُنڌل ڏکي جيان ڌرتيءَ
۾ لٽڙيون پائڻ لڳو. جيڏيءَ مهل عمر ترار ڇڪي ڪڍي ته
ڏم پالا سندس سپاهي جهو گهيرو ڪري بيٺا هئا. عمر پنهنجي
چوطرف نهاريندي، ترار ڦٽي ڪري ڇڏي.

گهڙيءَ لاءِ ماٺ ٿي ويئي. ڪوڪاتاش جو منهن ڪاوڙ
کان اوڏو ڪارو ٿي ويو، ۽ هو فارسيءَ ۾ گاريون ڏيڻ لڳو.
هن جي حڪم تي عمر کي رسن سان چوڪنيو ڪٽي ٻڌائون.
پوءِ هڪ ترخان اڳيان وڌي چيو: ”حضور جن اوهان تي رحم
ڪاٺي، اوهان کي ڳوٺ ۾ رهڻ جي اجازت ڏني. هي ان جو بدلو
نا ڏيو. هن ڪميڻي هاڻ حضور جي دل مان رحم پاڙون پٽي
ڪڍي ڇڏيو آهي. هن کي سزا خود حضورجن تجويز ڪندا.
اوهان لاءِ هي حڪم آهي ته ڳوٺ ۾ جيڪو به اَن آهي، سو
آڻي پيش ڪريو. سون کي حضورجن نوازش ڪري هن ڳوٺ
جو عامل مقرر ڪيو آهي. اڄ سو سپاهين سان هت ڇانوڻي ڪٽي
رهندس. جيئن اڄ اوهان سنڌين کي اطاعت ۽ فضيلت سيکاريان.
ياد رکو، منهنجو نالو شهباز خان آهي، جنهن کان شيطان به
پناهه گهرندو آهي. هاڻ وڃو، ڪرن ۾، گهرن ۾ پانڊن ۾ جيڪو
به اَن آهي، سو گاڏين تي لڏي حضور جن سان روانو ڪريو.
جنهن به گهر ۾ ڪو هٿيار هجي، سو به ڇانوڻيءَ تي پهچايو،
۽ ياد رکو، ڪنهن به ماڻهو ڪا سرڪشي ڪئي آهي، سرڪاري
حڪم جي انحرافي ڪئي آهي، ته ان جي گهر جي سمورن ماڻهن،
زالن ۽ ٻارن کي اڄ ٺٽي جي بازارن ۾ نيلام ڪندس. وڃو،
ڪتؤ! اڃا بيٺا آهيو!“

هن جي اشاري تي ترخان سپاهين، پالن جي نوڪن سان
گهرن ڏانهن وڌڻ جو اشارو ڏنو. سب ڪنڌ هيٺ ڪري پنهنجي

پنهنجن گهرن ڏانهن وڌڻ لڳا. عمر جا ڪي ساٿي سنگتي ڪجهه وقت بيٺا رهيا، پر ترارين ۽ ڀالن جي ڇوڪن هنن کي، به پنهنجي ٻارڪي ڇڏڻ لاءِ مجبور ڪري وڌو .

ڪيترا گهر سڙي ويا هئا. گهڻين مان لاشن ۽ ڦٽيل همراهن کي ڪڍندي ئي ڪين فجر ٿي ويئي. جانڪ اهترو ڏکجي پيو جو ڀهرين ته سوني سمجهو ته وجي ڏٺيءَ در پرتو. سڄي رات مختلف گهرن مان دانهن، ڪوڪن ۽ رڙين جا آواز ايندا رهيا. ههڙي قيامت جهڙي رات ته هنن شاهه بيگ واري واردات پيري به ڪانه ڏٺي .

فجر نماز تي جڏهن نمازي آيا، تڏهن مسجد جي ٻاهران ڪوهه تي هنن جيڪي ڪجهه ڏٺو ، تنهن سندن ڦڦن تي نسورو لوڻ ٻرڪي ڇڏيو. ڳوٺ جو شهزور جوان عمر ڪوهه ۾ اُبتو ٽنگيل هو . جڏهن ڪيس ڪوهه مان ڪڍيائون تڏهن هن ۾ اجا ساهه باقي هو . پر هن جي بدن تي جتي ڪٿي ڏنڀن جا نشان هئا، جتان ڪچو ڪوشت سڙي نيرو ٿي ويو هو، ۽ ڪٿان ڪٿان ان نيري رنگ مان رت جا ڦڙا ٻڙڪي ٻاهر ٿي نڪتا. جتي سندس اکيون هيون، اتي هينئر ڪچي ڪوشت جا ٻه ڀوت ٻاهر اڙڪي بيا هئا. هن کي مسجد جي هڪ ٽڪ تي سهاري ، حڪيم ڏانهن ماڻهو ٿي ڊوڙايائون ، تڏهن هن پنهنجو ڏڪندڙ هٿ مٿي ڪري ڪين منع ڪئي، ۽ پوءِ هنن جي ڏسندي ڏسندي، عمر جي چپن مان ”جيئي سنڌ!“ جو جهيڻو سڏ، هن جو ساهه ٻڌجي، عرش آڏامي ويو .

جڏهن جانڪ پنهنجي هن ڪونڌر پٽ جو اهو حال اکين ڏٺو، تڏهن الائي ڇو هن آهه به نه ڪئي. هو اهترو ڦٽيل هو، جو هن لاءِ اٿڻ به محال هو. پر ان جي باوجود هو ست ڏيئي اٿي بيٺو ، ۽ جهڪي سندس لاش تي. چمي ڏيندي ، آهستي آهستي ٻڌڪندي چيائين.... ”ابا، سنڌ کي پرڻين...... ڏٺي ڪي پرڻيو!“

# ۵

پرهه جي ٿڌڙي هير ٿي مٿان ائين گهلي رهي هئي ڄڻ
ڪا سڄڻي پنهنجي ننڊاکري ساجن کي پلئه سان واءُ ڪري رهي
هجي. مٺا مٺا سيءَ وڻن جي پنن کي ماڪ جي موتين سان رهائي
ڪرائي لڳا، ۽ سنڌ[1] جي وڻن ۾ اهي ماڪ جا موتي ڄڻ سنڌ
جي دکن تي آسمان جي مالڪ جا لڙڪ پئجي ويا هئا. پوڙهي
ٻيبي خانم امير خان جي خوابگاهه ڏانهن ويندي، چپن ۾ ٻڙڪندي
ٿي وئي. ديوانخاني ۾ غاليچي تي جهمل رت ۽ ڀڳل جامن
صراحين جا ٽڪر ڏسي هن کي راتوڪي رات ياد اچي وئي
سليمان جو ننڍو نيل مڙهه جڏهن پهريدارن کنيو هو، تڏهن ائين
ٿي ڀانيو، ڄڻ ته هو ڪو مٽيءَ جو مثل هو. منجهانئس هڪ
گندي باس سڄي محل ۾ ڦهلجي وئي هئي. سندس اکيون ڪنهن
اچرج کان ڦاٽل هيون، ڄڻ مُردي کي پنهنجي مئل هجڻ جو
يقين ئي نه هو. سندس چپن تي ڪنهن ڪجوراڙيءَ جون ڪڙيون
ٻڌجي ويون هيون. امير خان هڪ ـ ٽڪ هن جي منهن ۾
نهاريندو رهيو هو. خود امير خان جي منهن تي ڄڻ ڪنهن
تازي هيٺ ماري ڇڏي هئي. سندس اکيون، جهڪي هونئن ئي
انگوريءَ[2] کان پوءِ، اڌو کاريون بند رهنديون هيون، سي اڳهين کان
اڳريون کليل هيون. پيڙي ٻيبي خانم کي مٿس ڪهل اچي وئي
هئي. هن امير خان کي ڪڏهن به ايترو ڏٻل نه ڏٺو هو. هن جي
پرسان پهچي، جڏهن ڪيس هٿ لاتو هئائين، تڏهن هو مرڪ جي
سڪل پن جيان ٽڙڪڻ لڳو هو، ۽ ٻيبي خانم ڏٺو هو ته هن
اکين جي ڪنڊن ۾ لڙڪ پرجندا ٿي آيا. ٻيبي خانم جي هينئين

۾ ڪو ڪهڙو سور جاڳي پيو، ۽ هن دل ئي دل ۾ ڏئيءَ در
ٻاڏائيندي، هن جي وڏيءَ عمر لاءِ دعا گهري هئي. هن جي پيڙ
اُره ۾ هن ترخان لاءِ مامتا جهڙا لطيف لهرون جاڳي اٿيون هيون،
۽ سندس هٿ وڃي ڪمري خوابگاهه تائين وٺي آئي هئي. ڪمري
پلنگ تي ويهاري، هو ليليٰءَ ڪي وٺڻ لاءِ، هن جي ڪمري
ڏانهن وڌي آئي. ليلي پنهنجي ڪمري ۾ پنهنجي پلنگ تي اڌ
ليٽيل هئي —— سندس ڊگها وار وهاڻي تان ورڪي، پلنگ کان هيٺ
لڙڪي رهيا هئا، سندس اڌ کليل اُره ٻن ترسيالي ڪان ڍڪي
رهيو هو، سندس اکيون ڇت ۾ لٽڪيل فانوس ۾ کتل هيون،
سندس هڪڙو هٿ هنڌ جي ريشمي چادر تي بيسڌ ٿيو پيو هو،
۽ ٻيو هٿ سندس دل تي اونڌو رکيل هو. ٻيبي خانم هري هري
تي، اچي سندس سيرانديءَ کان بيهي رهي، ۽ آهستي آهستي
پنهنجي جهور پوڙهي گهنجيل هٿ سان هن جي وارن ۾ آڱريون
ڦيرائڻ لڳي هئي.

”ڌيءَ، اڄ تون بيحد اداس آهين. وڃ، وڃي سندس دل
وندراءِ!“ پيڙي ٻيبي خانم جي آواز ۾ التجا هئي.

”آءٌ نه وينديس هن وٽ! هو ڪانئر آهي، بزدل آهي؛
هن مون کي هڪ سنڌيءَ اڳيان بي پردو ڪيو آهي، آءٌ نه وينديس
......“ ليليٰءَ جي اکين ۾ ڳوڙها اچي ويا.

ٻيبي خانم سمجهي پئي. هن کي ليليٰءَ جي هوڏ جي خبر
هئي. هن جڏهن ڪنهن وقت لاءِ زور پريو ته هوءَ خنجر پنهنجي
پيٽ ۾ لنبي ڏيندي. پر امير خان اداس هو، سندس دل گهايل هئي،
ان تي دلداريءَ جو پهو رکڻ فقط ليليٰءَ جي هٿ ۾ هو. هن
جي اندر جي عورت جاڳي پئي، ۽ هن چيو: ”اڄ تنهنجي اکين
۾ چمڪ پئي ڏسان؛ تنهنجي اُره جي هيءَ مونجهه، مون اڳ ڪڏهن
به نه ڏٺي آهي؛ سچ ٻڌاءِ، سنڌيءَ ڪي دل ڏئي ويٺي آهين؟“

ليليٰءَ کي ڄڻ ڪنهن نانگ ڏنگي وڌو: جنهن پهڙا کي
اڃا هوءَ سمجهڻ جي ڪوشش ڪري رهي هئي، سا هڪ تير

ٻنهي هن جي دل ۾ چڻڪ لڳي، هڪ ڄرُ ٻنهي هن جي جسم
کي ساڙيندي وئي، ۽ هوءَ ان جي لهس کان آپي ٿي وئي.
سندس اکين مان چڻ نظر گم ٿي وئي، ۽ بنا ڪنهن ديد جي
هوءَ بيبي خانم کي گهورڻ لڳي. پر هن جي اکين ۾ ترڪستان
جا وسيع ميدان هئا، تناور وڻ هئا، وحشي اڻ پاليل گهوڙا هئا،
موڪرين ڇاتين، مضبوط ٻانهن ۽ نمرين اکين وارا دلاور مڙس
هئا — ۽ پوءِ هن جي اکين ۾ سوڀل موتي آيو. هن جي اکين
۾ لڙڪ موٽي آيا، ۽ چپن تي ٻهه ٻهه، ڪندڙ مرڪ موٽي آئي.
هن جي اکين ۾ ديد ٻه موٽي آئي، ۽ هن بيبي خانم جي ڪلهي
تي هٿ رکندي چيو هو: "ها، بيبي خانم! آءٌ چاهيان ٿي ته
ان سنڌيءَ جي ڇاتيءَ ۾، مضبوط ٻانهن ۾ ۽ نورين اکين ۾ سمائجي
گم ٿي وڃان. بيبي خانم، جيجل! مون کي اهو سنڌي آڻي ڏي،
يا مون کي ولس پهچائي اچ!"

"آهستي ته ڳالهاءِ ڇوري! امير خان جي ڪنن تي ڀڻڪ
پئي ته توکي مون کي گهاڻي ۾ پيڙائي ڇڏيندو!" ٻڍڙيءَ کي ڀَوَ
کان ڏڪڻي وٺي وئي. ترخانن جي ڪاوڙ ۽ غضب کان هو
واقف هئي. چنگيز ۽ هلاڪوءَ جي اولاد کي هن پاڻ ٻه ته لوليون
ڏٺي، مڇن جي ساوڪ ڏني هئي.

"مون ........، ٻڌندو ته ڇا ڪندو، اهو ٻزدل!" ليليٰءَ
نفرت مان چيو؛ ۽ پوءِ پنهنجي آرهه سان ارڏائي ڪندي، ان کي
ڪنڌائيندي هن چيو هو: "اڄ کان پوءِ هي آرهه، هي ٻانهون
هڪ نئين انتظار، نئين اوسيئڙي ۾ رهنديون؛ امير خان هاڻ هنن
کي هٿ به نه لائي سگهندو ........"

هن اڃا جملو پورو مس ڪيو هو ته دروازي تي امير خان
کي بيٺل ڏٺائون. بيبي خانم سڪل پن جيان ڏڪڻ لڳي، ۽
هن کي ليليٰءَ جي سر جو خير نظر نه آيو. امير خان اندر آيو،
اکين ئي اکين ۾ بيبي خانم کي وڃڻ جو اشارو ڏنو. هوءَ ٻاهر
هلي وئي هئي، ۽ هينئر جڏهن هوءَ موٽي هن جي خواب گاهه

ڏانهن وڌي رهي هئي، ننڍڙن دل ئي دل ۾ مرڪڻ لڳي هئي.
هوءَ روز ليليٰءَ جي سيني تي امير خان کي ستل ڏسڻ جي عادي
ٿي وئي هئي ۽ اهو منظر هن کي ڏاڍو وڻندو هو. ڪيترو وقت
ٻن خوبصورت جسمن کي پاڻ ۾ ويڙهيل سيڙهيل ڏسندي رهندي
هئي، پوءِ اڳتي وڌي، چادر سان کين ڍڪيندي، سڌ ڪري
جاڳائيندي هئي. اڄ به ساڳئي منظر ڏسڻ لاءِ هوءَ مرڪندي،
خوابگاهه ۾ داخل ٿي، پر هنڌ خالي ڏسي، کيس راتوڪي ڳالهه
ياد اچي وئي. هوءَ ليليٰءَ جي خوابگاهه ۾ پهتي ته اتي ليليٰءَ
کي به اڪيلو ستل ڏٺائين. هن کي هڪ ڌڪ پهچي ويو: مٿان سندن
وري ڪا بغاوت ڪئي آهي، ۽ راتو رات مرزا باقي بيگ کيس
سڏايو هجي. پهريدارن کان پڇڻ کان سواءِ، هن گهوڙن جي
ڪُڙهه ڏانهن رخ رکيو. اميرخان جو ابلق سڀني گهوڙن کان جدا
هڪ خاص ڪُڙهه ۾ ٻڌل هوندو هو. اتي پهچي، هن ڪُڙهه
جو ڪرسڻ هٽايو. گهوڙن جي ٻيرن وٽ، ليڏ جي ڍير تي امير خان
ستل هو، ۽ سندس پيرانديءَ کان ادراڪي ويڙهيو سيڙهيو ستو
پيو هو. امير خان جي وارن ۽ ڪپڙن تي لڏ ٿڦيل هئي؛ سندس
هڪڙو ڪپل نه تازي ليڏ سان ليٿل هو. بيبي خانم ويجهو وڃي
پهرين ادراڪيءَ کي اٿاريو. ادراڪي ڇرڪ ڀري اٿي ويٺو.
بيبي خانم کي پاڻ ڏانهن گهوريندو ڏسي، سندس هوش حواس
درست ٿيڻ لڳا. هن بيبي خانم کي ٻڌايو ته رات امير خان اوچتو
هن جي ڪوٺيءَ ۾ آيو هو، ۽ هو وري ديوان خاني ۾ موٽي
آيا هئا. ڪجهه دير امير خان انگوري پيئندو، راڳ ٻڌندو رهيو؛
پوءِ ڪُڙهه ۾ اچي گهوڙي جي ڪڇيءَ ۾ ٻانهون وجهي، ڳالهيون
ڪرڻ لڳو هو، ۽ کيس ائين ئي اتي ننڊ اچي وئي هئي.

بيبي خانم ادراڪيءَ کي موڪلي، هڪ صاف چادر گهرائي
ورتي. پنهنجي ڳنديءَ جو پلاند آلو ڪري، هن آهستي آهستي
امير خان جو منهن ۽ وار صاف ڪرڻ شروع ڪيا. ٿڌي ٿڌي
پاڻي لڳڻ سان، امير خان پاسو ورائي وري سمهي رهيو. بيبي خانم

لاچار ڪمس ڳونڌاڙي جاڳائڻ جي ڪوشش ڪرڻ لڳي. لهٽ امير خان
اکيون کوليندي، پنهنجي چوڌاري نهاريو، پاڻ کي ڪمري ۾، ليڏ
مٿان ستل ڏسي، هن چيو: ”اسان کي هت ڪنهن آندو؟“

ٻيبي خانم ڪوبه جواب نه ڏنو ۽ فقط صاف چادر کڻي
سندس ڪلهن اڏو ڏنائين. هري هري ڪري رات جا سمورا
واقعا امير خان جي دل تي هري آيا...... ۽ ڪاوڙ کان هن جون
مٺيون ڀڙڪنديون ويون. هو چادر ڌڪي، هلي ديوانخاني تائين
آيو. غاليچي تي پهل رت کي ڏسي، ۽ هن کي پنهنجي وفادار
خواجه سرا سليمان جي يادگيري اچي ويئي، ۽ هن ٺاڙي جميل
رت مان ڇنڊي پڙي، ترڻ ۾ ملندي، پنهنجي منهن تي مکي
چڙهيو، ۽ پڪندي چيائين ته ”آءٌ پنهنجي ٻيءَ جو ۽ تنهنجو
بدلو ضرور وٺندس، سليمان! مون کي قسم آهي پروردگار جو،
آءٌ بدلو ضرور وٺندس!“ هن تاڙي وڄائي، پهريدارن کي گهرايو،
۽ ڪين ڏهوڙو منبرائڻ لاءِ چئي، پاڻ تڙ ڪرڻ هليو ويو.

مرزا باقيءَ جي محل ڏانهن ويندي، هو پوئينءَ رات بابت
سوچڻ لڳو. جيئن جيئن سوڊل ياد ايندو ويس، تيئن تيئن هن جي
رت جو دورو تيز ٿيندو ويو. هن کي ليلي ياد اچي ويئي، جنهن
چيو هو ته ”آءٌ توکي پاڻ وٽ سمهڻ تڏهن ڏينديس، جڏهن ان
سنڌيءَ کي گرفتار ڪري منهنجي اڳيان پيش ڪنديءَ!“ ۽ پوءِ
ڳڪار مان خنجر جي نوڪ سان هن کي پنهنجي خوابگاهه مان
ڪڍي، دروازي کي ڪڙو ڏيئي چڙهيو هئائين.

مرزا باقي بيگ اڳي ئي هن جي انتظار ۾ هو، ۽ پڙيان ئي
چيائينس: ”امير خان توجهڙن دلير سردارن جي هوندي، ترخانن
ارغون کي هڏيون بي عزتيون سهڻيون ٿيون پون. ترخان
اميرن کي جاگيرن تان آن ڪولا ٿو ملي. ڪوڪلتاش جهڙي
سردار کي گهر ويٺي سنڌي بيعزتو ڪيو ٿا وڃن. هت ٺٽي ۾
اسان کي ڪلاڙيو ڪلاڙيو ڪاريون ٿيون مان. آخوند صالح دارالعلوم
۾ فارسي پڙهائڻ کان انڪار ڪرڻ جي جرات ٿو ڪري، ۽

اسان جي فرمان جي جواب ۾ اسان کي نصيحتون ٿو ڪري!"
امير خان ڪنڌ جهڪائي ٻيهي رهيو. لهڏيءَ اڪ سان ڪوڪلتاش ارغون، خسرو خان، برق انداز خان ۽ مرزا باقي بيگ ڏانهن ڏنائين. سڀ ڏپ‌کان چپ هئا. مراز باقي پنهنجي ڏاڙهيءَ ۾ مٺ وجهندي چيو: "اسان کي سلطنت جون ڳالهيون سنڀالڻيون آهن، اسين گهترو وقت انهن ننڍين ننڍين شورشن کي منهن ڏيندا سون، جيڪڏهن اهي حال رهيا ته سنڌي اسان کي جوتا هٿي وري قندار پهچائي ايندا. هوڏانهن شهنشاهه ڏن نه ماڻ ڪري چتو ٿي پيو آهي، ۽ ڪالهه ايلچي آيو آهي، ته ظل سبحاني لاهور ۾ منزل انداز آهي ۽ اسين وچي سندس قدم بوسيءَ لاءِ حاضر ٿيون. هن‌کي کهڙي خبر ته ترخانن ۽ ارغونن جو خون پالي ٿيندو وڃي، ۽ هو گاريون کائي چپ ڪري ويهي ٿا رهن، ۽ هر ڳالهه جو تدارڪ اسان‌کي ڪرڻو ٿو پوي. امير ڪوڪلتاش جي جاگير جي بحاليءَ لاءِ اسان کي ڪهس لشڪر ڏيڻو پيو، ٺٽي جي سمدن جي ايڏي مجال ٿي آهي، جو ترخانن‌کي پنهنجي محلي مان نٽا لنگهڻ ڏيڻ جو هو داروں ئي گهرن ۾ گهڙي ٿا پون. ويندي ڪافرن جي ايڏي همت ٿي آهي جو پنهنجا فيصلا نبيرا اسان جي قاضين اڳيان ڪرائڻ بدران آخوند صالح وٽ ٿا وڃن. امير خان، اسين ٺٽي جي عملداري توکي ٿا سونپيون. اسين ڏسڻ ٿا چاهيون ته تون ڪيئن ٿو شورش کي منهن ڏين!"
ڪوڪلتاش ارغون ڪجهه چوڻ ٿي چاهيو، پر مرزاباقي‌ء جي منهن تي ڪاوڙ جا ڪکر ڏسي، وري چپ ٿي ويو. هن کي خبر هئي ته مرزا جي ڪنهن ڳالهه تي اعتراض ڪرڻ جي معنيٰ سڄي خاندان کي مارائڻ هو.
"۽ امير خان اسين توکي پنج هزاري مرتبو ٿا بخشيون. اسان‌کي اميد آهي ته اسان کي مايوس نه ڪندين!"
چوڌاري "مبارڪ سلامت!" جو شور ٻرپا ٿي ويو. امير خان ادب مان ڪنڌ جهڪائيندي چيو: "حضور جن جو هر حڪم پورو ٿيندو!"

اوڏيءَ مهل توشي خاني جو نائب عامل حاضر ٿيو، ۽ چيائين، ”حضور جو اقبال بلند هجي! حضور ڪٽڪ جو ذخيرو ختم ٿيندو ٿو وڃي. سُرن هٿي سموري ڪٽڪ جو ٻڙو ٻوڙي ڇڏيو آهي، ۽ سڄي ڪٽڪ متي ٻنجي وئي آهي، ۽ ڪاڏي جي لائق نہ رهي آهي. عملدار ۽ سپاهي اها ڪٽڪ کائڻ کان انڪار ڪرڻ لڳا آهن. حڪم هجي تہ اهو آنُ اڇلائي ڇڏيون!“

”هون ........ هون! اڄ پهريءَ تي انهيءَ ڪٽڪ جون ماڻيون ٺاهي پيش ڪيون وڃن، ۽ توشيخان جا عملدار اسان سان ماني کائيندا ۽ ........ ۽ اهو بہ حڪم ڏنو وڃي تہ ڪجهہ ماڻيون متيءَ جون پچائي آنديون وڃن!“

توشيخاني جو نائب ”جي حضور“ چئي هليو ويو. گهڙيءَ کان پوءِ چوبدار عرض ڪيو ”ترخان جي محلي ۾ شورش ڪندڙ ٻہ سنڌي حاضر آهن!“

”پيش ڪيا وڃن!“ مرزا باقي بيگ جي اکين ۾ خونخوار چمڪ پيدا ٿي وئي.

گهڙيءَ کان پوءِ ٻہ اڌڙوٽ عمر جا سنڌي چوڪنيا ٻڌل پيش ڪيا ويا. مرزا باقي کين ڏسي تخت تان هيٺ لهي آيو، ۽ چرين وانگر رڙيون ڪندي بي تحاشا کين ٺُڏڙ ۽ مڪون هڻڻ لڳو. جڏهن سندس هٿ ٿڪجي پيا، تڏهن هن چوبدار ڏانهن منهن ڪري چيو: ”هنن کان ڪو سنڌيءَ ۾ پڇي تہ ڏوهہ قبول ڪن ٿا يا نہ، ۽ آئينديءَ اطاعت لاءِ اقرار ڪن ٿا يا نہ؟“

هڪڙي ترخان امير، اڳتي وڌي سنڌيءَ ۾ چيو: ”اڙي ڏوهہ قبوليو تہ جيئدان ملندوَ!“

سنڌي خاموش رهيا، فقط هلڪي مرڪ سندن چپن تي کيڏڻ لڳي. هڪڙي نورو ڏاڍايان ڪلندي چيو: ”ترخانن جي محلي مان لنگهڻ جي ڏوهہ آهي، تہ اسين برابر ڏوهي آهيون.“

”پر اوهان هڪ ترخان امير زاديءَ سان هٿ چراند ڪئي آهي ........“ ترخان امير ڪاوڙ ۾ چيو.

”هن ڀاڻ اسان کي سڌ ڪئي، ۽ پنهنجو آرهه ڏيکاريندي چيائين تہ هٿ لائي ڏسو تہ هي ڪنڌاري ڏاڙهون ڀڪل آهي يا نہ .... اسان تہ رکيو هن جو چوڻ مڃيو: هوءَ بہ تہ ترخان آهي، ۽ ترخانن حاڪمن جو حڪم ڪيئن نہ مڃون!“ هن پنهنجي ڪيل روڪيندي چيو.

ترخان امير پنهنجي ڪاوڙ روڪيندي، مرزا باقي ڏانهن منهن ڪري چيو: ”حضور هي پنهنجو ڏوهه قبولين ٿا.“

”هون .... چئين تہ آئينده وري ترخان اميرن جي محلاتن ۾ نہ ايندا، ۽ اسان جي اطاعت جو قسم کڻن!“

ترخان امير وري سنڌين ڏانهن منهن ڪري چيو: ”چورا چؤ تہ حضور جو سر سلامت، اسين اوهان جا غلام آهيون تہ جان بچي پوندو نہ تہ ....“

”ڌارين جي حڪومت تي لک لعنت .... مرزا باقي سگ است!“ پنهي سنڌين هڪ زبان ٿي فارسيءَ ۾ چيو.

سپني اميرن کي ڄڻ ڏنڀيو چنبڙي ويا. مرزا باقي بہ تخت تان آيو ٿي ويو، ۽ هن ڄڻ ورلندي چيو: ”هنن جي جوڀري کل لائي وجي .... اسان جي سامهون .... هيٺر جو هيٺر .... چوبدار ........!“

چار سپاهي تراريون کڻي سنڌين اڳيان اچي بيهي رهيا. ترخان امير مزو ڏسڻ لاءِ اڳتي وڌي، گهيرو ڪري بيهي رهيا. هڪڙي سپاهيءَ اڳتي وڌي ترار جي نوڪ هڪڙي سنڌيءَ جي نرڙ تي رکي وٺي چهڪ ڏنو. رت جي ٽڪي ڪوسي ڌار سنڌيءَ جي نرڙ مان نڪري سپاهي جي سفيد جامي کي رنگي چڙهيو. هڪڙو سپاهي هري ترار جا چهڪ ڏيندو ويو، ۽ ٻيو کل کي چڪيندو لاهيندو ويو. جڏهن ڳلن جو ڪجهه ڪچو ماس ظاهر ٿيو، تڏهن هڪڙي ترخان امير کان دل جهلي نہ ٿي، ۽ هن انهي ٿي پيٽ کي هٿ ڏيئي الٽي ڪري وڌي. مرزا باقي هن کي اهڙين نظرن سان ڏٺو ڄڻ سندس ڪَل لاهرائڻ جو حڪم

ڏيڻ وارو هو. امير کي پنهنجو ٻڍپ وڻي ويو، ۽ هو وات آگهڻدو،
آٽ ڏيندو، ٻوڙتي هٿندو ويو.

جڏهن منهن جي سڄي کل لهي وئي، ۽ ڪچي ڪچي
گوشت جي ٻوءِ ماحول ۾ ڦهلجي وئي، تڏهن ٻئي سنڌيءَ کان
رهيو نه ٿيو ، ۽ هن ٻاڻ ڇڏائڻ لاءِ زور لائڻ شروع ڪيا ، ۽
رڙيون ڪرڻ لڳو. ”اوهين انسان نه. ڪجهون آهيو! حرمخور،
آدمخور، گونهخور ... !“ هڪ سپاهي خنجر ڪڍي سندس نرڙ
تي رکيو، ۽ عيٺ ڇهڪ ڏنائين. هن جو نرڙ وڍجي ۾ ڦاڪون
ٿي پيو، ۽ رت جو هڪ ڦوهارو سامهون ويٺل اميرن جي ڪپڙن
کي ڳاڙهو ڪري ويو. اوڏيءَ مهل، پنهنجي ٻاڻ کي ڪجهه
ڇڏيندي، سنڌيءَ پنهنجي وات ۾ ڏنگ گڏ ڪري، زور سان
مرزا باقيءَ ڏانهن اڇلائي: ڏڪ جو ٻوٽينڊو مرزا باقيءَ جي ڏاڙهيءَ
۾ وڃي ڪتو. هڪ ترخان امير هڪ ئي ڏڪ سان ان سنڌيءَ
جي سسي دڙ کان جدا ڪري ڇڏي.

مرزا باقيءَ جي اکين ۾ وحشت نچڻ لڳي، ۽ انهيءَ امير
جو ترو لاهيندي، ان سان پنهنجي ڏاڙهي صاف ڪرڻ لڳو. سڀ
امير ششدر ٿي، ڪسڪڻ جي وات کولڻ لڳا. عين ان وقت
چوبدار عرض ڪيو: ”حضور، پيهريءَ جي ماني لڳائي وئي
آهي: حضور جن قدم رنج فرمائين!“

هو سڀ ديوانخاني ڏانهن وڌيا. دسترخوان تي قسمين قسمين
طعام سجايل هئا، ۽ هڪ طرف انگوريءَ جون ڳاڙهيون، گلابي
۽ قرمزي صراحيون سجايل هيون. سهڻن سهڻن ترڪ ڇوڪرن
وڏي سيني جا هٿ ڏنا رهيا. امير ۽ سردار انهن ڇوڪرن جي
ڳيلن ۾ چهنڊيون پائيندا، کلندا، مذاق ڪندا، مرزا باقيءَ جي
خوشامد ڪندا، صراحين ڏانهن وڌيا. ترڪ ساقين نازن نخرن ۽
ادائن سان جام ڀري ڀري پيش ڪيا. جڏهن انگوريءَ جو دور
ختم ٿيو، تڏهن هنن ماني ڏانهن هٿ وڌايو. مرزا باقي هٿ
مٿي ڪئي سيني کي منع ڪئي، ۽ ٻوءِ توشي خاني جي اعليٰ عامل
ڏانهن منهن ڪري چيو: ”ڀهريو تون !“

سامهون ٽن قسمن جون مانيون رکيل هيون: سڀني کان مان ٺهيل اڇا کير جهڙا ڦلڪا، سُرخ ڪڻڪ مان ٺهيل ڪارسريون مانيون، ۽ چيڪي مٽيءَ مان ٺهيل ڪاريون ڀوريون مانيون. عامل سڀني مانيءَ ڏانهن هٿ وڌائيندي، جنهن گهڙي ماني کڻي ته مرزا باقي ٻانهن ۾ ٽڪ هڻندي چيس: "اها نه، هيءَ ماني کاءُ!" ۽ مٽيءَ جي مانيءَ ڏانهن اشارو ڪيائين.

توشي خاني جي عملدارن جي منهن جو پنو لهي ويو. هن مرزا باقيءَ ڏانهن رحم طلب نگاهن سان نهاريو. مرزا باقيءَ جي چپن تي هڪ خونخوار مُرڪ نچڻ لڳي. لاچار هُن هٿ وڌائي، مٽيءَ جي مانيءَ مان ڀور ڀڳو، ۽ وات ۾ وجهي چٻاڙڻ لڳو. مٽيءَ هن جي وات ۾ ڪاري گپ بڻجڻ لڳي، ۽ هو اوڳرڻ لڳو. سندس چپن جي ڪنڊن مان ڪارهي ڪاري گجي نڪري، هن جي پهراڻ تي ڪرڻ لڳي. سندس اکين ۾ پاڻي ڀرجي آيو. هن گهٽ! ٻئي گپ جو ڍُڪ هيٺ لاٿو. سڀني اميرن جو ساهه ان وقت مٺ ۾ اچي ويو هو. اميرخان به ششدر ٿي، ذري مرزا باقيءَ ڏانهن ٿي ڏٺو ته ذري هن مٽي کائيندڙ عامل ڏانهن. جڏهن عامل پاڻ تي جبر ڪري، گپ جو گراهه هيٺ لاٿو، تڏهن مرزا باقي سڙيل مانيون هن ڏانهن وڌايون. هن سڙيل مانيءَ جو ڳيو وات ۾ وجهي چٻاڙڻ شروع ڪيا، ۽ گپ جو سواد وات ۽ نڙيءَ مان ڪڍڻ لاءِ ٽڪرا ٽڪرا گرهه ڪڻڻ شروع ڪيا. مرزا باقي هن جي منهن ۾ نهاريندو، هن کي جاچيندو رهيو؛ ۽ پوءِ کلي چيائين: "ڪهڙي ماني بهتر آهي؟ مٽيءَ جي يا سُرخ ڪڻڪ جي؟"

عامل ڪنڌ هيٺ ڪري ويٺو رهيو. سڀني جا ڪنڌ هيٺ هئا. مرزا باقيءَ غضبناڪ آواز ۾ چيو: "قنڌار ۾ ته اوهان کي کائڻ لاءِ چيڪي مٽي نه ڪا ملندي هئي، ۽ هت سُرخ ڪڻڪ کائڻ کان عار ٿو ٿئيوَ! خبردار، آءٌ وري شڪايت نه ٻڌان!"

توشي خاني جو عامل "جي حضور، جي سرڪار!"

ڪندي، بوئين پير اتان نڪري ويو، ۽ باقي آمير ۽ سردار مرزا باقيءَ سان گڏ پڪل گوشت، ڪڪڙ جي ڏڪڙن، پلائن ۽ ٿٿي جي آچارن تي ڪري پيا، ڇو ته هنن ماني زندگيءَ ۾ پهريون ڀيرو ڏٺي هئي، يا ڇو ته هو آخري ڀيرو ماني ڪائي رهيا هئا.
امير خان کي الائي ڇو هنن هيٺين ترخانن کان بچاءُ اچڻ لڳي. هو سوچڻ لڳو: جيڪڏهن سنڌين کي سنئين دڳ لائڻو آهي، ته پهرين هنن ترخانن ۾ وري تنظيم آڻڻ جي سخت ضرورت آهي.
جڏهن ماني ڪائي لاٿائون، تڏهن مرزا باقي اميرخان ڏانهن منهن ڪندي چيو: ”اسان قنڌارڪان ٻه سؤ مولوي ۽ استادڪهرايا آهن. ان جو بندوبست ٺيڪ ڪهرجي ته آخوند صالح واري مدرسي ۽ ٻين سمورن مدرسن ۽ دارالعلومن ۾ هو شاگردن کي فارسي پڙهائين. سنڌي جيسين خيام، حافظ ۽ روميءَ کي نه پڙهندا، تيسين هو بغاوتن کان ڪونه مڙندا. زندگيءَ جي لذيذ شين، شيرازي ترڪن، ۽ صراحين جامن، ۽ زندگيءَ جي بي ثباتيءَ ۽ لامڪاني منزلن جي چاهه کان پوءِ بغاوت جو خيال اچڻ محال آهي. ان ڪري ضروري آهي ته سنڌي پنهنجي چٽڪي زبان ڇڏي، فارسيءَ ڏانهن مائل ٿين!“
”جي، حضور جن سچ ٿا فرمائين!“ امير خان ڪنڌ ڌوڻيندي چيو.
جڏهن مرزا باقي محل اندر هليو ويو، تڏهن امير خان سمورن سردارن کي چيو ته قيلولي کان پوءِ سڀ ترخاني ساقي خاني ۾ گڏ ٿين ته جيئن ٺٽي جي انتظامي ڪمن بابت ڪي صلاحون ڪجن. هيتري ساري ماني ڪائڻ کان پوءِ، سڀني سردارن کي اوباسيون اچڻ لڳيون هيون، پر مرزا باقيءَ جي موجودگيءَ ۾ اوباسي ڏيڻ موت کي سڏ ڪرڻو هو. مرزا باقيءَ جي وڃڻ کان پوءِ، هنن دل کولي اوباسيون ڏيڻ ۽ ڪر موڙڻ شروع ڪيا هئا.
امير خان هنن جي اها حالت ڏسي، پنهنجي چپن ۾ مشڪندو، پنهنجي محل ڏانهن روانو ٿيو.

# ٦

ترخاني ساقي خالي ۾ هر ڪنهن ارغون ۽ ترخان سردار لاءِ جدا جدا مسند ۽ تخت نهيل هو. ٺهوي خاني جو مالڪ آنش خان چڻ هر امير جو ذاتي دوست هو. هن کي هرهڪ امير جي اندر ٻاهر جي خبر هئي. هن کي اها به خبر هوندي هئي ته اڄ فلاڻو امير ڪهڙي ٻانهيءَ يا ٻانهي سان صحبت ڪندو. هن جي جاسوسيءَ جو انتظام ايترو پختو هو، جو هن کي اهي خبرون پهچنديون رهنديون هيون ته ڪهڙي امير جي ڪهڙي زال ڪهڙي ٻانهي يا ڪهڙو غلام ڪهڙي امير سان ڦٿل هو، سندن ملاقاتون ڪٿي، ۽ ڪيئن ٿينديون هيون. هر خبر ٻڌي، هو پنهنجي سنڌي ٽنگ تي ليڪ ڏيئي، لهڪ ڏيڻ لڳندو هو. امير به هن کان ڏاڍو ڊڄندا هئا؛ هن کي هميشه اهو ڪتڪو رهندو هو ته آنش خان سندن راز مرزا باقيءَ يا ٻئي ڪنهن سردار تائين نه پهچائي؛ ۽ سڀ کان وڏي ڳالهه اها هئي، جو هن جا ساقي بيحد حسين هوندا هئا. هر مهيني ايران، ترڪستان، افغانستان ۽ قنڌار کان ٻاهرين کان سورنهن ورهين جا خوبصورت مست اکين وارا ڇوڪرا غلامن طور وڪامڻ ٻيهرين آنش خان وٽ آندا ويندا هئا، ۽ هو خريد ڪرڻ وقت انهن ڇوڪرن جي جانچ جونچ بلڪل ائين ڪندو هو، چڻ ڪو وهٽ خريد ڪرڻو هوس: سندس ڏند، سندس چيله، سندس اکيون، سندس ڳاڙها ڳل، منهن تي تِر ۽ سڀ کان وڌيڪ سندس ڏڏا جانچي پوءِ خريد ڪندو هو. ترخان امير ان ڏينهن جي انتظار ۾ هوندا هئا، جنهن ڏينهن نوان ساقي ٺهوويا انگوري پيئارڻ ايندا هئا، ۽ پوءِ ڪنهن نه ڪنهن ساقيءَ تي امير پاڻ ۾ وڙهڻ لڳندا هئا. هن جي ساقي خانـي ۾

انهن ڳالهين تان خون ٿيڻ ته معمولي ڳالهه هئي؛ ۽ جڏهن به ترخان پاڻ ۾ ڪنهن ساقيءَ تان وڙهندا هئا، تڏهن آتش خان ٻنهي کي، ساقي خاني جي پٺيان هڪ وڏي دالان ۾ وٺي ايندو هو، ۽ هر هڪ کي هڪ ججهڙو خنجر ڏيئي، مرڪندو وري ساقي خاني اندر موٽي ايندو هو. جيڪو امير سوڀ کٽي موٽي ايندو هو، ساقي ڏاڍي نياز ۽ ادب سان ان کي قهوو يا انگوري پيارڻ لڳندو هو، ۽ هارايل ترخان کي، جيڪو اڪثر مئل هوندو يا مرڻ ۾ هوندو هو، ٽنگ کان گهلي، پنهنجي ٻن مهربانن هٿان، سڌو سندس گهر موڪلي ڏيندو هو. اهي ساقي ڏينهن جو ساقي خاني ۾ اميرن جي خدمت ڪندا هئا، ۽ رات جو ڪنهن خاص امير جي خوابگاهه ۾ پنهنجا فرض بجا آڻيندا هئا.

پر اڄ آتش خان ڪنهن ڳوڙهيءَ سوچ ۾ گرفتار، پنهنجي منديءَ ٽنگ تي ٽيڪ ڏيئي، ڇت ۾ ٽنگيل فانوس ۾ نهاري رهيو هو. هن جي جاسوسن هن تائين اهو نياپو اچي پهچائي ڇڏيو هو ته اميرخان کي ٺٽي جو عامل مقرر ڪيو ويو هو. اميرخان هونئن ته آتش خان تي خاص طرح مهربان هو؛ جڏهن کان هن کيس ليليٰ کي وڪيو هو، اميرخان مٿس وڏيون نوازشون ڪرڻ لڳو هو، ۽ هاڻ ته ٺٽي جي حاڪم جي حيثيت ۾ اڃا به وڌيڪ مهربانيون ڪري ٿي سگهيو. پر ان ۾ هڪڙيءَ ڳالهه خلل پيدا ڪري وڌو هو. مرزا باقيءَ کي امير خان جو ترڪ ساقي ادراڪي بيحد پسند اچي ويو هو، ۽ هن آتش خان کي گهرائي حڪم ڏنو هو ته ادراڪيءَ کي ڪنهن به طرح هٿ ڪري وٽس پيش ڪري. امير خان ادراڪيءَ کي وڪڻڻ لاءِ ڪڏهن به تيار نه ٿيندو، سا آتش خان کي پڪ هئي، ۽ هو سمورن ترخان اميرن ۾ نرالو سردار هو. جيڪڏهن مهربانن تي اچي ته لک مهربانيون ڪندو، پر جيڪڏهن ڪاوڙبو ته هن جهڙو خونخوار ترخان ٻيو نه هو. اڳيان مرزا باقي به گهٽ نه هو. اميرخان کي ٺٽي جو عامل مقرر ڪري، هن هڪ ئي تير سان ٻه شڪار ڪيا هئا؛ هڪ طرف

سڏين جو زور ڀڃڻ لاءِ امير خان کان بهتر ماڻهو نه هو؛ ٻئي
طرف اميرخان انتظامي ڳالهين ۾ ايترو مصروف هو، جو ادراڪيءَ
کي مرزا باقيءَ جي خدمت ۾ پهچائڻ آتش خان لاءِ ڏکيو نه
ٿيندو. پر آتش خان لاءِ مسئلو اهو هو ته جيڪڏهن سڌو سنئون
امير خان کان ادراڪيءَ کي خريد ڪرڻ جي ڳالهه ڪندو ته
ممڪن هو ته اميرخان پاڻ سندس ڇاتيءَ ۾ لنبي ڏئي؛ ۽ جيڪڏهن
لڪچوريءَ ادراڪيءَ کي مرزا باقيءَ تائين پهچائي ته اهو امڪان
هو ته ادراڪي مرزا باقيءَ کي اهڙو پسند اچي وڃي، جو هو
کيس موٽائڻ کان انڪار ڪري وجهي. ان صورت ۾ به اميرخان
فوراً ناڙي وٺندو ته ان ۾ آتش خان کان سواءِ ٻئي ڪنهن جو
هٿ ٿي نٿو سگهي. اڄ اميرخان کيس اکين ڏٺي چوائي موڪليو
هو ته هن کي ٺٽي جي انتظامي مسئلن لاءِ اميرن سان صلاح ڪرڻي
هئي، ۽ هو شام ڌاري ساقي خاني ۾ مجلس ڪندا. ٻيءَ خاطر
به کيس ٻڌائي ويئي هئي ته امير خان سخت تنگ آهي: سندس
خاص خواجه سرا سليمان کي هڪ سنڌي سندس اکين آڏو خون
ڪري ويو هو، ۽ وري ليليءَ به رات کيس پنهنجي خوابگاهه مان
ڌڪا ڏئي ٻاهر ڪڍي ڇڏيو هو. اهڙي موقعي تي ادراڪيءَ
جي ڳالهه ڇيڙڻ به موت کي سڏ ڪرڻو هو. هو اڃا انهن ئي
خيالن ۾ هو ته ترخان اميرن ساقيخاني ۾ اچڻ شروع ڪيو.

جيئن جيئن امير ۽ سردار پهچندا ويا، ساقيخاني ۾ هُل
هنگامو وڌندو ويو. ساقي قهوي جهڙن پيالن ۾ انگوريءَ جا
جام ڪٽيندا، مٽڪندا، چهلهه چهي ڪندا، نازنخري سان اميرن اڳيان
پيش ڪندا رهيا، ۽ امير به هنن سان خوش طبعي ڪندا، ڇهنبين
۽ چمين جي ڪوشش ڪندا، جام پيئندا ويا. جڏهن اميرخان ساقي
خاني ۾ داخل ٿيو، تڏهن ڪيترا امير احترام کان اٿي بيهي
رهيا. پر سرڪش قسم جي ارغون سردارن پنهنجي انگوريءَ ۽
پنهنجي ساقيءَ ۾ مگن، هن ڏانهن نهاريو به ڪونه. آتش خان،
اڳتي وڌي، ڪورنش ڪري، امير خان جي ٺهيل مسند ڏانهن

اِشارو ڪري. هٽ ڀڙي ويهي رهيو. اها مسند هوئڻ امير ڪوڪلتاش ارغون لاءِ هوندي هئي. ڪوڪلتاش جو ننڍو ڀاءُ خسرو خان ڀاسي واريءَ مسند تي ويٺو هو. سو اميرخان کي انهيءَ مسند ڏانهن وڌندو ڏسي گهڻو ڀائي ڪيس گهورڻ لڳو. اميرخان انهن نظرن کان بي نياز ٿيڻ مسند تي اچي ويٺو. هڪ ڏگهڙي قد جي ساقيءَ پنهنجي چپن تي مٺي مرڪ آڻيندي، سندس آجيان ڪئي: "خوش آمديد آقاي من!"

اميرخان جي چپن تي به مرڪ اچي وئي، ۽ سندس ڳل ۾ چيٽي وجهندي چيائين: "تنهنجا ڳل ته ڏاڙهونءَ کان به ڳاڙها آهن، ساقي! تون شايد نٿون ٿو ڏسجين!"

"ادراڪيءَ جا ڳل ته هن کان به ڳاڙها آهن، اميرخان!" خسرو خان ٺهڪ ڏيندي چيو. سمورا امير خسرو خان سان گڏ ٺهڪ ڏيڻ لڳا. امير خان جو منهن ٿاسٽي هلي ويو، ۽ هن رڙ ڪري چيو: "خسرو خان، ادراڪيءَ جو نالو وٺڻ کان اڳ، پنهنجو وات عطر عنبير سان ڌوئي اچ! تنهنجو وات ته گونهن سان ڀريل آهي!"

امير وري ٺهڪ ڏيئي کلڻ لڳا. خسروخان ڪاوڙ کان آپو ٿي ويو، ۽ هن پنهنجي خنجر جي مٺي تي هٿ رکندي چيو: "اميرخان، زبان سنڀالي ڳالهاءِ! ٺٽي جو عامل هوندين، ته پنهنجي لاءِ هوندين!"

اميرخان جي اکيان ننڍي خوبصورت ٿانئيءَ تي انگوريءَ جو جام رکيو هو. هن اک ڇنڀ کان سواءِ اهو کڻي، خسروخان جي منهن تي اڇلايو. خسروخان جو منهن ۽ ڪپڙا ڳاڙهي انگوريءَ سان رڱجي ويا. خسروخان ٽپ ڏيئي اٿي ٻيلو ۽ ٻي گهڙيءَ خنجر ڪڍي اميرخان ڏانهن وڌيو. سڀ امير آئي بيهي رهيا. آتش خان منڊڪائيندو، هنن ٿانئن ڀيتو، ۽ ڪين منٿون آزيون ڪرڻ لڳو ته مڙي وڃن. پر خسروخان کيس هٿ سان هٽائيندي چيو: "هن منهنجي بي عزتي ڪئي، آن جو حساب کيس هينئر ئي ڏيڻو

پرندوا مون کي قسم آهي پنهنجي پيءُ جي ڏاڙهيءَ جو ته ادراڪي
اڄ رات منهنجي بغل ۾ هوندا!"

اميرخان به اٿي بيهي رهيو. هن جو هٿ پنهنجي خنجر
ٻدران نيٺ جي ڊگهي لڪڻ ۾ هو، جيڪو مُٺڻي وٽان گولائي
۾ ورتل هو. هن لڪڻ کي ڇڙيءَ کان جهلي، تيزيءَ سان ان
جو هٿيو خسروخان جي ڳچيءَ ۾ وجهي، زور سان ڇڪ ڏني.
خسروخان پاڻ سنڀالي نه سگهيو، ۽ هو ڪاهڙجي. اميرخان جي
مسند جي پاين اڳيان اچي منهن ڀر ڪريو. اميرخان لت ڪڍي
سندس سسيءَ تي رکي، ۽ رڙ ڪري چيائين: "اوهان جهڙن
ذليل ارغون سردارن جي ڪري اڄ سنڌين جو هي وڏي وير
آهي. اوهان ۾ پنهنجي عزت ۽ شرافت جو هاڻ ذرو به نه بچيو
آهي. پر ياد رکو، سنڌين کان اڳي آءٌ اوهان کي سڌو ڪندس!"
خسروخان اٿڻ جي ڪوشش ڪئي ته اميرخان وري لت هڻي
زمين ۾ گڏي ڇڏيس.

آتش خان اميرخان کي آزيون نيزاريون ڪرڻ ۽ صدقا وجهڻ
لڳو، تڏهن وڃي اميرخان جي ڪاوڙ ڍري ٿي، ۽ هن ترخانن
کي سڏي چيائين: "هن حرامخور کي ڪڍي ڪنهن گند جي ڍير
تي ڇڏي اچو! ۽ آتش خان، مون هن کي وري تنهنجي سفارش
۾ ڏنو آهي ته آءٌ تو کي اگهاڙو ڪري نٿي کان قندار موڪليندس!"

خسروخان جي ڪاوڙ شرمساريءَ ۾ بدلجي ويئي. ۽ جڏهن
هن کي ٻه ترخانن اچي اٿاريو، تڏهن سندس ڪنڌ هيٺ هو.
سندس منهن سڄو ڪيچ تي ويو هو، ۽ زريءَ جا ڪپڙا مٽيءَ ۽
انگوريءَ ۾ لٿجي ويا هئا. هن خنجر ميان ۾ واپس رکندي چيو:
"اميرخان، ارغونن سان هٿ چراند ڪرڻ جي سزا، اڄ نه ته سڀاڻ،
تو کي ضرور ملندي...."

اٿڻ ڇٽي، ترخانن کان پنهنجي پاڻهن ڇڏائيندي. هو تيزيءَ
سان دروازي ڏانهن وڌيو. دروازي تي هڪ هربت جيڏو مڙس
بيٺل هو، ۽ هو دروازي کي اٽڪن والاري بيٺو هو، جو پاهر

نڪرڻ جا اندر اچڻ جيتري جاءِ به نه ڇڏي هئائين. سندس ويڪري ڇاتيءَ ۽ ٻرگهن شهپرن کي ڏسي هيبت ولي ٿي ويئي. هڪ وڏو ـخنڊرو سندس ڪمربند ۾ ڪتل هو، پر سندس هٿن ۾ رسي جي ڪڪ ٽڪر کان سواءِ ٻيو ڪجهه به نه هو. خسروخان کي ويندو ڏسي، سڀ امير دروازي ڏانهن نهارڻ لڳا هئا. هن کي دروازي اڳيان بيٺل ڏسي سڀ حيرت مان هڪٻئي جو منهن تڪڻ لڳا.

آتش خان به حيرت مان هن شخص کي ڏسندو رهيو. هيءَ پهريون پيرو هو جو ڪنهن سنڌيءَ ساقي خاني ۾ اچڻ جي جرات ڪئي هئي. هو به پنهنجيءَ منڊي ٽنگ تي ٽلڪندو دروازي ڏانهن وڌيو.

"ڪير آهين تون ڙي؟" آتش خان ٻريان ٿي واڪو ڪري چيو. "ترخانن جو موت!" هن شخص کلندي چيو.

خسروخان کي وري پنهنجي ارغوني ترخاني ياد اچي ويئي، ۽ هن خنجر ڪيندي، گار ڏيندي چيو: "اوهان سنڌين جي هاڻ اها همت ٿي آهي جو...." ائين چئي هن خنجر جو وار ڪيو. هو شخص پنهنجي جاءِ تان ترجيترو به نه هٽيو. جيئن ٿي خسروخان وار ڪيو، هن ڪئي خنجر واري ٻانهن ۾ هٿ وڌس. ٻئي هٿ سان رسي جو ٽڪر زور سان سندس ٻوٽ ۾ ڦهڪائي ڪيڍيائين. ٽڪ کان خسروخان جي اکين ۾ اونڌهه ڇانئجي ويئي، ۽ هن جي خنجر وارو هٿ نستو ٿي ويو. آتش خان کي به ڪاوڙ اچي ويئي، ۽ هن به پنهنجو خنجر ڪيڍي جيئن وار ڪيو، تيئن هن شخص خسروخان جي ٻانهن مروڙيندي، ڪٽي ڪيس اڳيان ڪيو. آتش خان جو وار خالي نه ويو، ۽ خنجر خسروخان جي ڇاتيءَ ۾ کپي ويو. خسروخان جي اکين ۾ ان ڏڪ جي ايذاءَ کان وڌيڪ آتش خان جي ڪيل وار تي حيرت جهلڪڻ لڳي، ۽ هو هڪ ڀيرو "آ .... آه" ڪندي اڳيان جهڪي پيو. ان گهڙيءَ هن شخص خسروخان کي زور سان ڌڪو ڏنو. خسروخان جڏهن جي هٿن ۾ پنهنجيون هو، جنهن سان مرضيءَ مطابق ڪيڏڻ لڳو هو.

خسرو خان جو مٿو زور سان اچي آتش خان جي سيني ۾ لڳو
آتش خان پنهنجي منڊيءَ ٽنگ کي سنڀالي نه سگهيو، ۽ ٻئي ڄڻا پر
وچي ڦهڪو ڪيائين. اهو سڀڪجهه ايترو جلد ۽ تيزيءَ سان
ٿيو جو ٻين ترخانن کي سمجهڻ جو وقت نه مليو ته ڇا ٿي
رهيو هو.

”نڪرو هتان ٻاهر، اوهان جي ڪور ... کي ...“ هڪ شخص
رڙ ڪري چيو. هن اکيان وڏي هڪ صندل کي ٻنهي هٿن
۾ کڻي، اکيان ٻئٽل امورن ڏانهن اڇلايو. ترخان پاڻ بچائڻ لاءِ
هيٺ جهڪي ويا، ۽ صندل زور سان اچي ٿڃن ڪريو. ڏاڙهو زاڙ
مچي ويئي. اميرخان چپ چاپ اهو سڀڪجهه ڏسندو رهيو. هو
پنهنجي جاءِ تان چريو به ڪونه. هن سنگهار کي سڃاڻي ورتو هو،
۽ هن تي هڪ ئي گهڙيءَ ۾ ٻه احساس ڇانئجي ويا: هڪ بدلي
وٺڻ جو، ۽ هڪ ڏيپ جو. انگوري“ هن جي ٿڪڻ رت تي
ڄڻ پاڻيءَ وارو ڪم ڪرڻ لڳي، ۽ ڏيپ هن جي ڪاوڙ ۽ بدلي
وٺڻ جي نيت تي غالب پوندو ويو. هن شخص سان مقابلو ڪرڻ
موت کي سڏي سڏڻ دعوت ڏيڻي هئي. هن کي مارڻ لاءِ ڪنهن
دغا دولاب کان سواءِ ڪو چارو ئي ڪونه هو.

”نڪرو ٻاهر .... اوهان کي چيم، رنڊ جا پٽ، هڪدم
ٻاهر نڪرو ....“ سنگهار وري رڙ ڪئي، ۽ هڪ ٻي صندل کي
کڻي ٻنهي هٿن ۾ کنيائين. ترخان ٻاهر کي ڌڪ کان بچائڻ لاءِ
وري هيٺ جهڪي ويا. اميرخان به اٿي بيهي رهيو، ۽ هن فارسيءَ
۾ ترخانن کي چيو ته اتان هليا وڃن. ترخانن کي ڄڻ سلامت جو
ساهه کڻڻ جو موقعو ملي ويو، ۽ هو هڪڙو ٻئي ٻاهر
نڪري ويا.

اميرخان ڦڪي مرڪ چپن تي آڻيندي چيو: ”سنگهارخان،
ڇو نه ڪنڌي انگوري پيئون!“

سنگهار چپچاپ هن ڏانهن وڌندو رهيو. هن جي [illegible]
ٻڇڙي، رسي جو هڪڙو ڇيڙو، جنهن ۾ سرڪسامي ٺهيل هئي،

هن ڏانهن اڇلايائين. سرڪساهي هن جي ڪچي ۽ هوندي ئي، ڪجي ڏاڍي ٿي ويئي، ۽ سنگهار ٺوڙي کي ڀاڻ ڏانهن ڇڪ ڏني. اميرخان ٻوٿ ٻر ڪري، گوڏن ڀر رڙهڻ لڳو. هن جي خون ۾ ٻدلي جي ٻاهه وري ڀڙڪڻ لڳي؛ ۽ هو جڻ ته ڄلي والي اها بيعزتي سهندو وٺو، جيئن اها ٻاهه اڃا ڀڙڪڻ لڳي، جو ڌپ جو ان تي ڪوبه غلبو نه ٿي سگهي. 'هي منهنجي پيءُ جو قاتل آهي.... هن منهنجي پيءُ کي لباس ۾ ابتو لنگي ماريو هو.... ان جي عوض اسان سنڌين جو سنڌ سنڌ ٽڪي، تازي ڪٺن کي ڪاريو هو. ٻر سنگهار ٻچي ويو هو.... يا خدا، مون کي اڃا صبر ڏي، جيئن آءٌ هي بيعزتيءَ جا لڙڪ ان حد تائين پيئندو رهان، جيسين منهنجي بدلي جي آگ جڻ سراڻ تي چڙهي پير ٻجي، سنڌين جي ٻچي ٻچي کي ساڙي جلائي ڦلهيار ڪري ڇڏي........!'

هن گهٽيل گهگهي نڙيءَ سان چيو: 'سنگهار، مون ته توکي انگوريءَ جي دعوت ڏني .... ۽ تون ....'

سنگهار هن کي ڇڙٻ ڏيندي چيو: "مون کي انگوري پيئڻي هوندي ته آءٌ هت اڇي حڪمان حڪم ئي ويندس — ڏسان ڪهڙو ترخان تو مون کي روڪي. ٻر هينئر آءٌ خاص ڪم سان آيو آهيان."

اميرخان ڪوبه جواب نه ڏنو. سنگهار سرڪساهيءَ جي مهڙ کي جهليندي، اميرخان کي پنهنجي سامهون اٿاري ويهاريو. هن جي هٿ جي هر جهٽڪي سان امير خان جو اکيون ڄڻ ٻاهر نڪرنديون ٿي نظر آيون.

"مرزا باقيءَ قنڌارڪان وڏيڪ لشڪر چوگهرايو آهي؟" هن اميرخان جي اکين ۾ اکيون وجهندي چيو.

"مون کي خبر نه آهي،" اميرخان گهگهي آواز ۾ چيو.

"هون...، توکي خبر نه آهي ...." هن سرڪساهيءَ جي ڦندي کي هڪ زوردار جهٽڪو ڏيندي چيو. "تون ائين ڪونه

ٻڌائيندين .... امير خان تون مون کي سڃاڻين ٿو. آءٌ ڪنهن ترخان
کي مارڻ وقت ٻيهر سوچيندو ڪونه آهيان.“ سنگهار جي آواز
۾ ايترو يقين ۽ پختگي هئي، جو اميرخان تي نه چاهيندي به ڊپ
وري ڇانئجڻ لڳو. پر هي ۽ ڪجهه نه ترخانن جي موت ۽ زندگيءَ
جو ڪجهه هو. ان لاءِ هو هر قرباني ڏيڻ لاءِ تيار هو، ۽ هن
ميڻ مِڻ ڪندي چيو: ”مون کي ڪا خبر نه آهي. جيڪڏهن
مون کي خبر هوندي به ته، تون اهو ڪيئن ٿو سوچين ته آءٌ
حڪومت جو راز توکي ٻڌائيندس...“

”چڱو، نه ٻڌاءِ...“ سنگهار گهڙيءَ لاءِ ويچار ۾ پئجي
ويو. هي راز اهڙو هو، جو امير خان کي ساهه کان وڌيڪ پيارو
هو. پر اهو راز ڄاڻڻ هن لاءِ به ضروري هو. هو ۽ ڄاڻي آخوند
نور محمد سان وعدو ڪري نڪتا هئا ته ڪو رکو اهو راز هٿ
ڪري ايندا، پر اهو خط به هٿ ڪندا جيڪو قنڌار موڪليو
ويو هو. هن پنهنجي چوڌاري نظر ڊوڙائي. اوچتو هن جي نظر
هڪڙي ڪپڙو ساقيءَ تي پئي، جو هڪ ميز مٿان ڪرونڊڙو ٿيو
اهو سڀڪجهه ڏسي رهيو هو، ۽ ڊپ کان ڏڪي رهيو هو. هن
کي هڪ ترڪيب سجهي آئي، ۽ هن رڙ ڪري ان ساقيءَ کي
سڏ ڪيو. ساقي ڪنبندو، ڏڪندو، ڪورنشون ڪندو، پاڻهون
ٻڌندو اڳيان آيو ته سنگهار کيس ڪل اچي وئي. ساقيءَ هن کي
کلندو ڏٺو ته هن جو ساهه به ڪجهه ساعت ۾ آيو، ۽ هو ڪجهه
اهڙيءَ ادا سان مرڪڻ ۽ اکين ئي اکين ۾ کي ٺاهڻ ڏيڻ لڳو،
جو ڪو ترخان هجي ها ته هو ان هڪڙيءَ ادا تي سڀڪجهه
قربان ڪرڻ لاءِ تيار ٿي وڃي ها. هن سنڌي جٽ تي ان جو
اثر بلڪل ابتو ٿيو ۽ هو وڏا وڏا ٽهڪ ڏيڻ لڳو. هن جي
بيخبريءَ جو فائدو وٺندي، اميرخان نوڙيءَ ۾ ٻڌل هٿ وجهي
وٺي ڇڪ ڏني. نوڙي سنگهار جي هٿ مان نڪري وئي، ۽
اميرخان ٽپو ڏيئي دروازي ڏانهن ڀڳو. سنهڪار جا ٽهڪ اتي جو
اتي بند ٿي ويا، ۽ هو ششدر ٿي دروازي ڏانهن ڀڳو. پر ٻئن

ان وقت جانو ڀالي جي نوڪ سان اميرخان کي پوئتي هٽائيند، ڪيس سنگهار تائين آڻي پهچايو.

”واه جانو ڀائو واه ... مون ته سمجهيو هو ته سڄو ڪم خراب ٿي ويو! پر تون ائين دروازي تان هٽي نه اچين ها ته چڱو. الائي ترخان ڪٿا، پنهنجي ڪٽڪ سان ڪهڙيءَ مهل اچي نڪرن، ۽ اسين بيخبرا ڦاسي پئون. تون وري وڃي دڪ جهلي بيهه!“

سنگهار جو هڪڙو هٿ اميرخان جي منهن تي اهڙيءَ طرح ورهيو جيئن سرڻ ڪنهن لنڊي پکيءَ تي لامارو ڏيندي آهي. اميرخان پنج- آٺ قدم پوئتي ٿڙندو وڃي هڪ موڙي مٿان اچي ڪريو. سندس نڪ ۽ چپن مان رت ٿيهيون ڪري وهڻ لڳو، ۽ پوءِ سنگهار ساقيءَ کي فارسيءَ ۾ جيڪي ڪجهه چيو، انهن لفظن تي ساقيءَ کي ته ڇا، خود اميرخان کي به اعتبار نه آيو. اميرخان ائين چرڪيو ڄڻ ڪنهن نانگ ڏنگي وڌس. ساقي به اهو حڪم ٻڌي اچرج ۽ ڀؤ کان سنگهار جي اکين ۾ ڏسڻ لڳو. سنگهار ڪٽارو ڪڍي، ساقيءَ جي نڙگهٽ تي رکندي چيو: ”ڇورا، جي چوڻ نه ڪيو ائين ته هيءُ خنجر تنهنجي نڙگهٽ جي پار هوندو!“

ائين چئي هو وري اميرخان ڏانهن وڌي آيو. هن جي هٿن کي پويان مروٽيندي، ڪيس اکيان وڌائيندي، هن ساقيءَ کي اشارو ڪيو. ساقي ڏڪندو، ڪنبندو، لڙڪندو اڳيان وڌيو ۽ پنهنجو ننڍڙو خنجر ڪڍي، هن اميرخان جي شلوار ڏانهن هٿ وڌايو.

اميرخان ڪرڙيءَ وانگر ڦٿڪڻ لڳو. اڃا ساقيءَ هن جي شلوار ڏانهن هٿ وڌايو ته، اميرخان مٺل آواز ۾ چيو: ”سنگهارخان، واسطو اٿيئي رب جو، ان کان ته مون کي ختم ڪري ڇڏ“

سنگهار وري ساقيءَ کي اشارو ڪيو، ۽ ساقيءَ اميرخان جي شلوار ڏانهن هٿ وڌايو. اميرخان دانهن ڪري چيو: ”بس بس .... ٻڌايان ٿو!“ پوءِ هن جي اکين تان وهي اکين ۾ پوڻ لڳو.

هن جو منهن سڪل پن جهڙو اوڌو اوڌو ٿي ويو هو.

”مرزا باقيءَ کي مرزا جان بابا ۽ شاهه قاسم ارغون جي بغاوتن جي ڪوڙ پنجي وڻي آهي، ۽ تنهن کان سواءِ شهنشاهه

اڪبر ٻه سنڌ تي چڙهائي جون تياريون پيو ڪري. ان ڪري مرزا قنڌار مان ڪُمڪ گهرائي آهي!" امير خان ڪنڌ هيٺ ڪري گهگهي آواز ۾ چيو.

"ڪمڪ ويو آهي آڻا ڪمڪ وٺڻ؟ سنگهار سوال ڪيو.

"امير ڪوڪلتاش ارغون ...."

"ڪڏهن نڪتو آهي ڪوڪلتاش؟"

"اڄ صبح جو....!" اميرخان ۾ چئي ساهه ئي کوڙ هو.

"هون ..." ائين چئي سنگهار ساقيءَ کي اشارو ڪيو. ساقي پوئتي هٽي ويو.

سنگهار امير خان کي اڳيان ڪري دروازي ڏانهن وڌيو. جانڻ ڪڙڪو ٻڌي، اندر لنگهي آيو، ۽ اڪين ئي اکين ۾ سنگهار کي ڪو نياپو ڏنو. سنگهار ڪتارو اميرخان جي پٺ تي رکندي دروازي کان ٻاهر نڪري آيو . ٻاهر ويهارو کن ترخان پالن ۽ ترارين سان چئن هنن جي انتظار ۾ هئا. سنگهار امير خان کي اڳيان ڪندي چيو: "اوهان مان ڪوبه اڳتي وڌيو آهي ته آءٌ هي خنجر هن جي پٺ ۾ لنبي ڏيندس!"

سڀ ترخان خونخوار اکين سان هن کي ڏسندا رهيا. امير خان ـــ مٿي اڳهاڙو، نڪ ۽ وات مان وهندڙ رت سان، ڪنڌ هيٺ ڪريو، اڳتي وڌندو رهيو. سنگهار ۽ جانڻ پنهنجن گهوڙن تائين وڏي آيا. اميرخان جون ٻانهون چڏي، سنگهار وري سرڪساهيءَ جو چهڙو هٿ ۾ جهلي،گهوڙي تي چڙهيو. جڏهن جانڻ ٻه سوار ٿيو، تڏهن سگهار چيو: " امير خان، تون لٽي جو نئون عامل مقرر ٿيو آهين. سنڌين تي ظلم ڪرڻ وقت پنهنجي پيءَ جي پڇاڙي ياد رکجانءِ .... ظلم ڪنهن کي به نه ڦبندو!"

ائين چئي پنهنجن گهوڙي کي آڙي هنئي، ۽ سرڪساهيءَ واري رسي کي ڇڏي ڏنو. هنن جا گهوڙا دڙ ، جو هڪ واچوڙو پويان ڇڏيندا نظرن کان اوجهل ٿي ويا. اميرخان پنهنجي سامهون بيٺل ترخانن تي نفرت پري نظر وجهندي چپن ۾ پڻ پڻ ڪئي؛ ۽ ساقيخاني ۾ اندر گهڙي ويو.



شهر-ٺٽڪيءَ جڏهن هر پاڙي ۾ اهو پڙهو ڏنو ته اڄ کان اميرخان ٽٽي جو عامل مقرر ٿيو آهي ته ڪيترن جون دليون دهلجي ويون. هن کي پڪ ٿي ته هن جي عامل ٿيڻ سان شهر ۾ اهي ظلم ٿيندا، جو اڳي ڪڏهن ٻڌو به ڪونه هوندو. ٻيهرن جو شهر جي جامع مسجد جي بلڪل ٻاهران چوسول تي ، ٻڙ جي وڻ ۾ ٻن سنڌين جا ڪٽل لٽل جسم ٽنگي ڇڏيائون. جنهن تي هتن کي ڏٺو ، سو آت ڏيندو التيون ڪندو، دل ئي دل ۾ ترخانن کي گاريون ڏيندو، پٽيندو ٿي ويو. اميرخان جي عملداريءَ جي هي پهرين سوکڙي هئي سنڌين لاءِ. جڏهن ٻوءِ ماڻهو سانجهي نماز پڙهڻ لاءِ مسجدن ڏانهن ٿي ويا ته اميرخان کي پنجاهي کن سوارن سان آخوند صالح جي مدرسي ڏانهن ريندي ڏٺائون. ماڻهن ۾ ٽئين هورا ڪورا جاڳڻ لڳي. جيڪڏهن آخوند صالح جي مدرسي کي هٿ لاتائون ته شهر ۾ بغاوت ٿيڻ لازمي هئي. سمورن مدرسن جا شاگرد ترخانن ۾ ڪاهي پوندا. پوءِ ڇا ٿيندو، سو ڪنهن به سوچڻ نٿي چاهيو. ٻيڙا ماڻهو، ٽڪڙا ٽڪڙا مسجدن ۾ داخل ٿي، وقت کان اڳ نفل پڙهي، دعائون گهرڻ لڳا ته ”الله سائين ٺٽي ۽ سموريءَ سنڌ کي هنن ظالمن جي شرڪان پناهه ۾ رک! اڃا اڳيان گهاءُ ٿي ڪونه ڇٽا آهن ته نئون ڪوس ٿيڻ نه ڏج!“ هندو پنهنجي مندرن ۽ ٽڪاڻن ۾ پنهنجي مورتين اڳيان ٻاڏائڻ لڳا ته ٺٽي تان آفت ٽري.

اميرخان پنهنجي سوارن سان اچي آخوند صالح جي دارالعلوم اڳيان لٿو. هن سان چار پنج قنڌاري مولوي گڏ هئا، جن کي

مرزا باقيءَ قنڌار کان سنڌين کي فارسي ۽ صحيح اسلام پڙهائڻ لاءِ گهرايو هئو. دروازي اڳيان ننڍيءَ منجيءَ تي هڪ ڀيڙو ماڻهو چلم جو ٽڙ وات ۾ وجهي، جڻ دنيا کان بي خبر پنهنجي ئي خيالن ۾ غرق هو. گهوڙن جي ٽاپ ٽاپ تي به هن ڪنڌ ورائي ڪونه نهاريو. جڏهن امير خان بلڪل سندس پرسان اچي گهوڙو جهليو، تڏهن به هو پنهنجي چلم مان گرڙاٽ ڪيندو رهيو. امير خان ٻير ٿي ويو، ۽ تيزو ڪيئي، هُن ڀيڙي کي چوڪ ڏني ته ڀيڙو چرڪ ڀري اٿي بيٺو، ۽ ترخانن کي حيرت مان ڏسڻ لڳو.

”بي ادب گڏهه، توکي اها مجال جو اسان جي اچڻ جو پڪو، پنهنجي چلم ۾ لڳو پيو آهين؟“ امير خان ڪڙڪو ڪندي چيو.

ڀيڙي ڏند ڪيندي، پنهنجي ڪنن ڏانهن اشارو ڪندي چيو: ”ڏاڍيان ڳالهايو، آءٌ ڪنن کان ٻوڙو آهيان. ڪهڙو ماڻهو آهين؟“

ترخان کلڻ لڳا. هنن کي کلندو ڏسي، امير خان جي ڪاوڙ هيڪاري تيز ٿي ويئي، ۽ هن واڪو ڪري چيو: ”خاموش! آءٌ آهيان، امير خان، ٺٽي جو نئون عامل!“

”هوندين، پر هت ڪهڙو ڪم اٿئي؟“ ڀيڙي لاپرواهيءَ مان چيو.

امير خان کي پوڙهي ماڻهوءَ تي ايڏي ڪاوڙ آئي، جو هن نيزي سان ڪيس زور سان ڌڪو ڏنو، ته پوڙهو ٿڙ کائيندي وڃي منجيءَ جي پوين ڪريو. پر هو ڪپڙا ڇنڊيندي وري اٿي بيٺو ”ابا، ماڻهو تو مارين! هاڻ وڏن سان ائين هلو آهي. واه جو پٺاڻ سيکاريو اٿئي!“ ڀيڙي جڻ رنج ڏيندي چيو.

امير خان هن کي ٻيهر مارڻ وارو هو، پر هڪ قنڌاري مولويءَ کيس فارسيءَ ۾ چيو: ”هيڏو ئي سختي ڪبي ته شاگرد ۽ استاد اسان سان ڪهڙي ڪين ملندا. سياست کان ڪم وٺ: سڄو ڪم خراب نه ڪر!“

ٻيڙي ڇڻ ڪڇ، ٻڌو ئي ڪونه. وري پنهنجيءَ ڪٽ تي ويهي رهيو، ۽ پنهنجي چلم جي نڙ ۾ ڦوڪون ڏيڻ لڳو. اميرخان پڻ پڻ ڪندي، ٻيڙي کي مزا ڏيڻ جو ارادو ترڪ ڪري ڇڏيو، ۽ نرميءَ سان چيائين: "ٻوڙها، در کول، اسان کي آخوند صاحب سان ملڻو آهي. هي عالم سڳورا قندار کان هلي سنڌ ملڪ آيا آهن."

"جي، ڇا چيئي؟ ٻورو ڏاڍيان ڳالهاءِ، مون ڪونه ٻڌو،" هن وري پنهنجي ڪنن ڏانهن اشارو ڪري پنهنجي ٻوڙاڻ ظاهر ڪئي.

امير خان پنهنجي ڪاوڙ کي روڪيندي، ڏاڍيان پنهنجي ڳالهه ورجائي چئي.

"پوءِ ائين چئو نه؛" ائين چئي، ٻيڙو اٿيو، ۽ اچي مولوين کي هٿ ڏنائين، ۽ سنڌيءَ ۾ ساڻن خوش خير و عافيت ڪرڻ لڳو. هاڻ ته امير خان کي به ڪل اچي ويئي، ۽ چيائين: "ٻريا مڙس، هي اجا ڪالهه قندارڪان آيا آهن، سي تنهنجي سنڌي ڪيئن سمجهندا!"

"ابا، قندار کان آيا آهن، ڀلي ڪري آيا، جيءَ ڪري آيا!" ۽ پوءِ آهستي چيائين: "جڏهن نڌهن ڙي سنڌڙي، نوکي قندارئون جوکو!"

"امير خان رڙ ڪري چيو: ٻوڙها، ڇا چيئي؟"

"ابا، چيم ته دين جا عالم سڳورا آهن. سنڌ جي قسمت، جو قندرائون هلي آيا آهن!"

"چڱو، هاڻ درکول!" امير خان وري حفي ٿيندي چيو.

"هي مدرسو آهي علم جو گهر. هن ۾ هٿيار ٻڌي لنگهڻ ڪبيرو گناهه آهي، ۽ هنن سپاهين جو وري علم سان ڪهڙو واسطو؟ هي دروازو دين جي عالمن سڳورن لاءِ بيشڪ کليلو، پر هنن سپاهين لاءِ هرگز نه کلندو!" ٻوڙهي ۾ الاڏي ڪٿان جان اچي ويئي. هن جو سينو اڳيان وڌي آيو، ۽ سندس اکين ۾ هڪ نئين جوت جاڳي آئي.

امير خان قنڌاري مولوين سان هري هري مشورو ڪرڻ لڳو. هو فقط پنهنجون ڏاڙهيون لوڏيندا رهيا. آخر ڪنهن ڳالهه تي هو پاڻ ۾ ٻڪراهه ٿيا، تڏهن امير خان ڏاڍيان چيو: ”توهان دروازو کول. فقط آءٌ هنن عالمن سڳورن سان آخوند صاحب جي خدمت ۾ حاضر ٿيندس. سپاهيو، اوهين چاليهه قدم پوئتي هٽي بيهو، ۽ اسان جو انتظار ڪريو!“

سپاهي هڪدم گهوڙا موڙي پوئتي هٽي ويا. امير خان دروازي ڏانهن وڌيو. ٻڍڙي تي ڇڙ ڪو اثر نه ٿيو، چيائين ”ڇڻ ڇڻ ڇڻ، هٿيار لاهي هت رکو، دروازو پوءِ کلندو!“

اميرخان لاچار ٿي ترار مياڻ سان ڪڍي، پوڙهي جي ڪٽ تي رکي، ۽ ٻوڙو هوٿ زمين تي رکي ڇڏيائين. ٻڍڙو پاڻ اٿي وڌي آيو، ۽ ڇڪ ڏيئي امير خان جي ڪمربند مان خنجر ڇڪي ورتائين. پوءِ ڏاڍيءَ نفرت سان قنڌاري مولوين ڏانهن وڌي آيو، ۽ هڪ هڪ ڪري مولوين جي ڪمربندن مان خنجر ڪڍي ورتائين. مولوي حيرانيءَ مان هن پيرمرد جي چستيءَ ۽ ڦڙتيءَ کي ڏسندا رهيا. خنجر پاڻ وٽ قابو ڪري، پوڙهو دروازي تائين آيو، ۽ دروازي تي هٿ سان ٺڪ ٺڪ ڪيائين. اندران ڪو هلڪو آواز آيو. ٻڍڙي چيو: ”دين جا عالم سڳورا قنڌار کان پنڌ پيا آهن. هنن جي آجيان لاءِ دروازو کوليو!“

ٻڍڙي جا لفظ پورا ٿيا نه، وڏي دروازي ۾ هڪڙو ننڍڙو دَرُ کلي پيو. اهو دروازو اهڙو هو جنهن مان هڪ ئي وقت فقط هڪڙو ماڻهو لنگهي ٿي سگهيو، ۽ ان کي به هيٺ جهڪڻو ٿي پيو. ٻڍڙي چيو: ”هيءُ علم جو در آهي. هت جهڪڻ قسمت وارن کي نصيب ٿيندو آهي!“

امير خان دل ئي دل ۾ خار کائيندو، مولوين جي پويان اندر داخل ٿيو. اندرئين پاسي ننڍي قد جو هڪ همراهه کين وٺي، آخوند صالح جي حجري ڏانهن هلڻ لڳو. اتي پهچي، هن سڀني کي جتيون لاهڻ جو اشارو ڪيو. جتيون لاهي هو اندر داخل

ٿيا ته هڪ ٽڪري تي هڪڙي ڪرڙو ماڻهوءَ کي ويٺل ڏٺائون، جنهن جي ڇيڄ ڪار ڏاڙهيءَ ۾ ڪٿي ڪٿي اڇا وار به ظاهر ٿيڻ لڳا هئا. سندس منهن ۾ عجيب چمڪ ۽ ڏيا هئي. هو ڪنهن ڪتاب پڙهڻ ۾ مشغول هو. هنن کي ايندو ڏسي هو اٿي بيٺو، ۽ سندن آجيان ڪندي، کين ويهڻ لاءِ چيائين. امير خان کي پٺ تي ٽڪري تي ويهڻ ڏاڍو ڏکيو لڳو. زمين سندس ڏڍن ۾ چڀڻ لڳي، ۽ هو ڏري ڏري پاسا بدلائي سڌو ٿي ويهڻ جي ڪوشش ڪندو رهيو.

قنڌارين مان هڪ مولويءَ پنهنجي اچڻ جو مقصد بيان ڪندي چيو: "حضور مرزا باقي بيگ جن جي راءِ آهي ته سنڌ ۾ تعليم جو خاطر خواه بندوبست ڪرڻ لاءِ، ملڪ جي سمورن مدرسن ۾ فارسي ۽ دينيات پڙهائي وڃي. ان ڪري هن قنڌار کان دين جا عالم گهرايا آهن. جن کي درس تدريس جو ڊگهو تجربو آهي. هن دارالعلوم ۾ اسان پنجن ڄڻن کي پڙهائڻ جو حڪم مليو آهي."

آخوند صالح ڪنهن گهوڙهي خيال ۾ ٻڏي ويو؛ ۽ پوءِ ڪجهه سوچيندي چيائين: "گهڻوئي سڀ مدرسا ۽ دارالعلوم آهن ئي ديني تعليم لاءِ، ۽ اسان جي مدرسن ۾ ڪي شاگرد هوندي ئي فارسي پڙهن پيا."

"سرڪار چاهي ٿي ته فارسيءَ جي تعليم عام ڪئي وڃي. هر شاگرد ضرور فارسي پڙهي، علم جي دنيا سان روشناس ٿئي!" مولوين مان هڪڙي چيو.

"فارسي هتان جي ماڻهن جي ٻولي ڪانهي. انهيءَ ڪري ان کي فقط ڪي ڪي اعليٰ شاگرد پڙهڻ گهرندا جن کي ان جي سکڻ جو شوق هوندو. تنهن کان سواءِ سرڪاري طرح فارسي پڙهائڻ جو ڪهڙو ضرور آهي، جڏهن اسان وٽ فارسي سيکارڻ جا استاد اڳي ئي موجود آهن." آخوند صالح نهايت آهستي ۽ ڌيرج سان ڳالهائي رهيو هو.

هڪ مولويءَ کي شايد جوش اچي ڻ لڳو هو: "فارسي

هتان جي حاڪمن جي زبان آهي، اسلامي حڪومت جي زبان
آهي، اسلامي زبان آهي. ايران، افغانستان ۽ هندستان جي مسلمانن
جي واحد سڌريل زبان آهي. قنڌار کان دهليءَ تائين فارسيءَ جو
چرچو آهي. فارسي سکڻ سان سنڌي پنهنجي حاڪمن جي قريب
ايندا، منجهن اسلام جو درد پيدا ٿيندو. ترخانن ۽ سنڌين جي
وچ ۾ هن وقت جيڪي غلط فهميون آهن، سي دور ٿي وينديون.“

آخوند صالح فوراً ڪوبه جواب نه ڏنو. پوءِ چئن ئي
مولوين تي هڪ نظر وجهندي، امير خان جي اکين ۾ اکيون
اٽڪائيندي، ڪيس گهوريندي چيائين: ”سنڌين جي مٿان سرڪاري
طرح سان زور زبردستيءَ سان ڪابه زبان مڙهي ويندي ته هو هرگز
هرگز ڪونه پڙهندا. هنن کي پنهنجي زبان سان بيپناهه محبت آهي.
هنن جي ٻولي دنيا جي قديم ٻولين مان آهي — فارسيءَ وانگر
هزارين سال پراڻي، ۽ فارسيءَ جهڙي ئي مائيدار ۽ مٺي ٻولي آهي.
اڄ تائين هنن ڪابه ٻاهرين زبان قبول نه ڪئي آهي. برهمڻن ڪين
پنهنجي ڌرم سان گڏ سنسڪرت پڙهائڻ جي ڪوشش ڪئي، پر
هو نه پڙهيا. عربن اسلام آندو، پر هو سنڌين تي عربي مڙهي نه
سگهيا. تاريخ شاهد آهي ته هنن ڪڏهن به زور زبردستيءَ سان
ڌارين زبان قبول نه ڪئي آهي. فارسيءَ کان هنن کي ڪابه نفرت
نه آهي؛ فارسيءَ کي هو هڪ سٺي زبان سمجهن ٿا، فارسيءَ جي
علم، شاعريءَ ۽ ادب کي هو ڏاڍي چاهه سان پڙهن ٿا، پر
جيڪڏهن فارسي هنن تي زوريءَ مڙهي ويئي، ته هنن ۾ ان جي
خلاف نفرت پيدا ٿي پوندي!“

”هي سرڪاري حڪم آهي، ان جي تعميل سنڌين کي
ڪرڻي پوندي. سرڪاري ڪاروبار لاءِ به ضروري آهي ته سنڌي
فارسي سکن، جيئن هو حڪومت جو ساٿ ڏيئي سگهن. جيڪي
فارسي سکيا آهن، سي فارسيءَ ۾ شاعري ڪرڻ لڳا آهن. سرڪار
طرفان اهڙن ماڻهن کي وظيفا ملي رهيا آهن. هنن تي عام بخششون
ڪيون ويون آهن؛“ امير خان ڳالهه کي ختم ڪرڻ لاءِ چيو.

”اهڙن ماڻهن کي ڪو به سنڌي عزت جي نگاهه سان ڏٺو ڏسي، جيڪي محض سرڪاري خوشنودي حاصل ڪرڻ لاءِ فارسيءَ ۾ ٽڪيندي ڪرڻ لڳا آهن. اوهان کي خود خبر آهي، ۽ اڄ به چڱيءَ پر ڄاڻان ٿو ته ايراني، مغل ۽ خود اسان جا حاڪم پرپٺ سنڌن فارسيءَ تي ڪيئن کلندا ٿا رهن. ان ڪري جيڪڏهن فارسيءَ خلاف نفرت پيدا ڪرڻ نٿا گهرو، ته اِن هوڏ ناز لهي وڃو!“ آخوند صالح نهايت نرم لهجي ۾ ڳالهائي رهيو هو، مگر سندس اٽل ارادي ۽ اڏول شخصيت مولوين تي رعب طاري ڪري ڇڏيو هو.

”پر سرڪار جي حڪم جي انحرافي ڪرڻ جي مجال ڪنهن کي ٿيندي؟ جيڪو فارسي سکڻ کان انڪار ڪندو، ان جي زبان ڪپي ڇڏي ويندي،“ امير خان ڪاوڙجندي چيو.

”ته پوءِ سرڪار کي هر سنڌيءَ جي زبان ڪپڻي پوندي: فارسي ٻولڻ کان هو گونگا رهڻ وڌيڪ پسند ڪندا!“ آخوند صالح ساڳئي ڌيرج سان چيو.

”پر اوهين ته کين صحيح صلاح ڏيندا ته شاگرد اوهان جو چوڻ ضرور مڃيندا،“ ٺڪڙي مولويءَ مرعوب ٿيندي چيو.

”اوهان شايد وساري ڇڏيو آهي ته اڄ به سنڌي آهيان. تنهن کان سواءِ اڄ ڪڏهن به پنهنجي شاگردن کي غلط صلاح نه ڏيندس،“ آخوند جواب ڏنو.

امير خان اٿي ٻيهي رهيو. هو ڪجهه وقت غور سان آخوند صالح ڏانهن نهاريندو رهيو، ۽ پوءِ آهستي چيائين: ”اڄ نٿي جو عامل آهيان. يا نٿي ۾ هر شاگرد فارسي پڙهندو يا سمورا مدرسا بند ڪيا ويندا!“ ائين چئي هو حجري کان ٻاهر نڪري آيو. قنڌاري مولوي به چپ چاپ امير خان جي پويان نڪري آيا.

امير خان جنهن به مدرسي ۾ ويو، اتي اهڙو ئي ڪٺو جواب مليس. هر ملاقات کان پوءِ هن جي ڪاوڙ جو مچ ٻيڻو ٻجندو ويو. ٻئي ڏينهن صبح جو ساجهر هو وري سؤ کن سپاهي ساڻ

ڪري آخوند صالح جي دارالعلوم ڏانهن ويو. قنڌاري مولوي
هن سان گڏ هئا. پيڙي وري دروازي کولڻ کان انڪار ڪيو؛
پر امير خان مولوين جي صلاح تي نه هليو، ۽ هن پنهنجو ڀالو
پيڙي جي نڙگهٽ ۾ ٽنبي ڇڏيو. سپاهين کي حڪم ڏنائين ته
دروازي کي ڀڃي کولين. سپاهي ڪاهون ڪئي دروازي کي ڀڃڻ
بيهي رهيا. پراڻو دروازو اٺن. ڏهن ٺڪن کان پوءِ چيرجي پيو.
دروازي چيرجڻ سان ننڍو در هڪدم چوڙن کان نڪري ويو.
سپاهي اگهاڙين ترارين سان مدرسي ۾ گهڙي پيا. امير خان مولوين
سان گڏجي پڙهڻ جي ڪوٺين ڏانهن وڌيو. ڀرين ئي ڪوٺيءَ
۾ آخوند صالح درس ڏيئي رهيو هو. امير خان جي اشاري تي
هڪڙو مولوي اڳي آخوند جي پر ۾ بيهي رهيو.

آخوند صالح چڻ هن کي ڏٺوئي ڪونه، ۽ هو شاگردن
کي چئي رهيو هو: ”اڄ شايد آءٌ اوهان کي آخري درس ڏيئي
رهيو آهيان. هي قنڌاري مولوي، اوهان کي ترارين جي زور تي
فارسي پڙهائڻ آيا آهن. منهنجي اوهان کي ڳڙهو اها صلاح آهي ته...“

هن اڃا جملو ختم ئي نه ڪيو ته امير خان جي اشاري
تي ٻه سپاهي هن کي ڪمري مان گهلي ٻاهر ڪڍي ويا. هيءَ
درس ننڍن ڇوڪرن جو هو، ۽ ڪنهن جي به عمر پندرهن
سورهن ورهين کان مٿي نه هئي. قنڌاري مولويءَ امير خان ڏانهن
ڏٺو، ۽ منبر تي چڙهي چيائين، ”طفلانِ من....“

اڃا هن ايترو چيو ته ٻه ڇوڪرا اٿي بيٺا، ۽ ٻنهي گڏجي
چيو: ”اسين فارسي ڪونه پڙهنداسون!“

امير خان وري ٻيو اشارو ڏنو، ۽ ٻن سپاهين اڳتي وڌي
ڇوڪرن کي گهلي ٻاهر ڪڍيو، ۽ گهلڻ وقت ڪين ٺڏن سان
ڪٽيندا ويا. ٻارڙا هيسجي ويا. ڪمري ۾ موت جهڙي خاموشي
ڇانئجي وئي. ڇوڪرا هراس ۽ ڊپ کان سپاهين ۽ قنڌاري مولوين
کي ڏسندا رهيا. امير خان ڪين سنڌيءَ ۾ چيو: ”ڇوڪرا، هي
عالم اوهان کي پڙهائڻ لاءِ قنڌار کان آيو آهي. جيڪو ڇوڪرو

فارسي نه پڙهندي، ان کي اگهاڙو ڪري، مٿن ٺٺ سان ڪڍندس...
ٻڌايو اوهين فارسي پڙهندؤ يا نه؟"

ٻار اڳيئي هيسيل هئا، ان ڪري ڪنهن به جواب نه ڏنو.

امير خان ڪجهه سوچي، قنڌاري مولويءَ کي اتي ئي ڇڏي ٻاهر نڪري آيو. سپاهين کي پنهنجي پويان اچڻ جو اشارو ڪري، هن گهوڙي کي جامع مسجد واري چونڪ ڏانهن موڙيو. سپاهين کي چيائين ته قاضيءَ جو فتوو تيار ڪن. قاضيءَ جو تماس ٺهندي ڏسي، آسپاس کان ماڻهو اتي گڏ ٿيڻ لڳا. امير خان جا سپاهي تماس جي چوڌاري هڪ وڏو گهيرو ٺاهي بيهي رهيا. ڳالهه شهر ۾ باهه جيئن ڦهلجندي ويئي ته ترخان آخوند صالح کي قاضيءَ تي ٿا چاڙهين. ماڻهو پنهنجا ڌنڌا ڌاڙيون ڇڏي، اگهاڙين پيرين، ڇتي اگهاڙي جامع مسجد ڏانهن ڀڳا.

جڏهن قاضي تيار ٿي ويئي، تڏهن امير خان آخوند صالح جي اڳيان اچي بيهي رهيو، ۽ چيائين: "آخوند، توکي ماريندي مون کي خوشي ڪانه ٿي ٿئي. اڃا به مڙي وڃ: پنهنجي مدرسي ۾ قنڌاري مولوين هٿان فارسي پڙهائڻ جو رضانامو لکي ڏي ته توکي ڇڏي ڏيندس، نه ته...."

آخوند صالح جي منهن تي عجيب نُور ٽهڪي رهيو هو، ۽ هن چيو: "تو جهڙا هزارين جاهل مون ڏٺا آهن. جيڪڏهن مون کي قاضيءَ تي چاڙهيندين ته سنڌ فارسي ٻولي لکندي ڇا؟ اوهين هڪڙي سنڌي استاد کي قاضيءَ تي چاڙهي ڇڏيو. تڏهن به سنڌي مدرسن ۾ فارسي زوريءَ پڙهائي نه سگهندؤ!"

امير خان هڪ سپاهيءَ کي اشارو ڏنو، جنهن وڌي قاضيءَ جي سرڪڻي آخوند صالح جي ڳچيءَ ۾ وڌي. ميڙ ۾ چرٻر ٿيڻ لڳي. ۽ ماڻهن جي دلين ۾ وَڍَ پوڻ لڳا. پر سپاهين جي ڀالن هنن کي اڳيان وڌڻ نه ڏنو. امير خان وري تماس واري سپاهيءَ کي اشارو ڏنو: هن هڪ ئي ڌڪ سان قاضيءَ وارو تختو آخوند جي پيرن هيٺان ڪڍي ڇڏيو. آخوند جي وات مان ذرو به آواز

نه نڪتو، الاءِ ڪيئن هن جي لڙڪندڙ جسم جي منهن تي اهائي نوراني مرڪ اچا تائين قائم هئي. امير خان حيرت مان هن کي ڏسندو رهيو. هن سوچيو ته ڦاهيءَ جي تختي تي هن سنڌين مرڪڻ ڪٿان سکيو آهي؟

هن وري ڇوڪرن ڏانهن ڏٺو، ۽ هڪ ڀيرو وري هنن کان پڇيائين: "اڙي ڇورا ٻڌايو، فارسي پڙهندؤ يا نه؟"

ڇوڪرن جواب نه ڏنو. هو ته پنهنجي استاد جي لڙڪندڙ جسم کي ڏسي روئندا رهيا. امير خان وري سپاهين کي اشارو ڪيو. سپاهين ڇوڪرن کي چوڪنيو ٻڌي، ٻهرين هڪ ڇوڪري جي، ۽ پوءِ ٻئي جي جيڀ ٻاڙون وڍي ڇڏي، ڇوڪرا ٻڪرن جيان رانباٽ ڪرڻ لڳا. رت سندن واتن مان وهڻ لڳو. ڪجهه رت نڙيءَ ۾ وڃڻ ڪري، هو اٿوڙجڻ ۽ کنگهڻ لڳا؛ کنگهي وري ٻاڪارڻ ٿي لڳا. ميڙ ٿيل ماڻهن کي ڄڻ ڪو نانگ ڏنگي ويو هو، ۽ هو پٿر پهڻ ٿي هن ڪيس کي نه ڏسندڙ اکين سان ڏسندا رهيا.

امير خان ڏهاڪو کن سپاهي اتي ڇڏي، اتان هليو ويو؛ ۽ شهر ۾ پڙهو ڏياريائين ته جيڪو آخوند پنهنجي مدرسي ۾ فارسي نه پڙهائيندو، ان جو حشر آخوند صالح جهڙو ٿيندو؛ جيڪو شاگرد فارسي پڙهڻ کان انڪار ڪندو، ان جي زبان ڪپي ويندي، ۽ جيڪو مائٽ فارسي پڙهائڻ ڪري ٻارن کي مدرسن مان اٿاريندو، ان جو سمورو مال متاع ضبط ڪيو ويندو.

شام تائين آخوند صالح ۽ ٻنهي شاگردن کي ڏسڻ لاءِ هشام سنڌين جا اچي ڳڌ ٿيا. اهڙو ڪيس نه ٿيو نه ٿيندو. ماڻهن جي آنڊن ۾ وڍ پوڻ لڳا. هزارين ماڻهو اوڇنگارون ڏيئي روئڻ لڳا، ۽ ڪي خاموش هنن لئه قربان ٿيندڙن کي ڏسندا، اندر ئي اندر ڪڙهندا، ڳوڙها ڳاڙيندا رهيا. ٻڍڙا ۽ پيرسن پنهنجن آنڊن کي مهٽيندا مسجدن ۾ وڃي پنهنجي رب سان شڪايتون ڪرڻ لڳا. ڇونڪ ۾ ڇپ وڌل شاگردن جا منهن سڄندا ويا. سندن ڪنڌ هڪڙي پاسي لٽڪي پيا، ۽ مکيون سڙي سندن رت ڀريل واتن تي ڳُڻڻ لڳيون!

# ٨

ٺٽي جي سينڌ اڃا ستارن سان سينگاريل هئي. ٿڌي ڪُهر جهڙي چانڊوڪي ٻاچولن سان راند ڪندي، سوڍل جي دل جيئن ٽلڪڻ لڳي هئي. ترخانن جي محلي ۾ سپاهين ۽ چوڪيدارن جي هوڪن کان سواءِ سڄو ٺٽو بي خبريءَ جي ننڊ ستل هو. سوڍل سوچڻ لڳو ته ننڊ پيل سانڍيو ٺٽي جو شهر الائي پنهنجي گهرن اندر ڪهڙن ماتمن ۽ روڄڻ کي لڪايو ستو پيو آهي. سنڌ جي هن سونهاري شهر جي گهٽين مان اڪيلو لنگهندي هن کي عجيب لڳي رهيو هو. هن ڏاڍي پيار مان ڪميت جي پشڪن تي ٿڦڪي هنئي، ۽ ڪميت سراءِ جي اڳيان ڪنڌ نمائي بيهي رهي. سوڍل ڪڙو کڙڪايو. ڪو جواب نه مليس ته وري ڏاڍيان ڪڙو هڻڻ شروع ڪيائين. نيٺ ٻڇندي ٻڇندي ٻڍڙي علوءَ اچي دروازو کوليو. هيڏيءَ رات جو ڪنهن مسافر جو اچڻ هن کي هميشه بيچاري ڇڏيندو هو. ترخان پنهنجي پڇي ويل ترڪ چوڪرن يا ٻانهن جي ٽولا ۾ اڪثر اڌيءَ ويل اچي سراءِ جو دروازو کولائيندا هئا، ۽ مسافرن ۽ کيس مارڪٽ ڪري هليا ويندا هئا.

"ڪير؟" ٻڍڙي علوءَ ٻڇندي ٻڇندي سوال ڪيو.

"آءٌ آهيان سوڍل!" سوڍل مختصر جواب ڏنو.

"سوڍل، تون؟ هن مهل؟ اچ، اچ، ٻاهر ڇو بيٺو آهين؟ تون هل اندر ته آءٌ گهوڙي ڪُڙهه ۾ ٻڌي ٿو اچان.... دائو ڏڏانس؟" ٻڍڙي گهوڙيءَ جو لغام هن کان وٺندي پڇيو.

سوڍل سراءِ ۾ اندر اچي، ڏئي جي وٽ کي ٽورو ڇنڊي

رت سندس مغز ۾ ڪنهن درياهه وانگر ڇوليون هڻي رهيو هو. هن جو سمورو بدن ڪنهن عجيب آڳ ڪان جلي رهيو هو. هن جي اکين اڳيان رکي رکي به ڪارها ڇپ ڇميءَ جي شڪل ظاهي آيري ٿي آيا، ۽ هن چٺ ان تصور کي هٽائڻ لاءِ پنهنجيون اکيون مهٽڻ ٿي شروع ڪيون.

ڀيڙو علو مولي آيو. هن کي ائين ڪنهن سوچ ۾ ويٺل ڏٺائين، ته ڏاڍي ڀاڙوهه مان ڇيائين: "ڇو سوڍل، ڪهڙين ڳڻتين ۾ آ هن؟"

"ڪجهه به ڪونهي. تون منهنجي لاءِ ڪا ڪوٺڙي ڪول،" هن چٺ سوال ڪان پاڻ بچائڻ ڪاڻ چيو.

ڪوٺيءَ ۾ وڇايل هنڌ تي، هو جنهن لاهڻ بنان ئي ليٽي پيو. علو به سندس آڏو ويهي، غور سان سندس منهن ۾ نهاريندو رهيو. هو سوڍل کي ورهين ڪان سڃاڻندو هو. ترخانن خلاف هن جي ڪارنامن ڪان ڪير واقف ڪونه هو؟ هرڪنهن بغاوت جي منڍ مهاڙ ۾ سوڍل هوندو هو. ڇاڇي وريام واري واقعي ڪان پوءِ ته سمورا ماڻهو سوڍل کي پنهنجو سڳو ميٺ سمجهندا هئا ۽ وڏي ڳالهه ته ترخانن ۾ جيترو ڊپ سوڍل جو هوندو هو، ايترو ڪنهن جو نه هو.

سوڍل جڏهن به ٺٽي ايندو هو، رهندو علوءَ جي سراءِ ۾ هو؛ علو به هن جي خاص ڪوٺڙي هن لاءِ خالي رکندو هو، ڇاهي هن کي مسافرن کي پتر ۾ سهارڻو پوي. مسافرن جي خدمت چاڪريءَ لاءِ هن وٽ ٻه-ٽي ماڻهو هئا، پر سوڍل لاءِ ماني ٽڪي هو پاڻ کڻي ايندو هو، سندس هنڌ پنهنجن هٿن سان وڇائيندو هو، سندس گهوڙي کي داڻو پاڻي پاڻ ڏيندو هو. سوڍل جي باغي هجڻ جي خبر هوندي نه سڄيءَ سنڌ کي هئي، پر سندس اندر جي ادمن ڪان ڀيڙو علو وڌيڪ واقف هو. هن کي هن جي طبيعت، هن جي مزاج جي چڱيءَ طرح خبر هئي. اڄ به هو سمجهي ويو ته سوڍل ڳالهائڻ نٿو گهري. پر ڪانئس رهيو نه ٿيو. ۽ پڇيائين "سوڍا، ڪيئن هلندين؛ ڪجهه تيار ڪرائي [illegible] [illegible] [illegible]؟"

”نہ چاچا، البت اچيو آهيان. انئي ڪجھ رکيل؟“ سوڍي آهستي چيو.

”بابل، تنهنجي لاءِ سڀڪجھ آهي. ڪالھ اچي جي ماڻي ڪلاڪ ڏيئي ويئي آهي، سا تنهنجي ملڪ آهي!“

گهڙيءَ ڪان پوءِ هو ماڻي ۽ وڏي سوڍي اڳيان رکي، ڇُپڙي ڪري ٻاهر نڪري ويو. سوڍي وٽي پري سرڪ ٻيٺي تہ ڇڻ تہ سچ تي چنبو پنجي ويو. هو الائي ڪيتري دير ويٺندو رهيو؛ جڻ جڻ ٻيٺندو ويو، تڻ تڻ ننڊ هن جي اکين ڪان ڪوهين ڏور ڀڄندي ويئي. هو پنهنجي ڪوٺڙيءَ ۾ اڇ وڃ ڪندو رهيو. هن جي ذهن ۾ واچوڙا ورندا رهيا، ۽ هو انهن سان جنڊ ڇڏائڻ لاءِ وري ماڻيءَ ڏانهن موٽي آيو. ليليءَ جو هر انگ هن جي جسم ۾ ڪنوڻ وانگر ڪنوندو رهيو؛ هن جا چپ، هن جون اکيارڙيون ٻانهون، هن جو آرهہ، هن جو ڏنُ، هن جي جسم جي جهٽڪ، هن جي آواز جي ليءِ رکي رکي هن جي ذهن کي ڏنڀين وانگر ڏنگيندا رهيا، ۽ هن کي پنهنجي ٻاڻ تي ڪاوڙ اچي ويئي. ’آءٌ اينترو بيٺو ٿي ويو آهيان، جو هڪ زال منهنجي جسم، دل ۽ دماغ تي ڇانئجندي ٿي وڃي. آءٌ هڪ ترخان زال جو مقابلو ئي نٿو ڪري سگهان تہ سنڌ ترخانن ڪان ڪيئن آزاد ٿيندي!‘

اوچتو ’سنڌ‘ جو نالو زبان تي ايندي ئي، هن جي ذهن ۽ جسم جي ڇڪ ۽ ڇڪ لهي ويئي. واچوڙا بيهي رهيا. هن وري اهو نالو اچاريو ”سنڌ!“ ۽ هن کي ائين محسوس ٿيو ڇڻ تہ هن جي بدن ۾ نئون رت اوتجندو ٿي ويو. هن کي ائين محسوس ٿيو ڇڻ هن کي امرت جو پيالو ملي ويو. هن هڪ دفعي وري سنڌ جو نالو زبان تي آندو، ۽ هن کي ائين محسوس ٿيڻ لڳو ڇڻ هن جي اندر ۾ جيڪا بہ ڇڪتاڻ هئي، جيڪا بہ ڪشمڪش هئي، سا بيهي رهي هئي. ان نالي ڇڻ ناڳ جي مڻ وانگر، هن جي جسم مان زهر ڇڪي ڪڍي ورتو هو، ۽ هن ائين ڀانيو تہ

ان پارس جي سندس زبان سان ڇهاءَ جي ڪري، هو سڄو سونو ٿي پيو هو. هن جو هر انگ، هن جو لڱ لڱ سونو ٿي ويو هو، ۽ هن کي پڪ ٿي ته هن جو رت به سونو ٿي ويو هو. جيڪڏهن هن جو رت وهيو ته هر رت ڦڙي مان هڪ نئون سونو سنڌي پيدا ٿيندو. هن جي هر انگ وڍڻ سان سوين انگ پيدا ٿي پوندا، ۽ هن کي سنڌ جي آسر هجڻ جو يقين ٿي ويو، پنهنجي امر هجڻ جو يقين اچي ويو، ۽ هن جڳ نعرو هڻندي چيو: ”جيئي سنڌ، سدا جيئي سنڌ!“

ان نعري لحظي ۾ هن جا سڀ ڏک دور ڪري ڇڏيا، ۽ هو من ئي من ۾ تجويزون ۽ رٿائون ٺاهيندو، بستري تي ليٽي پيو. هن سوچيو ته سنگهار کي امير خان جي نيابي ڏيڻ جي بهاني پنهنجيءَ رٿ ۾ شامل ڪري، جبل هليو ويندو ۽ لشڪر گڏ ڪري ٺٽي تي چڙهي ايندو. سنگهار جي گهر جو سوچيندي هن کي سانول ياد اچي ويو. سانول جو معصوم مکڙو ياد ڪندي هو آٿي پيو. چاچي علوءَ کي گهوڙي سنبرائڻ لاءِ سڏ ڪيائين.

جڏهن پيڙي علوءَ ڪمس گهوڙيءَ جي تياري جو پڇايو، تڏهن الائي ڇو سوڍل ڪيس پاڪر پائيندي چيو: ”چاچا علو، آءٌ ڪپڙا تي نو اچان، ڏينهڪ موٽندس. پر ان وچ ۾ ٺٽي ۾ سنگهار جو پڇڻ ته ماڻهو موڪلي، ڪمس منهنجي لاءِ ترسائج!“

پيڙو علو سنڌ جي هن جوڌي جوان کي پيار ۽ سڪ مان ڏسندو رهيو، ۽ جڏهن سوڍل جي ڪميت سندس نظرن کان اوجهل ٿي ويئي، تڏهن هن آسمان ڏانهن نهاريندي، پڻ پڻ ڪندي چيو: ”ڌڻي منهنجا، اسان بروبر سڄي عمر گناهن ۾ گذاري، پر تون اسان جي گناهن ڏانهن نه ڏس.... هنڙن سوڍن کي سلامت رکج.... مَنَ سنڌ وري منهن ڪڍي موچاري ٿئي.“ ۽ پوءِ دل ئي دل ۾ ڪجهه پڙهندي، هڪ ڊگهو شوڪارو ڀري، سوڍي جي ڪونڊيءَ ۾ داخل ٿيو.

سنگهار جي زال، ڀاڳل چاڏيءَ مان مکڻ ٺاريندي هڪ وڏو چاڙهو ٺاهي کڻي ولڙيءَ ۾ رکيو، ۽ پاڻ وري ڏيهر سڌي ڪري، مڌيءَ کي ڦيرائڻ ويهي رهي. ڏڌ ولوڙيندي، خود هن جي دل به ولوڙجندي ٿي وئي. سنگهار کي اڄ ٽيون ڏينهن وئي ٿيو هو: پاڻ چئي ويو هو ته ڏينهڪ موٽندو، ۽ هتان هي چوٿون سج چڙهي آيو هو. "ڌڻي منهنجا، تون خير سان وراڻينس!" هن دل ئي دل ۾ ڪا ٻاس باسيندي چيو. مڌي ڦيرائيندي هن جون آسروند اکيون، هر هر در ڏانهن کڄيو ٿي ويون. هن جي دل کي وسوسا ڪائڻ لڳا هئا. مڙس سان ٻ ي ڪانه سگهندي هئي ته نه هوند ڪيس شهر ڏانهن ڪڏهن به نه ڇڏي ها. هن ڪڏهن به مڙس سان هوڏ ڪانه ڪئي هئي؛ ۽ هوڏ ڪري ها ته به سنگهار مڃيس ٿورو ئي ها. هو پاڻ هوڏ تي چڙهندو هو ته پنهنجي سر جي ئي سانگو نه ڪندو هو، ۽ شهر ۾ هن جي هوڏ ته هميشه نئو نئون رنگ لائيندي هئي. ڀاڳيءَ جي مڙس علو ٻنوهر ڪيس ڳالها ئي ٻيرا چيو هو ته "ماسي، چاچو سنگهار جڏهن ٿو شهر وڃي تڏهن ٿو ارغونن ۽ ترخانن سان وڙهي. تون نٿي سمجهائينس؟ ترخان ته نيٺ به ملڪ جا والي آهن؛ لڏائينس نه ته منهنجو ڏلو لاهي ڇڏجانءِ!"

ڀاڳل رکو هڪڙو ٻيرو ٻنو ٻپ ڪري ڪيس چيو هو: "آ، سڄڻ تو: علو ٻنوهر تو چئي ته تون ترخان سان ٿو ڪڙنسين، ۽ ترخان مرڪو اسان کي لڏائيندا!" سنگهار جو جواب ٻڌي هن جا ته تاڪ لڳي ويا هئا. "ترخان لڏائيندا منهنجي آڱوٺي کي! آئي ڪو علو ٻنوهر ٿورو ئي آهيان، جو ٻيءَ کي جهلائي. جاگير پنهنجي نالي لڳائي آيو آهي. هو ته ترخانن جو نمڪ ويٺو کائي، سو هن کي پنهنجي لڏائڻ جو ڀؤ ٿو ٿئي! علو تنهنجي مارو جو پٽ آهي ته جا ٿيو، سمجهائي ڇڏينس ته منهنجي گهر ۾ اهڙيون ڪاڻريون جون ڳالهيون نه ڪري. هون، ترخان لڏائيند جو آئي سنڌ ڪڙنئي ٿي ويٺو آهياز! سنگهار کي لڏائڻ وارو ماءُ پٽ اڃا ڄائو ئي ڪونهي!"

هوءَ وري نيهر لاهي، مکڻ آگهڻ لڳي. وٽيءَ تي نظر پيس ته مکڻ جو چاڙو غائب ٿي ويو هو. هن حيرت مان پنهنجي ڏيرانيءَ ڏانهن نهاريو، جا پڌر ۾ سوڙ سبي رهي هئي. هيڏانهن هوڏانهن نهاريندي هن چيو: "اڙي ٻڙي، ڏٺئي! رڳو هلي منهنجي اکين اڳيان مکڻ جو چاڙو چٽ ڪري ويئي!"

ڏيرائس منهن مٿي ڪري هن ڏانهن نهاريو، ۽ ڪجهه ڏسي چيائين: "ادي، ٻلي ته ڪانهي؛ البت تنهنجي پنيان هڪ نور ويٺو پنهنجا چپ صاف ڪري. پٺيان ٿي ته مکڻ انهيءَ نور کنيو آهي!"

پاڳل حيران ٿي پويان نهاريو، ۽ پويان ساوڻ کي ويٺل ڏسي، اچي ٽهڪڙن ۾ پيئي. "گهوري وڃانءَ، اها چٽ وڏار توکي پاراتو ڏيارهندي. آءٌ ته سچ پچ نور کي ٻلي واري هئس. اچي هان، هي پيو چاڙو به ڪٺي چڙهه ڪر!" هن وٽي ساوڻ ڏانهن وڌائيندي چيو. ساوڻ سندس ننڍي ڏير جو اڪيلو پٽ هو. گهر ۾ ٻار به اهو هڪڙو ئي هو، ۽ پنهنجو اولاد به ڪونه هوس، ان ڪري ساوڻ ٿي هن لاءِ سڀڪجهه هو. ماءُ کان وڌيڪ گهرلدي هيس. ساوڻ سندس لاڏ جي ڪري، ننگ، به ڪيس ٿي ڪندو هو، پر هوءَ سدائين گهوري پيئي ويندي هئس. چنچل به حد درجي جو هو. ڪنهن کان ڪونه ڊڄندو هو. سڄو ڏينهن ڳوٺ جي نينگرن سان ڪنهن نه ڪنهن کيچل ۾ لڳو پيو هوندو هو.

"جيجي، چوريءَ جي مکڻ ۾ جهڙو مزو هو، سو هن ۾ ڪٿي. پر جيجي تو مکڻ لاهي ڇڏيو، اڄ منهنجي مهي به وسري ويئي؟"

"صدقي وڃانءِ، هوءَ رکي آهي جاري ۾. وڃو پرپل آڻي، جي بچائي آڻيئي ته پاڻ ٿو چاڙن!" پاڳل ڪاڏي چيو. گهڙيءَ لاءِ هن کي سنگهار جي اونءَ به وسري ويئي.

ساوڻ نينگ ڏيندو جاري تائين پهتو، ۽ مهيءَ جو وٽو ڳٽ ڳٽ ڪري پي ويو. پاڳل ۽ ماٽس کيس پيار مان ڏسنديون

رهيون. جڏهن وٽو خالي ڪري ڇڻ جاري ٿي رکيو، تڏهن مائس
سٽيءَ ۾ ڏاڍي پوئيندي چيو: "ابا، اڄ ڪتاب کان سويري ڪيئن
آيو آهين؟"

"اسان آخوند کي ڳالهه ئي اهڙي پڙهائي، جو سڀني کي
موڪل ڏنائون." سانول سادگيءَ سان جواب ڏنو.

"ڀلا اسان کي ڪونه پڙهائيندين ڇا اها ڳالهه؟" پاڳل
منڊيءَ تان اٿندي چيو. سانول کلي ڏنو. هن کي اڃا تائين آخوند
جي ڏپ تي کل پئي آئي. هن سڄي ڳالهه ڪري پڌائي ته ڪتاب
۾ نئون قنڌاري مولوي آيو هو. سڀني ڇوڪرن گڏجي "ترخاني
ٽَرا، وات تي؛ جيئن گڏهه هلن گهاٽ تي!" ڳائي، ترخاني مولويءَ
جي آجيان ڪئي هئي؛ ۽ آخوند قنڌاريءَ جي ڪاوڙ جي ڏپ
کان سڀني کي موڪل ڏيئي ڇڏي. سانول اها ڳالهه ڪئي ته
پاڳل کي وري سڳهار ياد پيو. تڏهن چيو ته اهي ڳالهيون
سچيون هيون ته سڄيءَ سنڌ ۾ ترخانن خلاف سنڌين ۾ وري ناهه
پيدا ٿيڻ لڳو هو، ۽ وري ڪا هلچل ٿيڻ واري هئي. هن جو
ته هميون ئي هڃي ويو. اڳيئن هلچان ۾ به هن جا ٻه ڪونڌر
پاءُ ۽ هڪڙو پاڻيهو قربان ٿي چڪا هئا. اڳيئن بغاوت ڏاري ته
پٽس به ڏڪجي پيو هو، ۽ مري بچيو هو. "اي ڏئي منهنجا،
اسان سنڌين ڪهڙو ڏوهه ڪيو آهي؟ ملڪ اسان جو، جُوهه اسان
جي، پورهيو اسان جو، پوءِ به سِر ڏيڻ لاءِ سنڌي اڳ ۾! هي
ڪهڙو اندير آهي، منهنجا مالڪ! ترخان ته پرائي مال تي، ٽوپي
نراڙ تي، رکيو ترارون تکيون ڪندا وتن!"

"ابا، تو وري بي ڪا ڪيچل ته ڪانه ڪئي آهي؟"
منس به هن جي ڳالهه پڌي، ڪنهن ڳوڙهي ويچار ۾ پئجي ويئي
هئي. هن کي سانوڻ جي ڪيچان مان هميشه ڏپ ٿيندو هو اڳئين
ڀيري به هڪڙي ارغون کي ذري گهٽ ڪوهه ۾ ٻوڙي ماريو هئائون.
هڪڙي ٻوڙي گونگي فقير کي اڳيان ڪري ارغون کيه چيائون
ته مسجد واري پانڊي ۾ خزانو پوريل هو، جنهن جي ٻُڌنگي

فقير کي خبر آهي. ارغون خزاني جو تالو ٻڌي هر ڪجهه ويو،
۽ گونگي کان پڇائون ڪرڻ لڳو. گونگو رکيو هٿ جا اشارا
ڏيڻ لڳو؛ تڏهن سانول ۽ سندس ساٿين کيس چيو ته هي درويش
ڏهن جو واٽ سان ڪونه ڳالهائيندو آهي، پر چوي ٿو ته جيڪڏهن
اوهين ٻڌي انسان سان عاجز ته توکي هلي خزانو ڏيکاريون.
ارغون جهٽ راضي ٿي ويو. سانول هڪڙي چوڪري جي پٽڪي
سان اکيون ٻڌيون ۽ کيس مسجد واري کوهه وٽ وٺي آيا.
کوهه جي ڪنڌيءَ وٽ پهچي، چوڪرا گونگي فقير کي وٺي
اتان کسڪي ويا ارغون به خزاني جي لوڀ ۾ جهڙو اکين ٻڌو
ٿيڙو ڏيو وڃي کوهه ۾ ٽڪو ڪيائين. شڪر جو کوهه کاري
پاڻيءَ ڪري لڳي چڙهيو هيو ته ارغون پڌي مري ها.
هن کي ڏاڍا ڏڪ لڳا، پر مئو ڪونه. رڙين تي ڪن نمازين
اچي کيس کوهه مان ڪڍيو. ارغون ترخان عامل وٽ دانهين ٿي
ويو. پر ڪجهه ڪجهه نه ڪئي، ۽ ڳالهه لٺ مٿي ٿي ويئي.

"نه انسان، اڄ رڳو نامدار خان چرڪس جي ڪبوترن
جي وڏي پچري ۾ ٻه هڪڙن وڃي ڇڏيوسون!" سانول ڪنيدي چيو.

"آ ابا، اهو ڪهڙو ڪيس ڪيو؛ وپچارا آويا ٻکيڙا
انهن کي چو ٽا ڏکوهيو!" پاڳل کي ڪبوترن تي رحم اچي ويو.
هن اجا ڳالهه پوري مس ڪئي ته ٻري کان گهوڙي جي سنبن
جو آواز ويجهو پوندو ويو. پاڳل دل ئي دل ۾ دعا گهرڻ لڳي
ته شل اهو سنگهار هجي. پر هيءَ چال سنگهار جي گهوڙي جي
ڪانه هئي. جڏهن آواز ويجهو ٿيو تڏهن گهوڙي جي هڪار مان
پاڳل سهي ڪيو ته هي سندس ڏير سوڍل جي ڪميت اچي در
تي جهلي هئي. سوڍل جو اچڻ هميشه پاڳل کي ڪو اڻکو
ڏيئي ڇڏيندو هو. سوڍو ۽ سنگهار ڀاڻ ۾ تهندا ئي ڪين هئا،
۽ پاڳل هميشه سوڍل جو طرف وٺندي هئي. سوڍل جو اچڻ
سدائين ڪنهن اينڌڙ مٺي جو اعجاز هوندو هو. هن جي ڏائي
اک زور سان ڦڙڪڻ لڳي، ۽ دل ئي دل ۾ هوءَ وڙي ٻاهون
ٻاسڻ ۽ دعائون گهرڻ لڳي.

سوڍل ڇاڻ ڪري اندر هليو آيو. ساڻول جو سوڍل کي ڏٺو
ته ڀڙڪي سندس پٺن تي چڙهي ويو. ”چاچا.... چاچا!“

ساڻول کي پنهنجن سمورن چاچن مان سوڍل سان دل هئي:
هن جي ڏيل، هن جي هيبت ۽ هن جي ڇاهوڪي شڪل کان سواءِ
هن ماڻهن کان سوڍل جي پهلوانيءَ ۽ سورهيائيءَ جون اهڙيون
ته ڳالهيون ٻڌيون هيون. جو هن دل ئي دل ۾ کيس پنهنجو سورمو
بنائي ڇڏيو هو. سوڍل کي به پنهنجي ڀائٽيي سان ڏاڍي محبت
هئي. هن ۾ کيس شايد پنهنجي ئي طبيعت جي ارڏائي نظر ايندي
هئي — اها ئي بي ڊپائي، پاڻ تي ڀروسو، ۽ سڀ کان وڌيڪ سندس
سوڪري ڇاتي، ڪشادو نرڙ، تيزيون پوريون اکيون ۽ ڳٺيل
جسم کيس ڏاڍو وڻندو هو. هو جڏهن به ايندو هو تڏهن گهڻو تڻو
وقت ساڻول سان گذاريندو هو. ساڻول سان گڏجي کيتن ۾، درياهه
جي ڪپ تي يا ٽڪرين تي گهمڻ هليو ويندو هو، ۽ هن کي
هن سر زمين جي ذري ذري جي ڪهاڻي ٻڌائيندو هو. يونانين
کان وٺي ڄام فيروز تائين سنڌ جي سموري تاريخ مان سنڌين
جي بهادري، قربانين ۽ بغاوت جا قصا ٻڌائيندو هو. سنڌين جي
پاڻ ۾ نااتفاقيءَ، ڌارين جي دغابازين، خونريزين ۽ ڦرلٽ جا
واقعا هن کي ٻڌائيندو هو. هو هن کي آزاديءَ ۽ غلاميءَ جو
فرق ٻڌائيندو هو. هن کيس ڪيترا ڀيرا اهي ڳالهيون ٻڌايون هيون
ته سومرن کان اڳ جڏهن ڌارين سنڌ کي هڙپ ڪري ويا هئا،
تڏهن هر ٽئين سال ڏڪر پوندو هو. سومرن ۽ سمن جي راڄ
۾ هڪ ڀيرو به سنڌ ڏڪر نه ڏٺو. وري جڏهن قنڌاري ڪڙڪيا
۽ سنڌ وري غلام ٿي ته سنڌ ۾ هر ٻئي ٽئين سال ڏڪر پوڻ
لڳو. ماڻهن جو رت ست سڪندو ئي ويو. سنڌين جيڪي ئي
اپايو، سي پرمار قنڌاري مڙهيندا ئي ويا. ماڻهو پنهنجو پورهيو،
پنهنجو اَنُ هوندي، بک سان پيٽ ٻڌڻ لڳا هئا. سڀ کان وڏي
ڳالهه ته جڏهن به سنڌ غلام رهي، تڏهن ماڻهن کي پنهنجي ٻولي
ڳالهائڻ تي به بندشون سهڻيون ٿي پيون. عرب آيا ته عربي ڳالهائڻي

ٿي پيون، قنڌاري آنبا ته فارسيءَ جو غلام ٿيٺو پيو! جنهن قوم
جي زبان تي ٽالا لڳايا وڃن، ان قوم لاءِ سر ڏيڻ جو وقت
اچي ويندو آهي، ڇاڪاڻ ته زبان ٿي آهي جا ماڻهوءَ کي ماڻهپو ٿي
ڏئي، ۽ ڌاريون ماڻهپو، اوپرو ماڻهپو اڻبڻ آهي، جيئن ڏڙ رهڻو
سڀ پاڪري! سانول کي الائي ڇو اهي ڳالهيون اچي رهيون وڻنديون
هيون، جو انهن ڏينهن ۾ هن کان هرڪو ڳالهه وسري ويندي هئي.
هن کان مڪتب وسري ويندو هو، پنهنجا سنگتي ساٿي وسري ويندا
هئا، ۽ هو اهو ٿي چاهيندو هو ته سوڀل سان گڏ هو سنڌ جي
وسيع واهڻن جا سير ڪندو رهي!

پر اڄ سوڀل کنهن اهڙي اونهي ويچار ۾ هو، جو پاڇاهن
سان خوش خبر عافيت ڪرڻ کان پوءِ ڪٽ تي ويهي، هو ڪيتري
دير ڇپ چاپ ڌرتيءَ ۾ نهاريندو رهيو. ڪافي وقت اٿين ويهڻ
کان پوءِ، هن پڇيو، ”پاچاڻي، سنگهار ڪٿي آهي؟“

”ادا، اڄ چوٿون سج چڙهيو آهي پر اڃا نه وريو آهي—
ڇني ويو هو ته ڏينهڪ موٽندس،“ پاڳل پنهنجي شوڪاري کي
روڪيندي چيو.

”ويو ڪيڏانهن؟“ سوڀل مختصر سوال ڪيو.

”ننگر ٺٽي. ڏاس ڪٽائي ويو هو. چيو هئائين ته موٽندي
ٻه-ٽي ڪيس ۽ اجرڪون وٺيون آهن.“

”هون....!“ ان هونءَ ۾ هن جي دل جي سموري واردات
اونجي آئي هئي، پر پاچاڻس سهي هضري نه سگهي.

سوڀل اٿي بيٺو، ۽ ٻاهر وڃڻ لاءِ در ڏانهن وڌيو. پاڳل
جي هينئين ۾ هڙڪ پئجي ويئي. سوڀل اڄ ٻهريون پيرو ٽڪر
ڪاٺي کان سواءِ وڃڻ لاءِ سنبريو هو. هن وسوسي کي دور ڪرڻ
لاءِ چيو: ”ادا، ماني ته کائين ها!“

”نه پاچاڻي، مون کي سنگهار کي نهارڻو آهي، ۽ اڳيان
پربت جهڙو پنڌ آهي. چڱو، سانول، هيل پنهنجي ڪچهري نه

ٿي. وري آئيندي.... ڏاڍيءَ کي پرتوءُ!" ۽ هو دروازي کان ٻاهر
هليو ويو.

.... .... ....

ٻپهريءَ کان ئي اُتر لڳڻ شروع ٿيو هو؛ ۽ اوچتو ئي
اوچتو آسمان تي ٿورا نيرا ڪڪر به ڊوڙڻ لڳا، جن جي روءِ
جهڙن ٻوءِ ٿيڻ ڪاري ٿيندي ويئي. هوا ۾ به ٿڪائي اچي ويئي،
۽ منگهن ۾ هوا لڳي، سوساٽ ڪندي ماڻهن جي ڪنن ۾ پڙاڏا
پيدا ڪندي ويئي. ماڻهن اجرڪن، لوئين ۽ شالن سان پنهنجا
ڪن ڍڪڻ شروع ڪيا. شهر ۾ جيڪي مسافر هئا، سي سويري
ئي پنهنجن ڳوٺن ڏانهن وڃڻ لاءِ تکڙا تکڙا وهٽ پلاڻڻ لڳا
هئا. شهر جا دڪان دڙا به سوير بند ٿيڻ لڳا ۽ هٽ-تاڙ ٿي
ويئي. پر هٽ-تاڙ جو سبب سيءُ ڪونه هو. ماڻهن جي دلين کي
سيئي ٿپ اچي ورتو هو: ٺٽي جو نڪ، آخوند صالح، جنهن
جي نيڪيءَ جو قسم کنيو ويندو هو، اڄ جامع مسجد واري
چونڪ ۾ ڦاسيءَ تي لٽڪيل هو. سنڌين جا پراڻا گهاءَ وري
چڪڻ لڳا هئا. زالون ٻارن کي ٻوتاڙي، گهرن کي ڪڙا ڏيئي ويهي
رهيون، ۽ پنهنجي مڙسالن جي صحيح سلامت اچڻ لاءِ ڏاڍيءَ در
ٻاڏائڻ لڳيون. ڪو سوار ٽڪو ٽڪو ڪٿان لنگهيو ٿي ته سوين
اکيون دروازن جي ٻوڪڻن مان ان کي ڏسڻ ٿي لڳيون. هين
اُتر واءُ، سيءُ سان گڏ رت جي بوءِ به پاڻ سان آندي هئي.
دڪان دڙا بند ڪري ماڻهو پنهنجن گهرن بدران جامع مسجد
واري چوسول ڏانهن وڃي رهيا هئا — هنن پنهنجي پاءُ، آخوند
صالح، جو آخري ديدار ڪرڻ ٿي گهريو. اهو آخوند صالح جنهن
وٽ سڀ جهڳڙا نبيرا ٿيندا هئا؛ ڪنهن لُچ جي سزا کان وٺي
مرڻي پرڻي جون ڳالهيون آخوند صالح سان اوريندا هئا، ۽ هو
هرڪنهن سان کلندو، چرچا ٻوڙ ڪندو، جيڪو فيصلو ڪندو
هو، اهو سڀني کي وڻندو هو. لُچ کان اڄ ماڻهو به آخوند صالح
جي ڏنل سزا کائيندي ٻوڪيندو هو. هاڻ ماڻهو ڪنهن وٽ جهڳڙيندا

نبيريندا ؟ هن جي هوندي ته ترخانن جا مقرر ڪيل قاضي رکيو
مڪيون ويٺا ماريندا هئا. هن جي هوندي شهر ۾ ڏوهه گهٽ ٿيندو
هو؛ هن جي هوندي نياڻيون سياڻيون ٻنان ڪنهن پڙ جي بازارن
مان سودو وٺي اينديون هيون؛ هن جي هوندي ماڻهو پنهنجا
دڪان دڙا ٻنان تالي جي ڇڏي نماز پڙهڻ هليا ويندا هئا. هن
جو ڏڪو اهڙو هوندو هو، جو ترخانن کي به پنهنجي محلن کان
ٻاهر ڪا لچائي ڪندي ڊپ ٿيندو هو؛ ۽ اهو آخوند صالح اڄ
هزارين سنڌين جي اکين اڳيان ڦاسي ۾ لٽڪيل هو. هو چپ چاپ
پن معصومن جي وڏيل زبانن کي، رتو رت ٿيل وات کي ڏسندا
رهيا. هنن جي اندر ۾ مچ دکندو رهيو؛ ان مچ کي پنهنجي ٻاهرين
۾ آڻڻ واهه بيڪار هو، پيڙ پڙڪائڻ لاءِ ته ڪنهن چڻنگ جي
گهرج هئي، ڪنهن طوفان جي ضرورت هئي.

چاچو علو به هنن کي ڏسي آيو هو، ۽ ذري ذري پنهنجي
ڏاڙهي وات ۾ وجهي، چڪ هڻي پنهنجا ڳوڙها روڪڻ جي ڪوشش
ڪري رهيو هو. واپس ويندڙ مسافرن سان ڳالهائڻ بدران سندن
اکين ۾ ڪجهه ڳوليندو رهيو: سندن ڪا جوت، ڪو ٻارڻ،
ڪو مچ مچندو هجي. پر هن انهن ۾ به پنهنجي اکين وانگيان
رکيو لڙڪ چمڪندا ڏٺا. سندن اکيون وسائل هيون، سندن منهن
تي هيبت هاريل هئي، ۽ هو چپ چاپ پنهنجا اٺ، پنهنجا گهوڙا
ڀلائي رهيا هئا ـــ واپس وڃڻ لاءِ، پنهنجي اجڙ پيڙهو ٿيڻ لاءِ،
ڪنهن گوشائتيءَ ڪنڊ ۾ منهن لڪائي روئڻ لاءِ!

اوچتو ڪنهن تيز گهوڙي جي ٽاپ ٽاپ ٻڌي، چاچو علو
ٻاهر نڪري آيو. هن برهان ٿي سوڊل کي سڃاتو: هو حمران
ٿي ويو ته سوڊل اهڙو ترت ڪيئن موٽيو هو. پر سندس دل
جي هڪ ڪنڊ ۾ اميد جو ڏيئو ازخود ٻري پيو. ”اسان جو
سوڊل ضرور ان جو ڪو تدارڪ ڪندو!“ ٻڍڙو علو جڏهن سندس
انتظار ۾ هو، ۽ هن ٻڌڙندي وڃي حڪومت جي انعام ۾ هٿ ونڻا.
حڪومت آهي، پيئي ترا ڪجي ذري گهٽ ڪنس ماردو هو.

"چاچا، خير ته آهي؟" سوڀل هن جي منهن جي رنگ ۽ هن جي ناولائي ڏسي چيو.

"بابل، ڪهڙو خير ٿو پڇين! مدرسن ۾ فارسي پڙهائڻ جي ماسري تان، ترخانن آخوند صاحب کي قاضيءَ ڇاڙهي ڇڏيو آهي، ۽ ان معصومن جي ڇپ ڪٽي، کين جامع مسجد واري چونڪ ۾ لڙڪائي ڇڏيو اٿن!"

سوڀل ائين ٻڌندو ڄڻ ڪنهن کيس منهن وارو چهبڪ وهائي ڪڍيو. هن دائمت گهوڙي جي زين تي اڀرو ڇڪجي ويو، جو ڪموٽ کان به دانهن نڪري ويئي. هن چپ ۾ چڪ هڻندي چيو: "سمگهار نه شهر ۾ ڪونهي؟"

"پڏو هوم ته آخوند نور محمد کيس ڪنهن ضروري ڪم سان موڪليو آهي."

سوڀل ڄڻ ته هن جو جواب ٻڌو ئي ڪونه. رت هن جي هڏن پورن مان چڙهي هن جي ڀونئن ۽ اکين ۾ چلڪڻ لڳو. رت جي انهيءَ چوٽيءَ هن جي اکين ۾ ڪوهيڙا پيدا ڪري ڇڏيا، ۽ لڙڪن کان بچڻ لاءِ هن وري گهوڙيءَ جي لغام کي اهڙي سٽ ڏني، جو ڪميت جو ذري گهٽ ڪنڌ ڀڳو هو؛ ۽ هوءَ پنهنجي مالڪ جي اشاري سمجهڻ واري هن تنبيهه تي حيران ٿي ويئي. پر هن جهڪا وک کنئي، اهڙي وک هن ڪڏهن به نه کنئي هئي. گهڙيءَ دير کان پوءِ سوڀل پريان ئي آخوند صاحب کي لباس تي ٽنگيل ڏٺو. هشام ماڻهن جا سندس چوڌاري مڙيل هئا، فقط هڪڙو پاسو خالي هو جتي سپاهي پنهنجا ڀالا تيار جهليو بيٺا هئا. سوڀل گهوڙي کي هلڪو اشارو ڏنو، ۽ ڪميت هڪڙي سپاهيءَ جي گهوڙي جي پر مان ڪنول وانگر لنگهي ويئي. ان وقت سوڀل جو ڪنارو گهوڙسوار جي ڇاتيءَ ڪپيندو ويو، ۽ هو رڙ ڪري اکيان جهڪي پيو. سوڀل ساٿيءَ گهوڙي هن کان ڀالو ڪسي ورتو هو. ڪميت تيزيءَ ۾ گهڻو اکيان نڪري آئي هئي، پر وري سوڀل جي اشاري تي پڙڪو ڏيئي، واپس وري سپاهين جي وچ مان مڙندي ٽپندي نڪتي [illegible]

سپاهين جي چانئين کي ڏاٻهندو ويو. هن آسماني آفت ترخانن جا
اوسان خطا ڪري ڇڏيا، ۽ جيسين هو پاڻ سنڀالين، تيسين سوڍل
جي ڪميت وري هڪ ٻيو ڪاراهر وارو ور ڪاٽو، ۽ هڪ
ترخان جي دانهن آسمان ڏارڻ لڳي. باقي ترخان سپاهين، ڪجهه
ڪي نه سمجهي، گهوڙن کي پوئتي ڦيرائڻ شروع ڪيو، ۽ پوئين
پير ڀڄڻ جي واٽ نهارڻ لڳا. سوڍي تي ڄڻ ڪو جن ڀوت
سوار هو، ۽ هن سندن پويان ڪميت کي ڇڏيندي، پر ترخانن
جي پٺيان ٻه واري واري سان ڀالو ٽنبي ڏنو؛ ۽ پوءِ ڪميت
کي ورائي، اچي آخوند صالح جي لڙڪندڙ لاش اڳيان بيهي
رهيو. ماڻهو حيرت ۾ پئو ڪان هن موت جي فرشتي جي اچڻ
تي سوچي رهيا هئا. سوڍل آخوند صالح جي ڪڇيءَ مان رسو
ڪڍندي، سندس لاش کي آهستي آهستي پنهنجي گهوڙيءَ تي لاهي،
ميڙ ڏانهن منهن ڪندي چيو: ”سڀڪو حيف هجوَ! اوهان ترخانن
کان سنوڻا هوندي به مات ڪريو تماشو ڏسي رهيا آهيو. اوهان
جي دل جي نڪرڻ جي جپ وڏي ترخانن اوهان کي به گونگو
ڪري ڇڏيو آهي. اوهين جيڪڏهن خالي هٿين ترخانن تي وڙهي
ٿو ها تڏهن به آخوند صالح هيترو جيترو هجي ها! هان، هي وٺو
آخوند صالح جو لاش، وڃي ڪوس دفن ڪريو، ۽ پوءِ زالن ۾
منهن ڏيئي ويهي رهو!“

هو لاش کڻي ماڻهن جي ميڙ ڏانهن موٽي آيو. ٻن ڄڻن
ڄڻن وڌي لاش کي هيٺ لاٿو. سوڍل وري گهوڙي ورائي، پنهنجي
ڇوڪرن وٽ آيو. ڇوڪرا اهڙو رت ڇڏڻ ڪري بنهه زردا ٿي
ويا هئا. انهن مان هڪڙي جو جسم سڄو سيٽجي ويو هو؛ سوڍل
سمجهي ويو ته نينگر جهان ڇڏي ويو هو. ٻئي کي به هوش ڪونه
هو. سوڍل ٻن ڄڻن کي اشارو ڪري، ڇوڪرا سندن حوالي ڪيا.

اوچتو ماڻهن جي پويان ڄڻ درياهه جو بند ٽٽي پيو. گهوڙن
جي ٽاپن جو هڪ سمنڊ هن ڏانهن وڌي رهيو هو. رخ مان ئي
ماڻهن سمجهيو ته گهوڙا ان طرف ئي وڌي رهيا هئا. هن کي
[illegible]

نہ هو: بيرمان خان کي شاگردن کي ڊوڙي ايندو ڏٺو. سوڍيل
بہ ان ايندڙ ... ان جو انتظار ڪندو رهيو. شاگرد رڙيون ڪندا
آيا: ”مرزا جان بابا جو لشڪر ٺٽي ۾ ڪاهي پيو آهي، ۽ مرزا
باقيءَ جي ڪتب آهي ... مرزا باقيءَ جو لشڪر ڇانوڻيون ڇڏي
ڀڄندو ٿو وڃي .... سنڌيو، وقت اچي ويو آهي! مرزا باقيءَ جهڙي
ظالم کان جند ڇڏائڻ جو وقت اچي ويو ....!“

ماڻهو جڻ ان اعلان جي انتظار ۾ هئا، ۽ هزارين سنڌين
جو هي هجوم طوفان وانگيان ترخانن جي محلن ڏانهن وڌڻ لڳو:
ڪنهن ڪاٺ ڪنهي، ڪنهن بانئو، ڪن پنهنجي ڪمربندن مان
ڪٽارا ۽ خنجر ڪڍيا تہ ڪي خالي هٿين اڳيان وڌڻ لڳا. ٿوريءَ
دير ۾ مرزا جان بابا جو لشڪر بہ اچي ساڻن گڏيو، ۽ سنڌين
نعرو هنيو: ”مرزا جان بابا زنده باد!“ ”مرزا باقي ڪتو مرده باد!“

مرزا جان بابا لشڪر جي اڳيان هو: اهي نعرا ٻڌي هن
جي همت ٻيڻي ٿي ويئي، ۽ هن زور سان چيو: ”شاباس بهادرو،
مرزا باقي بيگ جون پرليون پوليون ڪري ٺٽي جي ڪتن کي
ڏيو .... الله اڪبر، وڌو ۽ مٿن عقابن وانگر ڦهاڪي وڃو ....!“

گهوڙن جي هڪارن، هٿيارن جي ڇنڪي، گهوڙن جي
سنبن جي آوازن، ٻوبان ايندڙ پيادي لشڪر جي قدمن، ماڻهن
جي نعرن ۽ رڙين جڻ قيامت جو شور برپا ڪري وڌو. ائين
ڀانئبو جڻ ڌرتي ڌڏي، قائق ٿي هئي، جڻ سمنڊ شهر کي ٻوڙي
رهيو هو، جڻ آسمان ٽڪرا ٽڪرا ٿي ٺٽي تي ڪِرڻ وارو هو.

سوڍيل منجهي بيهي رهيو. هن کي ڪجهہ سمجهہ ۾ نہ
ٿي ... سنڌين جي ان بغاوت کي هو ٻالڪ سمجهي نہ سگهيو.
شهنهن جي خلاف بگهڙ کي پنهنجي واڙي ۾ آڻڻ جي سنڌي
مت هن جي من کي ڪاڻ آنڙي، ۽ هن جو شرم کان ڪنڌ
جهڪي ويو. هن کي پنهنجي هن قوم جي بيوقوفيءَ تي ڪاوڙ
بدران اڄ اڇهہ لڳي. اهي سنڌي، جن کي ترخانن کي سنڌ مان
اوڏي ڪيڏو هو، سي اڄ انهن ٿي ترخانن سان ٻانهن ٻيلي ٿي

بيٺا هئا. الائي ڇو هن پاڻ کي پهريون ڀيرو ويچارو، بيوس ۽
نستو محسوس ڪيو، ۽ ان بيرحميءَ مان ڪميت جي بشڪن
۾ مٿيون وجهندي، هن جي دل مان دانهن نڪري ويئي: ”هيءَ
جنگ منهنجي جنگ نه آهي!“ هل هنگامي جو طوفان، ۽ هي
لشڪر جنهن جي دل مٿان لنگهي رهيو هو، ۽ هو چپ چاپ
اڻ ڏسندڙ اکين سان هن کي ڏسندو رهيو. جڏهن هو اڪيلو
رهجي ويو، تڏهن هن ڪان زندگيءَ ۾ پهريون ڀيرو ٿڌو شوڪارو
نڪري ويو، ۽ هن ڪميت کي علوءَ جي سراه ڏانهن موڙي ڇڏيو.

# ٩

رات جو پهريون پهر گذريو تہ سنڌ جو سهڻو آسمان بہ
جڻ ننڍاڪڙو ٿي اکيون ھوڏڻ لڳو ھو. رکي رکي تارن پاڻ
کي سجاڳ رکڻ لاءِ ٽمڪڻ ٿي شروع ڪيو. چنڊ بہ تارن کي
اوجاڳي جا وڏا ڏيڻ لڳو ھو. ان ٽڏيري ننڍاڪڙي وايو منڊل
۾ گهنگهرن ۽ دف جو اوپرو آواز وراڪا ڏيندو، پڙاڏا ڪيندو
سنگهار جي ڪن تي پيو. جانڪ بہ اھو آواز ٻڌو ھو، ۽ ٻنهي
ڄڻن تہ ھڪڙي ٿي دل سان سوچيندي، گهوڙن کي اڙي ھنئي.
گهوڙن پڙڪو ڪاڍي، رهيل رت ست سنڀاري وک وڌائي. پرڀان
سنڌ پنڌ تي ھنن کي مشعلن جي روشني ٽمڪندي نظر آئي. جئن
جئن ويجهو ٿيندا ويا، تئن تئن جا پاڇولا مشعلن جي سوجهري
۾ نچندا نظر آيا. وڻن جي ھڪ جهڪڻي اڳيان اچي، ھو لهي
پيا... جي پرڻي پر، ڪيترن ماڻهن جي ڪلڻ ۽ ٽهڪ ڏيڻ
جا آواز اچي رهيا ھئا. جانڪ ۽ سنگهار ڪجهہ وقت گهوڙن کي
ائين ٽهلائيندا رهيا، ۽ ساڳئي وقت پنهنجي اڳئين قدم تي چپ
چاپ سوچيندا رهيا. ڪجهہ سوچيندي جانڪ چيو: ”سنگهار، پاڻو،
ڪوڪلتاش تي مهنجو حق آھي، تنهن جو خيال رکجانءِ!“
سنگهار پهرين تہ جواب ئي نہ ڏنو، پر پوءِ ھڪ ڊگهو
ساھہ کڻندي چيائين: ”جانڪ پنهنجي ذاتي ويرکي سنڌ جي جهيڙي
کان مٿانهون مٿان سمجهين!“ .
”سنڌ جو جهيڙو بہ تہ اسان جو ذاتي جهيڙو آھي، ادا!“
”چئين سچ ٿو ؛ پر اسان کي پهرين اھو خط ھٿ ڪرڻو
آھي، جيڪو ڪوڪلتاش قنڌار ڪڻيو ٿو وڃي. جيڪڏھن ڪوڪلتاش

مري پيو ته اهو خط ملڻ ڏکيو ٿي پوندو،" سنگهار کيس
سمجهائيندي چيو.

جاني ڪجهه سوچ ۾ پئجي ويو. هو چپ چاپ گهوڙن
کي هڏي، آهستي آهستي هنن ٽنهي ڏانهن وڌڻ شروع ڪيو. هنن
ملاح اها ٻيهاري ته لڪندي لڪندي هو ڪوڪلتاش جي تنبوءَ
۾ گهڙڻ جي ڪوشش ڪندا، ۽ ڪوڪلتاش کي مارڻ جو ڏيپ
ڏياري، خط هٿ ڪري اتڪل سان نڪري ايندا. پر ٽنهي جي
وڃڻ ڀيچڙ تي هنن جيڪي ڏٺو، تنهن وري آمالڪ هنن جي
دلين ۾ ذاتي وير جو اهڙو زهر ڦهلائي ڇڏيو. جنهن ۾ انسان
سر جو سانگو وساري ويهندو آهي. اهو ذاتي وير ذاتي نفرت
کان به وڌيڪ ڇهڇلائيندڙ هو — اهڙو وير جو انسان جي انسان
تي ظلم جي رد عمل طور پيدا ٿيندو آهي. هنن ڏٺو ته هڪ گول
دائري ۾ ويهاريو ڪن ترخان ويٺل هئا. هڪڙيءَ مسند تي ڪوڪلتاش
ويٺل هو؛ سندس هٿ ۾ انگوريءَ جو جام هو، ۽ سندس گوڏي
تي هڪ خوبصورت ساقي ليٽيل هو، جنهن جي ڳلن تي هٿ
ڦيري رهيو هو. سندس نظرون دائري جي وچ تي کتل هيون.
دائري جي پوري وچ تي تتل ٽانڊا پکڙيل هئا، جن تي ٻه سنڌي
ٽپ ڏيئي رهيا هئا. ٻه ٻي ترخان ڀالن جي چوڪن سان هنن
کي ٽانڊن تي نچائي رهيا هئا، ۽ ٻه ڪيرو ساقي گهنگهرن ٻڌل
دف وڄائي رهيا هئا. باقي ويٺل ترخان ٽهڪ ڏيئي کلي رهيا هئا.
ڪن جي بغل ۾ ڪيرو ساقي ليٽيل هئا، جي هنن جي کل ۽
ٽهڪن کي وڌائڻ لاءِ هنن کي ڪتڪتائيون ڪري رهيا هئا.
انهن ٽهڪن جي شور ۾ سنڌي پاڻ کي ٽانڊن جي سيڪ کان
بچائڻ لاءِ ٽپ ڏيندا ٿي ويا. اهو منظر ايترو ڇهڇلائيندڙ هو،
جو سنگهار پنهنجي چپ کي چڪ هڻي ڦٽي وڌو؛ ۽ خود پنهنجو
ئي رت هن جي نڙيءَ ۾ ڪنهن ڇر وانگر ساڙيندو محسوس
ٿيو. جاني جا هٿ به پنهنجي ڀالي ۾ ڪپي ويا. ۽ پوءِ هڪ ئي
وقت ۾ ٻه ڀالا هوا کي چير وانگر گهائيندا، ڪوڪلتاش جي سيني

۾ ڪپي ويا. سنگھار ڄاڻ ڪي هلڪو اشارو ڪري، پاڻ ٿانڊن
تي ۾ بيٺل هڪ ترخان ڏانهن اٿيو لنوه وڌي، جو ذري گھٽ
پاڻ به ٿانڊن ۾ ڪيرڻو هو. ترخان ٻوٽ پر وڃي ٿانڊن ۾ ڪريو،
۽ هن جي وات مان نڪرندڙ ڪيڪ به ڇڻ ٿانڊن تي سڪجي
نڪتي. اهو سڀڪجهه ايترو جلد ٿيو، جو ترخانن کي ڪجهه
سمجهه ۾ نه آيو. ڪيترا نه نشي ۾ ايترا چور هئا جو هنن ان
کي به تماشو سمجهي وڏيڪ ٽهڪ ڏيڻ شروع ڪيا.

سنگھار ڪيريل ترخان کي اٿي ئي ڇڏي، ٻئي ترخان
ڏانهن رخ رکيو. اهو ترخان ڪجهه پورو بيٺل هو، ۽ خطرو
محسوس ڪندي جڏهن پالو ٻوٽي ورايائين تڏهن سنگھار جو هڪڙو
هٿ پالي جي وچ تي ڪپي ويو. ٻئي هٿ جي ٻٺ کهاڙيءَ
وانگر هن جي ڪلهي جي ڦڻ هيٺان اهڙي زور سان هنيائين جو
ترخان سورڪان ٻيڻو ٿي ويو. پالي مان سندس هٿ ڇڏائجي ويو،
۽ اٿي ئي ڍيري ٿي ڪيري پيو. سنگھار جڏهن ته اڳيون پوري
اهو سڀڪجهه ڪندو ٿي ويو. ڪاوڙ ڪان هن جي اکين اڳيان
لاٽئي کهڙا ڏنڌ ڇانئجي ويا هئا، جن مان هن کي فقط ترخان ئي
رخان نظر اچي رهيا هئا. جيڪي ترخان نشي ۾ هئا، سي پاڻ
بچائڻ ڪاڻ، پڇڻ بدران اٿي ئي ڪروڌڙا ٿي ڌرتيءَ ۾ لڪڻ
جي ڪوشش ڪرڻ لڳا. سنگھار جو پالو ڪنوڻ وانگر سندن
ذرگھٽ ڦاڙيندو، سينا چيريندو، هڪ ٻئين ورچا مان چمڪندو
رهيو. جن ترخانن ۾ اڃا ڪجهه هوش هو، تن مان سڪي پڇڻ
جي ڪوشش ۾ وڃي ٽنل ٿانڊن ۾ ڪيريا. ترخانن جي رڙين
۽ دانهن سان گڏ، سندن هنج ۾ ايٽيل ساقين جون ڪيڪون
آسمان ڏارڻ لڳيون. سنگھار ٿي جڏهن ڪو پوت سوار هو، ۽ پالي
سان گڏ، هن پنهنجي لتن ۽ ٺڪڙن سان ترخانن ۽ ساقين کي ٿانڊن
۾ ڌڪڻ شروع ڪيو.

ٿانڊن تي نچڻ وارا سنڌي حيرت مان ڄي خواب جهڙو
منظر ڏسندا رهيا. پوءِ پنهنجي واهروءَ کي اڪيلي سر ڏسي، پاڻ

ٻه ڏاڏن کان پاڻ نڪري، وڃي رهيو ٻڌران ڪريل ترخانن جا وڏا ڪئي، پنهنجي دل جون ڳالهيون ڪڏڻ ٻيهي رهيا. هنن کي پنهنجا سڀ اگر ٿيل پير ٻه وسري ويا؛ پيرن جي چالن کان وڌيڪ هو داڻين جي چالن جي ڳاله ڇڏڻ ٻيهي رهيا. جنهن ترخانن کي هنن ڪمزهندو ڪرڪندڙ ٿي ڏٺو، انهيءَ جي ڪنجهه ڪرڪ کي هنن هميشه لاءِ بند ڪري ڇڏيو.

جڏهن جانب ڪوڪلتاش جي تنبوءَ مان هڪ شاهي پيتي ڪڍي ٻاهر نڪتو، تڏهن هن جيڪي ڏٺو، سو اعتبار جوڳو نه هو. مشعلن جي ڦڙڪندڙ روشنيءَ ۾ سنگهار کي هڪ سسيءَ ٻڌران ڏٺو. سيون ٿي نظر آيون. ڏاڍيڪو ڪن ترخان آفت مٿا پيا هئا؛ ڪي ترخان ٻاڙين مان نڪرڻ جي ڪوشش ۾ هئا ته ٻيچ وارا همراهه انهن کي دڪ لائيندا ٿي ويا. ٻه چار ترخان شايد جان ٻچائي ڀڄي نڪتا هئا ۽ ٻيا ساٿي پنهنجي منهن کي ٻانهن مان ڍڪي سڏڪا ڀري روئي رهيا هئا.

سنگهار جانب کي ڏسي پريان ٿي سوال ڪيو: "جانب، سنڌ ملي؟"

"ها ٿو، هن پيتيءَ ۾ سمورن سرڪارن پاڪڙين مان ڏنل سند موجود آهي!" جانب جواب ڏنو.

سنگهار جي منهن جي ٽڪ ڏري ٿي ويئي، ۽ هو وڏي ڪوڪلتاش جي ٻر ۾ اچي ٻيهي رهيو. ڪا گهڙي هو پيتي هٿ تي ڪوڪلتاش جي ٻرهه کي ڏسندا رهيا. جنهن جي سيني مان رت وهي سڄيءَ سنڌ کي ڳاڙهو ڪري ڇڏيو هو. سنگهار جانب جي ڪلهي ۾ ٻانهن وجهندي چيو: "ادا، سنڌ جي ويرين مان هڪڙو ته گهٽ ٿيو!"

هنن سڀني عقل ٻن سنڌي همراهن ڏانهن ڏٺو، جن کي ڏري پيرن جي چالن ۽ ڦوڪينڊن پٽ تي ويهاري ڇڏيو هو، ۽ هو ٻڌي مٿي پيرن ٿي وجهي رهيا هئا. حال احوال ڏيڻ تي هنن ٻڌايو ته هو پيتي ناڙر هئا. هي؛ سنڌن تي ٻيا عقي ؟

ٽورو ٿي پريان سنڌن آن جو ڪرو هو. ترخانن جي آن ڪٿي وڃڻ
جي [illegible]پ کان هوڪري ٿي چونڪي ڏيئي رهيا هئا ته اوچتو هنن
ترخانن هتان لنگهندي ڪين ڏسي ورتو. بس پوءِ ته ري ڳناهه ڪين
جهلي آيا، ۽ رونشي خاطر چيائون ته سنڌي ترخانن جا غلام هئا
ان ڪري هو ٻيئي سمورن ترخانن جا پير ڏٺارين. انڪار ڪرڻ
تي هنن پهرين ته ڪين لتن ۽ مڪن سان ڏاڍي مار ڪڍي؛ پوءِ
گوشت پچائڻ وارن ٽانڊن تي ڪين اڇائڻ شروع ڪيائون.

جانڻ کان رهيو نه ٿيو، ۽ چيائين: "پاڻو، جيسين سنڌ
غلام هوندي، تيسين سنڌين کي عقوبتون سهڻيون پونديون. شل
ڏٺي سنڌين کي ڪا ساجهه ڏئي!"

سنگهار ترخانن جا ٻه گهوڙا پلاڻي، هنن ٻنهي پٽرن کي
ڏنا ته چڙهي ڪوٽ پهچن. هلندي وقت ڪين چيائين: "ادل،
جيڪڏهن پنهنجي ڳٺتن ۽ آنَ جي آڪي ڪنن ڪا وار ڪاٺي
ملئو ته پنهنجي ڏيهه کي هنن ڏڪارين کان ڇڏائڻ تي ٻه ٽورو
وڃجو. پاڻ وٽ چوندا آهن ته ٻه ته ٻارهن. هر ڳوٺڙي جا ماڻهو
ٻو ٻهه پچائين ته هنن ڏارين کي نڙي ڪڍي، ته اهو ڏينهن
پري ڪونهي جو سنڌ هنن کان آجي ٿي پوندي!"

هو ٻيئي پٽر هڪ ٺئين ساجهه پاڻي، ڪو اونهو ويچار
ويچاريندي پنهنجي ڪوٽ ڏانهن هليا. سنگهار ۽ جانڻ به ترخانن
جا ٻه پيلا گهوڙا پلاڻي، پري ٽٽي ڏانهن رخ رکيو. هنن جون
دليون ڇڄ ڪنهن بار کان هلڪيون ٿي پيون هيون. سنڌ جي
آسمان جي دل به ڇڄ هلڪي ٿي پيئي، ۽ چنڊ تارن کي اڪ
هٽي، ڪنهن جاڳائي وڌو، ۽ هڪ ٺئين جوت تارن جي آڇي پٽي
۾ ڦهلجندي ويئي.

.... .... ....

ٽٽي کان ٿي-چار ڪوهه پري هئا ته جانڻ جو گهوڙو
ٿاڦو کائي منهن پر وڃي ڪيرو. جانو پاڻ ته سنڀالي ها ته پاڻ
به گهوڙي جي هيٺان آچي وڃي ها. پهر سچ جو چڙهي آيو هو،

۽ هو الائي ڪيڏي منزل ڪري آيا هئا. گهوڙا پگهر کان ڇڳ وهنجي ويا هئا. هنن جي پنهنجي جسم ۾ به ٿڪ ٿنبو ڪوڙيندو ٿي ويو. جانڻ پاڻ سنڀالي گهوڙي کي اٿارڻ جي ڪوشش ڪئي، پر گهوڙو جيئن ڪِريو، تيئن وري چُريو به ڪونه.

سنگهار به گهوڙي تان لهي پيو، پنهنجي گهوڙي کي پاهوهه سان مٿي تي هٿ رکندي چيائين: ”جانڻ، ويچارو گگدام وچي ٿڪيءَ سان مئو. ان ۾ به ڪا چڱائي هوندي. ڪا گهڙي اسين به ٿڪ ڀڃون نه چڱو!“

”جيڪا تنهنجي صلاح!“ جانڻ جو آواز به ٿڪاڪرو ٿيل لڳو هو.

ٿوهرن جي ڏگهن ٻوٽن جي وچ ۾ ٿورو پٽ صاف ڪري ڪنڌ هيٺان ٻانهن ڏيئي ٻئي ليٽي پيا. ٿڪ هنن جي بدن مان نچوئجي اکين ۾ اچي ويو، ۽ نه چاهيندي به هنن جون اکيون ٻوٽجي ويون. هنن اڃا ائين ڀانيو هو ته سندن اک مس لڳي هئي ته پريان گهوڙي جي ٽاپ ٽاپ جي آواز تي ڇرڪ ڀري اٿي ويٺا. سج اڀري وڃي درياءَ جي ٻيڻ پر ٽِڪي هئي. ٻه جوان آيا تي جهڪا ٿيل لڳا هئا.

”ٻڌو، پاڻ کي ته سنجها ٿي ويئي،“ جانڻ اُن ساڻ چيو.

سنگهار کي پاڻ تي ڪاوڙ اچي ويئي. ٻيرين ته نظر پوندي، هن کي آخوند صالح جي هدايت ياد اچي ويئي، جنهن آخوند نور محمد جو نياپو ڏنو، کين چيو هو: ”پاڻو، ان خط تي سڄو دارومدار آهي. جي ترخانن جو اهو خط قنڌار پهچي ويو ته سمجهه ته سنڌ ڪڏهن به آزاد نه ٿيندي. ٻئي طرف جيڪڏهن خط ملي ويو ته گهڻيون ڳالهيون صاف ٿي پونديون. ڀانيان ٿو ته قنڌارين شهنشاهه اڪبر خلاف ايران جي بادشاهه ڏانهن لکيو آهي. اهو خط اڪبر تائين پهچايوسين ته اڪبر ترخانن جو سنڌ مان نڙو پٽائي ڇڏيندو، ۽ سنڌ جي آزاديءَ جي ڪا مڪي صورت نڪري پوندي. ڏٺي سوڀارو ڪريو: ٿڪ ٿئي اچي پڄجو!“

شرمساريءَ کان سنگهار جو ڪنڌ هيٺ ٿي ويو. ٿورن کان پاهر نڪري پهچري جي منهن تي بيهي رهيو. گهوڙيسوار کي برهان ٿي هٿ ڪڍي بيهڻ لاءِ اشارو ڪيائين. گهوڙيسوار به ان هڏتر ۾ هو ته هي الائي ڪير هو؟ بيهي يا نه بيهي! پر ڪجهه سوچي هو بيهي رهيو.

”يادو، ڪير مڙس آهين؟ ايترو نڪرڙو ڪيڏانهن سنبت آهي؟ سنگهار پڇيو.

”آءٌ پاڻ سيد آهيان — شيرازي سيدن مان! ٺٽي ۾ محشر متو پيو آهي؛ ڏٺي پيو پناهه ڏي. آءٌ پنهنجي ڳوٺ پيو وڃان!“ سيد سهڪندي چيو.

”ڇو، خير ته آهي؟ ٺٽي ۾ ڪهڙو محشر متو پيو آهي؟ وري ڪا شورش ٿي آهي ڇا؟“ سنگهار اُتڪ مان وري پڇيو. جانڻ به اچي سندس پر ۾ بيهي رهيو.

”اوهان ڪونه ٻڌو آهي ڇا؟ ڪالهه ٺٽي جي عامل آخوند صالح کي مارائي وڌو آهي. مرزا جان بابا جو لشڪر ٺٽي ۾ ڪاهي پيو، پر شورش ڪامياب ڪانه ٿي .... ۽ اڄ مرزا باقي چتو ٿي پيو آهي، ۽ جوڪو نو سامهون اچيس تنهن کي هاٿيءَ جي پيرن ۾ تو لتاڙي .... لشڪر کي ڇوٽ ڇڏي ڏنو اٿس ته ٺٽي جي گهرن ۾ گهڙي پون ۽ باغين کي جهلي اچن.... !“ سيد ويچاري ڏاڍي ڏيل ٿي ڏنو.

”هان! ڇا چيئه؟ امير خان آخوند صالح کي مارائي وڌو اهي ....“ سنگهار جي دل مان دانهن نڪري ويئي، ۽ هن جا هٿ گهوڙي جي بشڪن ۾ پيڙجي ويا.

”هائو، فارسي پڙهائڻ تي آخوند صالح راضي نٿي ٿيو.... جامع مسجد واري چونڪ ۾ ڪيس لباس تي ٽنگي ڇڏيائون.... ادا، هنن ڪيئن ڪيو....“ مسافر ڪجهه چوڻ تي هو، پر سنگهار سندس ڳالهه ڪٽيندي چيو: ”شاهه سائين، بخش ڪجانءِ پر اهو گهوڙو ڇڏڻو پوندو. اسان کي ٺٽي پهچڻو آهي، ۽ اسان جو هڪڙو وهٽ مري پيو آهي....“

سنگهار جڏهن ته پنهنجي پاڻ سان ڳالهائي رهيو هو. هن کي ته اها به خبر نه پيئي ته شاهه سائين گهوڙي ڇڏڻ کان صفا نابري واري ويٺو. هن کي اهو به ياد نه رهيو ته هن شاهه کي هڪ ٻالڪ جيان ڇولهه کان جهلي ڪٺي هيٺ لاٿو، ۽ ٻيءَ گهڙيءَ هو شاهه جي گهوڙي تي سوار ٿي، ويٺي گوڏا گهوڙي جي ڪکين ۾ هڻندو ويو. هن کي ته پنهنجو ساٿي جانءِ به ياد نه پيو، جانءِ ويٺي ساڻ ڪري هن جي ڪڍ لڳو آيو. هن جي اکين سان ته اڙڪن ٻنهه، بس ٺٽي ڪئي. آخوند صالح کي ڪيئن ماريو هوندائون.... ٺٽي جو نڪ، آخوند صالح ... ٺٽي جي آبرو، ٺٽي جي لڄ.... جانءِ الائي ڇا ڇا سوچيندو رهيو.

درياهه تي پهچندي، شهر ڏانهن وڃڻ بدران سنگهار ترخانن جي آن محلي ڏانهن رخ رکيو، جنهن ۾ ترخانن جون حويليون هيون. مرزا باقيءَ جي حويلي ته بنهه درياهه جي ڪپ تي هئي.

ترخانن جي حويلين تي سخت پهرو هوندو هو، پر اڄ ته جتي ڪٿي سپاهي بيٺل ٿي نظر آيا. پريان شهر مان گوڙ گهمسان، نعرن ۽ نوبتن جو هُل ٻڙاڏو پيدا ڪندو هن جي ڪنن ۾ ايندو رهيو، پر انهن تي ڌيانُ جڏهن ته سنگهار جي ڪنن ۾ ناڙيون پنجي وڌيون هيون. محلي جي منهن تي پهتو ته پري کان ڏهاڪو کن ترخانن کي پهرو ڏيندي ڏٺائين. جانءِ به ڪيس مڪل ڪئي. سنگهار کي اوچتو وري پنهنجو يار جانءِ ياد اچي ويو. گهڙيءَ لاءِ هو بيهي رهيو، ۽ پوءِ ترخانن ڏانهن ڏسندي جانءِ کي چيائين ”جانءِ، آخوند صالح سان انجام ته ڪونه پاڙيوسون. هاڻ تون خط کڻي وڃي آخوند نور محمد کي پهچاءِ ... ڏليءَ کي پرتين، جيڏا هونداسون ته جدائيون ڪونهن!“

جانءِ ۾ خود به وڌيڪ پنڌ جي طاقت نه رهي هئي. هن جي اندر ۾ وڻ پوندا ٿي ويا. پر خط آخوند نور محمد کي پهچائڻ به ضروري هو. هن سنگهار جي اکين ۾ نهارڻ جي ڪوشش ڪندي چيو: ”سنگهار پنهنجو خيال رکجانءِ.... سنڌ کي اڄ

تو جهڙن مڙسن جي گهرج آهي .... چڱو، موڪلائي ڪانهي .......
جيئي سنڌ !"

جانئن گهوڙو موڙي پوئتي موٽي ويو، ۽ سنگهار وري گهوڙي کي اڙي هنئي. محلي اڳيان بيٺل ترخان جيسين پنهنجا پالا سنڀالين، تنهن کان اڳ ئي سنگهار جو گهوڙو سندن وچان نڪري ويو. جتي ڪٿي پهريدار هن سوار کي حيرت سان ڏسندا رهيا. سامهون هڪ وڏي حويليءَ اڳيان چوبدار پالن جا وڏا ڀالا ۽ سنهڙا ڏنڊا هٿيو بيٺا هئا، ۽ شاهي دروازي اڳيان وڏيون مشعلون ٻري رهيون هيون. سنگهار سمجهي ويو ته هيءَ ئي هجي پر اها حويلي باقي بيگ جي هئي. ان حويليءَ ۾ داخل ٿيڻ ناممڪن هو. ان ڪري هو آسپاس جو جائزو وٺندي اها حويلي به لتاڙي ويو. ان سان گڏ جيڪي لاڳو حويليون هيون، تن جي ڪنگرن کي ڏسندو هو اڳيان وڌندو رهيو. جڏهن هو حويلين جي هڪ قطار کان اڳتي نڪري آيو، تڏهن هو گهوڙو جهلي لهي پيو. ان هنڌ تي اوندهه ۾ هن ايڪڙ ٻيڪڙ ترخانن کي پهرو ڏيندو ڏٺو. حويلين کان پوءِ گهوڙن جون ڪڙهيون هيون، ۽ ان کان پوءِ ڇانوڻي شروع ٿي ٿي. مرزا باقيءَ جي حويليءَ ۾ داخل ٿيڻ جو هڪڙوئي طريقو هو: پر واري حويليءَ ۾ داخل ٿي، حويليءَ جي پٺين پاسي دريءَ ۾ لهي، اتان مرزا جي حويليءَ جي پٺين ديوار ذريعي داخل ٿجي. پر واري حويليءَ تي به سخت پهرو هو، ۽ الائي پٺيان فصيلن تي پهرو آهي يا نه؟ اها ڳڻ ڳوت ڪندو، اوندهه سان ملندو، هو مرزا باقيءَ جي حويليءَ کان اڳيان نڪري، ساڳيءَ قطار جي اڳينءَ حويليءَ ڏانهن هلڻ لڳو. پهريدارن ڏانهن اُن وڌيو، ڇو ته هو ڪنهن ڪم سانگي هنن ڏانهن اچي رهيو هو.

پهريدارن مان ٻه ڄڻا هڪ سنڌيءَ کي اڳيان وڌندو ڏسي، ڀالا اڳيان وڌي آيا. هڪڙي پهريدار خونخوار اکين سان گهُور ڏسندي چيو: "ڪير آهين تون؟ ۽ ترخان اميرن جي محلي ۾ اچڻ جي توکي ڪيئن جرات ٿي؟"

"هيءَ حويلي ڪنهن جي آهي؟" سنگهار ڄڻ هن جي ڳالهه ٻڌي ئي ڪانه.

"ٺٽي جي عامل، امير خان جي،" پهريدار جواب ڏنو.

"ته پوءِ آءٌ صحيح جاءِ تي آيو آهيان،" ائين چئي، سنگهار اڳيان وڌڻ لڳو. ڪيس جاڻ ڪريو ته سنگهار خان ملڻ آيو آهي، ۽ ڪو خاص پيغام آندو اٿس...."

"اميرخان حويليءَ ۾ موجود ڪونهي،" پهريدار هن جي ڳالهه ڪاٽيندي چيو.

سنگهار ڄڻ ڪنهن سوچ ۾ پئجي ويو؛ ۽ پوءِ پهريدار کي گهوريندي چيائين: "پوءِ ڪو اهڙو ماڻهو هجي، جنهن کي آءٌ اهو پيغام پهچايان...."

پهريدار به ڪجهه سوچ ۾ پئجي ويا. "ڪنهن جو پيغام آهي؟" هڪڙي پهريدار چيو.

"اهو ته اوهان کي ڪونه ٻڌائيندس.... پر آهي مرزا جان بابا بابت...." سنگهار ڏڪو هڻندي چيو.

پهريدارن ڪَن چرڪ نڪري ويو. مرزا جان بابا سنڌين وٽ وڃي لڪو هو، سا ڪين خبر به هئي. متان هي ماڻهو اها خبر ڪٿي آيو هجي. پهريدار هڪٻئي جي منهن ۾ ڏسندا رهيا.

پوءِ هڪڙي پهريدار چيو: "ڪٿي آهي مرزا جان بابا؟"

"نه بابا نه، اوهان کي ڪونه ٻڌائيندس. مون کي پنهنجي سسي پياري آهي، آءٌ ڳالهه ڪندس به ته امير خان جي ڪنهن خاص ماڻهوءَ سان.... نه ته نهيو!" سنگهار سمجهي ويو ته ڏڪو صحيح لڳو هو. مرزاجان باباجي سسيءَ جي قيمت لکين اشرفيون لڳي هوندي. ان جو ڪو آتو پتو وٺڻ لاءِ اميرخان جا ماڻهو سولا ڳالهه کي ڪونه ڇڏيندا. ڳالهه ڪري هو واپس مڙڻ لاءِ پوئتي مڙيو ته هڪ پهريدا ڪٿي ٻانهن مان ورتس. "چڱو اچ، مهر منشيءَ کي سڏي ٿا پڇون!"

هو کيس وٺي دروازي تائين آيا، جتي چار پيا به پهريدار موجود هئا. تن به پڇيو ته ڳالهه ڇا هئي. نيٺ هنن به اها صلاح

ڏني ته مير منشيءَ سان صلاح ڪجي، جيڪڏهن نيابو ضروري هجي ته سنڌيءَ کي زوريءَ ترسائجي. سنگهار اهڙو ڏيک ڏنو ڄڻ هن جي ڪا ڳالهه ڪانه ٿي سمجهيائين. هڪڙي پهريدار دروازي تي ٺڪ ٺڪ ڪئي. دروازي مان هڪ ننڍڙي تاڪي کلي پئي، ۽ اندران پهريدار پڇيو ته ڇا هو. پهريدار ڪيس سڄي ڳالهه سمجهائي.

”چڱو ڀلا، ته آءٌ ڪيس سڏائي ٿو وٺان!“ ائين چئي، هن وري تاڪي بند ڪري ڇڏي.

پهريدار مرزا جان بابا بابت چرچاگهٻا ڪرڻ لڳا. سنگهار اهڙيءَ طرح هنن سان گڏ ويٺو هو، ڄڻ هنن جي ڳالهين سمجهڻ جي ڪوشش پئي ڪيائين. هنن کي کلندو ڏسي، پاڻ به کلڻ شروع ڪيائين. ڪجهه دير کان پوءِ، تاڪي وري کلي ۽ اندرئين پهريدار چيو، ”ميرمنشي پيو اچي!“

پهريدارن هڪدم ڳالهيون بند ڪري، پالا سنڀاليا. سنگهار هنن جي اکيان ائين ويٺو هو، ڄڻ پهريدارن کيس اٿي بيهڻ لاءِ مجبور ڪيو هو. ٿوريءَ دير کان پوءِ. شاهي دروازي ۾ هڪڙي ننڍڙي دروازي کلڻ جو آواز آيو، ۽ ان ننڍي در مان ننڍڙي قد جو هڪڙو ماڻهو ٻاهر نڪرڻ لڳو. مشعلن جي روشنيءَ ۾ سنگهار ڀرين هن جي ڀڄي ڏاڙهيءَ ۽ هڪ ڪاڻي اک ڏٺي. هو اڃا دروازي جي تاڪن جي وچ ۾ ئي هو ته سنگهار هرڻ وارو چال ڏيئي دروازي ڏانهن ڏوڪي ويو. ميرمنشي هڪ ننڍي ٻار وانگر هن جي ٽنگن ۾ وچڙي، وڃي ڀوءِ پر ڪريو، پر ايتري ۾ سنگهار دروازي جي اندر پهچي چڪو هو، ۽ اندريون پهريدار جيسين ڪجهه سوچي، تنهن کان اڳ سنگهار جي ڪٽارو سندس پٺ ۾ کپي ويو ساڳئي وقت هن ڌڪو ڏيئي، دروازي جي تاڪي چاڙهي ڇڏي. ٻاهريان پهريدار دروازي تي آواز ڪندا رهيا. سنگهار مير منشيءَ کي سندس جامي کان جهلي اٿاريو، ۽ کيس اکيان وڌڻ جو اشارو ڪيائين. مير منشي ڪوڙيءَ وانگر ڪنبندي، ليڊيءَ اک سان هن پرڀت جهڙي ماڻس کي ڏسندو رهيو.

حويليءَ جي ايوان ۾، اڳيان گهوڙن جي ڪرڻ هئي،
جنهن ۾ پنج-ڇهه ٻلا گهوڙا ٻڌل هئا. انهن کان اڳتي هڪ پڙاڏون
رستو هو جو اڳيان ديوانخاني ۽ زنانخاني ڏانهن ٿي ويو. ميرمنشيءَ
کي اڳيان ڪندي سنگهار هيڏانهن هوڏانهن ڏسندو اڳيان وڌندو
رهيو. جڏهن حويليءَ جي چمن ۾ پهتا، تڏهن خوبصورت پٿر جي
مرتبانن ۾ ٻرندڙ مشعلن جي روشنيءَ ۾ هن جيڪو ڏٺو، تنهن
هن کي خيالن ئي خيالن ۾ اندر جي آکاڙي ۾ پهچائي ڇڏيو.
اڇي ڳاڙهي پٿر مان ٺهيل سهڻيون سهڻيون اپسرائون ڄڻ ته
جيئريون جاڳنديون هن جي آجيان ڪري رهيون هيون. انهن
خوبصورت مجسمن ۽ بتن کي ڏسڻ ۾ هو ڪجهه اهڙو محو ٿيو
جو ميرمنشي وڃي ڏسي، گهنٽ هڻي، ۽ زنانخاني ڏانهن ويو.
هن جي ٻوڙڻ جي آواز تي سنگهار ڄڻ خواب مان جاڳي پيو،
۽ هن کي پنهنجي پاڻ تي ڪاوڙ اچي ويئي. مير منشي زنانخاني
جي دروازي تي لڪ لڪ ڪندي ٽڪرو ٽڪرو فارسيءَ ۾ رڙيون
ڪندو ٿي ويو. جڏهن سنگهار ٻه لوهه پائي هن تائين پهتو تڏهن
دروازو کلي پيو، ۽ ٻه ڪارا ديو جهڙا خواجه سرا هن ڏانهن
وڌيا. ٻنهي جي هٿن ۾ ٻگهن ڳڻن وارا خنجر هئا. گهڙيءَ لاءِ
سنگهار ٻه هنن جي ڌولهه ڏسي هيبت ۾ پئجي ويو. هو پاڻ به
ڪافي ڳري بدن جو هو، پر هنن مان هرهڪ هن کان ٻيڻي
بدن جو هو. سيءَ جي باوجود، پيٽ کان مٿي هنن جو جسم
اگهاڙو هو، ۽ ڏياٽين ۽ مشعلن جي الڏندڙ سوجهري ۾ هنن جا
ڪارا بدن تيل جي ڪري چمڪي رهيا هئا. سندن اکين ۾
ٻگهڙ جي اکين واري بيرحمي ۽ خونخواري جهلڪي رهي هئي،
۽ هڪ پل ۾ هنن کي منهن ڏيڻ جا ڪيترائي انسانن جي اکين
اڳيان لنگهي ويا، ۽ ڪجهه سوچيندي هو پوئتي هٽي آيو.
خواجه سرا ڄڻ بي اونا ٿي هن ڏانهن وڌندا رهيا. هنن کي اهو
يقين ٿي چڪو هو ته سندن شڪار ڊڄي پٺ جون راهون ڳولڻ
لڳو آهي، ۽ هنن جي اکين اڳيان اهي شڪار لنگهي ويا، جن

ڪي ٻانهن ڪنهن هٿيار جي، سکڻن هٿن سان چيري ڦاڙي
ماريو هو. پوئتي هٽندي، سنگهار هڪ وڏي مشعل وٽان لنگهيو
ته جهٽ ڏيئي اها کڻي ورتائين، ۽ ٻي گهڙيءَ مشعل جو ٻيٽ
هڪڙي ڪڌڙي جي منهن ۾ ٽنبي ڏنائين. سنگهار پنهنجي جمار
۾ اهڙي دل ڏاريندڙ ۽ ڏنگهندڙ دانهن ڪانه ٻڌي هئي، جنهن ڪنهن
وقت ڪي ٻوٽ ٻڌڻ کان سواءِ ڪاماڻيءَ ڪاتي ٽنبي ڏني هجي.
ان رڙ سڄي حويليءَ ۾ ڏيڃاريندڙ ٻڙاڏو پيدا ڪري وڌا. ديو
جهڙو خواجه سرا پنهنجي منهن تي هٿ ڏيئي اتي ئي ويهي رهيو.
ٻيو خواجه سرا پنهنجي ساٿيءَ جو حال ڏسي، مشعل کان ڇرڪي
لڳو هو، ۽ هاڻ سنگهار بدران پوئتي هٽڻ لڳو. زنانخاني جي
دروازي وٽ پهچندي، دڪين اڳيان سنگهار مشعل ڏانهس وڌائي.
خواجه سرا کي دڪين جو خيال ئي نه رهيو، ۽ جهڙو پاڻ بچائڻ
لاءِ پوئتي هٽيو ته ناٻوجي وڃي ٻنيان ڪريو. خنجر سندس هٿ
مان ڇٽجي ويو. سنگهار مشعل جو ٻيٽ سندس منهن ۾ ٽنبيندي،
ڪريل خنجر کڻي ورتو، هن جي رڙ ۾، رنبي بدران زناني ڇيٽ
جو آنگ هو، ۽ هو اوندو ٿي دڪن تي ڦٿڪڻ لڳو.

سنگهار مشعل هٿ ۾ جهلي دروازي ڏانهن وڌيو. دروازو
ٻيڪ ٻل ڏسي، هن کي شڪ پئجي ويو، ۽ ٻه پير پوئتي هٽي،
وار کان جهلي، دڪين تي ڪريل خواجه سرا کي هن اُٿاري
ٻيهاريو، ۽ کيس آهستي فارسيءَ ۾ چيائين: ”جي ڪا حرڪت
ڪئي اٿئي، ته خنجر پيٽ ۾ ٽنبي ڏيندو سانءِ!“

هن ديو الائي ڳالهه سمجهي يا نه، پر هو خاموش اندن
وانگر اڳيان هٽ وڌائي، اڳيان وڌندو رهيو. دروازي جي ويجهو،
سنگهار خواجه سرا کي زور سان ڌڪو ڏنو. دروازو چرڙاٽ ڪري
کلي پيو، ۽ جئن ئي هو ٿاٻڙجي اڳيان ڪرڻ تي هو ته هڪ
ئي وقت ٻه خنجر سندس جسم ۾ کپي ويا. خواجه سرا جي دانهن
سندس نڙگهٽ ۾ ئي ٻورجي ويئي. سنگهار مشعل جي روشنيءَ
۾ ٻن نون خواجه سرائن کي پنهنجي همراهه تي حملو ڪندو ڏٺو.

جيسين هو پنهنجي غلطي محسوس ڪري، تنهن کان اڳ سنگهار
جو خنجر ڇوڪري جي پيٽ ۾ کپي ويو. هو دانهن ڪري پنهنجي
ڪِريل ساٿيءَ مٿان جهڪي پيو. ٻئي خواجه سرا جڏهن هن تي
حملي آور ڏانهن ڏٺو تڏهن هن باهه جو هڪ مچ پنهنجي منهن ڏانهن
وڌندو ڏٺو. اهو مچ، ويجهو اچڻ تي ايڏو وڏو ٿيندو ويو، جو
خواجه سرا کي پنهنجي اکين ۾ مرچ پوندا محسوس ٿيا، ۽ هن
اکين کي ان مچ کان بچائڻ لاءِ پنهنجا ٻئي هٿ مٿي کڻڻ جي
ڪوشش ڪئي. پر هن جا هٿ اکين تائين پهچن، تنهن کان اڳ
هن جي اکين ۾ هميشه لاءِ اوندهه ڇانئجي ويئي، ۽ هو ٻارن
وانگر سڏڪا ڀري، اوڇنگارون ڏيڻ لڳو.

سنگهار هن کي اتي ئي ڇڏي، اندر وڌي ويو، ۽ ڪيترن
ڪمرن مان ٿيندو، ترخانن جي گڏ ڪيل دولت تي، دل ئي دل ۾
کين گاريون ڏيندي، هو انهيءَ ڪمري اڳيان اچي بيهي رهيو،
جنهن لاءِ هن سوچيو ته اهو ڪمرو ئي سگهي ٿو، جتان درياهه
۾ لهي سگهجي ٿو. ان ڪمري جي در مان، هڪ پوڙهي عورت
هٿ ٻڌندي، ڊپ کان ٿڙڪندي ٻاهر نڪتي: ”رحم، آقا، رحم!“

پوڙهيءَ جي آواز ۾ انهيءَ نيزاري هئي جو سنگهار جي
دل ۾ رحم جڻ پهريون ڀيرو موٽي آيو هو. پوڙهيءَ کي مٿي تي
هٿ رکندي چيائين: ”امان، اسين سنڌي، وس پڄندي، زالن
تي هٿ نه کڻندا آهيون!“ ائين چئي هن دروازي کي هري
ڌڪو ڏنو. دروازي کلڻ سان هن جيڪي ڪجهه ڏٺو، سو جيڪڏهن
هو ڪوشش ڪري ها تڏهن به بيان نه ڪري سگهي ها. هن
جي بلڪل سامهون اندر سڀا جي ڪا اپسرا، آرسي … جهلي،
پنهنجي ڊگهن وارن کي ڦڻي ڏيئي رهي هئي. سندس ٻانهون ڪلهن
تائين اگهاڙيون هيون؛ سندس اڌ منهن وارن ۾ لڪيو هو، ۽
باقي اڌ منهن ۾ جا سونهن هئي، سا سنگهار جي دل ۾ ڏانوڻ
وجهندي ويئي. نيم شفاف ململ جي پهراڻ مان هن جو جسم
ائين جهاتيون پائي رهيو هو جڻ هن جي، انگ انگ ۾ ڪا هلڪي

مشعل ٻري رهي هئي، جنهن جي روشني ماحول مان ڇڻي هن جي
اکين ۾ ترورا پيدا ڪرڻ لڳي. سندس ڇاتيءَ کي ڏسندي هن
کي ائين محسوس ٿيو ڄڻ سندوءَ جي ابهرين تي ڪا ٻيڙي هلڪا
لوڏا کائيندي، هن کي پنهنجي پناهه ۾ وٺڻ لاءِ سڏي رهي هئي،
۽ جڏهن هن ڳالهايو، تڏهن ته سنگهار پنهنجي پاڻ کان ٻڄي ويو:
هن جو آدرش هن جي ذهن جي ڪنهن ڪنڊ ۾ اڪڻ جي
ڪوشش ڪرڻ لڳو.

”سندي، تون اچي وئين! مون کي پڪ هئي ته تون ضرور
ايندين: پر ايترو انتظار ڪرائيو آهي.....!“

هن جي آواز جو جادو، هن جي ڪنن مان ٿيندو، دل
تائين پهتو، ۽ هن کي ائين محسوس ٿيو ڄڻ ان جا
ماحول کي لوري ڏيئي سمهارڻ شروع ڪيو هو. هو به انهيءَ
ننڊ ۾ پنڊ ٻهڻ ٿيندو ٿي ويو. پوءِ هن وري ان جادوءَ کي پڪڪندو
ڏٺو، ۽ ان پڻ پڻ ۾ ڪجهه غير يقيني ڪيفيت هئي: ”نه نه...
تون ته اهو ڪرنه آهين.... پر هيءُ دل ڇو توڏانهن مائل ٿيڻ
لڳي... اچ، منهنجي ويجهو اچ... يا خدا، مون ڪيترو نه انتظار
ڪيو آهي.... هو نه سهي، تون سهي.... تو ۾ به مون کي هو ٿي
نظر اچي رهيو آهي.....!“

هوءَ آرسي رکي، اٿي بيٺي. سنگهار هن کي ڏسندو ئي
رهيو. هن جي دل ڪنهري ٿيندي، ڦرڪڻ لڳي. ٻر
اوچتو ٻاهران ماڻهن جي اچڻ جا ٺڪرا ٺڪرا قدم ٻڌي، سنگهار
پنهنجي ننڊ مان جاڳي پيو. ساڳئي وقت هن جادوءَ به چيو:
”پهريدار پيا اچن.... اهو دروازو بند ڪر!“

سنگهار وري حقيقتن جي دنيا ۾ موٽي آيو، ۽ هن وڏي
دروازي جي ٺاڪي چاڙهي ڇڏي. دروازي کولڻ لاءِ ماڻهن دروازي
کي زور سان ڌڪا ڏيڻ شروع ڪيا. سنگهار هڪڙي نظر هن
تي وجهندي، مٿي نهاريو. اها نهار ۽ اها نگاهه، هڪ نيابو هئي،
ڄڻ چوندي هجي: ”جاني، جيترو ٻچي سگهين ته موٽي ايندس. منهنجو
انتظار ڪجانءِ!“

پوءِ آسپاس نھاريندي، هن ڇت ۾ لٽڪيل جھاليءَ جي ريشمي
رسي کي ڇڪ ڏيئي لوڙي وڌو؛ ۽ ان سان سرڪساهي ٿامي،
هن پٽ جي ڪنگرن مٿان اڇلائي. سرڪساهي هڪڙي ڪنگر
۾ ڦاٿي ته رسي جي آڌر تي هو پٽ تي چڙهي ويو. مٿي چڙهي،
هن چوڌاري نظر ڦيرائي. مرزا باقيءَ جي حويلي چڱي پري هئي.
وچ تي پهرو به سخت هو. هن رسي ڇڪي پٽ جي ٻئي پاسي
لڙڪائي، ۽ آهستي آهستي لهندي، درياهه ۾ ٽپي پيو. پاڻيءَ ۾
اندران ئي اندران هو مرزا باقيءَ جي حويليءَ جي فصيل ڏانهن
ترڻ لڳو.

حويليءَ جي ٻنهي هيٺان هن ٻه-چار ٻيڙيون بيٺل ڏٺيون:
هڪ چڱيءَ موچاريءَ سينگاريل ٻيڙيءَ جي پر سان، رسي جي
هڪ ڏاڪڻ هڪ ٻيڙيءَ دريءَ تائين پهتي وئي. پر اتي به پهريدارن
جا پاڇولا نظر اچي رهيا هئا. هو پاڻيءَ اندران ٻيڙيون به لنگهي
ويو — ۽ اتان وري منهن ڪڍيائين، جتي پهريدار ڪو ايڪڙ
ٻيڪڙ نه نظر آيو. حويليءَ جي ان ڇيڙي تي پهچڻ کان پوءِ،
فصيل تائين چڙهڻ ڏاڍو مسئلو هو، جنهن تي سنگهار اڃا تائين
ڪونه سوچيو هو. فصيل چڱي موچاري اوچي هئي، ۽ رسيءَ
کان سواءِ ان تي چڙهڻ ممڪن نه هو. لاچار هو وري بنان ڪنهن
آواز جي ٻيڙين وٽ پهتو، ۽ هڪڙي ٻيڙيءَ جي پٺيان ڪنڌ
مٿي ڪڍيائين. ان ٻيڙيءَ ۾ هڪڙي ترخان جو مٿيون ڌڙ هن کي
نظر اچي رهيو هو. سنگهار سوچيو ته جي زوريءَ ٻيڙيءَ تي
چڙهي، سڙهه سان نوڙي هٿ ڪبي، ته ٻين ٻيڙين ۽ فصيلن وارا
پهريدار هوشيار ٿي ويندا، ۽ پوءِ حويليءَ ۾ داخل ٿيڻ ناممڪن
ٿي پوندو. ائين سوچي هو ٻيڙيءَ کي ڦري آيو. اها ٻيڙي ٻي
هڪ وڏي ٻيڙيءَ سان ٻنهي، سنهي رسي سان ٻڌل هئي. بنان ڪنهن
آواز جي، هن ڪٽاري سان رسي ڪپي ڇڏي، ۽ ننڍي ٻيڙيءَ
کي هلڪو لوڏو ڏنائين. ٻيڙي لهواري تي هري هري ٿي لڙهڻ
لڳي. هو به ٻيڙيءَ جي ڪڍ لڳو آيو. جڏهن ٻيڙي چڱي موچاري

اڳتي نڪري، وڃڪري جي نيزيءَ تي نڪي ٽيڪ لڳي، تڏهن
رخان کي هوش آيو هو اٿي ويٺو، ۽ پاڻ کي ٻين ٻيڙين کان
اڳرو ڀري، لهواري تي اڙهندو ڏٺائين، تڏهن هن پنهنجن همراهن
کي سڏ ڪرڻ شروع ڪيا. پر تيسين ٻيڙي اڳرو ڀري نڪري
چڪي هئي، جو هن جي سڏ تي ڪنهن به ڌيان نه ڏنو. ترخان
سڏن کي بيڪار سمجهي، ونجهه کڻي ٻيڙيءَ کي موڙڻ جي ڪوشش
ڪرڻ لڳو. ونجهه تي نظر پوندي ئي، سنگهار جهٽ ڏيئي کڻي
منجهس هٿ وڌو؛ ۽ ڇڪ جو ڏنائين ته ترخان ونجهه سوڌو اچي
مٿانئس ڪريو. هن پاڻ بچائيندي، ترخان کي ڪڇيءَ کان جهلي،
ڪنس هيٺ نپاهو ڏنو. گهڙيءَ کان پوءِ ترخان بدران رکو پاڻيءَ
جي ٻڙ ٻڙ پڌڻ ۾ آئي، ۽ هن ترخان کي ڇڏي ڏنو. ٻيڙي تيسين
اڳيان وڌي ويئي. هو نوڙيءَ سان ٻيڙيءَ ڏانهن وڌيو. ٻيڙيءَ
۾ هن کي ڇڪي ڏکي نوڙي هٿ اچي ويئي، هو ٻيڙيءَ کي
ائين ئي ڇڏي حويليءَ جي ڪوٽ جي پٺ ڏانهن ترڻ لڳو.

ڪوٽ جي پٺ تان هاڻي هو هڪ ڪنڌ تي لهي پيو. اتان
سمورا ڪنڌ هڪڙي سان گنڍيل هئا. اوندهه جو فائدو وٺندي،
سنگهن جي پويان لڪندي، هو ان ڪنڌ تي پهتو، جتي هن سمجهيو
ته اتان رسي جي ڏاڪڻ ٻيڙين تائين ٿي پهتي. ان ڪنڌ جا سمورا
سنگهه ٻاڙهي پٿر ۽ ساڳ جي ڪاٺ جا ٺهيل ٿي پيا. سنگهن
تي ٽپائيندو، هو هڪ اهڙي وڏڪري سنگهه وٽ پهتو جنهن
جو پڙ مٿي کنيل هو. هن هيٺ نهاريو: ڪمري ۾ هلڪي زرد
روشني ڦهليل هئي، سنگهه جي ٺهه، هيٺان هڪ تپائيءَ تي صراحيون
۽ جام سجايل هئا، ۽ ان ميز جي پر ۾ ٽڪل ڪنهن ڪٽ جي
پاسي ۾، هڪ ترار ميان ۾ پيل رکي هئي. اهو جائزو وٺي،
سنگهار ٽڪ ٻڌي لاءِ سنگهه کي ٽيڪ ڏيئي ويهي رهيو هو. آسمان
۾ تارا ٽمڪندا جڻ هن کي مٿي اڏامڻ جي دعوت ڏيندا رهيا.
پنل ڪپڙن، ۽ کليل هوا ۾ هن کي سيءُ به ڏکيو لڳڻ لڳو؛
ٿڪ ۽ سيءُ کان ننڊ هن جي اکين ۾ مورچا هڻڻ لڳي. جڏهن

ٿڪل ڪري جوءِ پاڻ کي جاڳائڻ جا جتن ڪرڻ لڳو. هن سمجهيو
ته رات اڃا آڌي ٿي هئي، ۽ پهريدارن جا آواز به ڏورا ٿيندا
ٿي ويا.

هن سنگهه جي ٿلهي رسي کي وٽ ڏيئي مٿي ڦاسائي ڇڏيو،
جيئن رسي تي زور اچڻ ڪري سنگهه جو ٻڙ نه ٻڌل ٿي وڃي؛
۽ پوءِ هو آهستي آهستي رسيءَ جي ذريعي هيٺ لهڻ لڳو.
هيٺ پهچڻ تي هن جيڪي ڏٺو، ان لاءِ هو بلڪل تيار نه هو.
اهڙيءَ صورتحال ۾ سنڌ جي هن قاتل تي حملو ڪرڻ به هن
کي ڪانئرتا نظر آئي. مرزا باقي بيگ هنڌ تي بلڪل سنئون
سڌو سمهيل هو؛ سندس جوءِ جي هڪڙي ٽنگ هن جي مٿان
وارڻل هئي، ۽ جوءِ هن کي اهڙيءَ طرح ڀاڪر ۾ جهليو ستي
پيئي هئي، ڄڻ ننڊ ۾ به هن مٿان پنهنجي پاڻ کي قربان ڪرڻ
لاءِ تيار هئي. پلنگ جي پر ۾، هڪڙي سوني ٽالهيءَ تي هڪ
ننڍڙي شمع ٽم ٽم ڪندي، هلڪي زرد روشني پکيڙي رهي
هئي. هو دل ۾ هڻڻ لڳو: ان نظاري هن کي انسان جي هن
ڪمزور پهلوءَ تي سوچڻ تي مجبور ڪري ڇڏيو.

هو اڃا دل ۾ هڻي رهيو هو ته اوچتو ڪنهن هنگامي
جو هُل در جي ٻاهران پڌائون. هن جهٽ ڏيئي، مرزا باقيءَ جي
ترار ميان مان ڪڍي ورتي. عين ان وقت دروازو وڏو ڇيڪات
ڪري کليو، ۽ هن ٻن ترخانن کي اگهاڙين ترارين سان
مرزا باقيءَ جي پلنگ ڏانهن وڌندو ڏٺو. دروازي کان شمع
پڙڪو ڏيئي وسامي وئي، ۽ ڪمري ۾ ڀٽ اوندهه ڇانئجي وئي.
سنگهار ترار سنڀالي پلنگ ڏانهن وڌيو. اڃا وک اڳتي وڌايائين
ته سندس هٿ شمع واري ٽالهيءَ کي وڃي لڳو. ٽالهي زور سان
پٽ تي ڪري وڏو ٽڙڪاٽ ڪندي، ڪنهن ڪنڊ ۾ هلي
وئي. عين ان وقت هن هڪ زنانيءَ رڙ جو آواز ٻڌو. اهو آواز
ٻڌندي ئي هن پلنگ تي وار ڪيو، پر سندس ترار خالي هنڌ
کي ڪپي وئي. جيسين هن پاڻ سنڀالي هيڏانهن هوڏانهن ڏسڻ

جي ڪوشش ڪئي. تيستائين ڪو ماڻهو، ڀت ۾ لڳل دريءَ جو تاڪ کولي، دريءَ واري پاسي ٽپي ويو. هن به دريءَ ڏانهن ڏٺو. وڏي — ۽ پوءِ هن ماڻهن سنڌوءَ ۾ ڪنهن ماڻهوءَ جي ڪِرڻ جو ڌماڪو ڀڙاڏو ٻڌو. هن دريءَ ۾ منهن وجهي هيٺ نهاريو: هڪ ٻيڙي ٽڪرو ٽڪرو ان هنڌ ڏانهن وڃڻ لڳي، جتي ماڻهوءَ جي ڪِرڻ جو آواز آيو هو. ان وقت سنگهارڪي پنهنجي پويان ڪنهن ماڻهوءَ جي ساهه کڻڻ جو آواز ڪن تي پيو، ۽ هو اچانڪ ڏيئي دريءَ کان پري هٽي ويو. اهنڌ ترخان جو وار د ... جي چانئٺ ۾ کُپي ويو. سنگهار ٿورو اڳيان وڌي، هن کي پنهنجي پير سان هلڪي ٺوڪر ڏني. ترخان، دريءَ تان ٿاٻڙجي، هوا ۾ هٿوراڙيون ڏيندي، وڃي درياءَ ۾ ڦهڪو ڪيو.

ڪمري ۾ ماٺ ٿي ويئي. سنگهارکي پڪ ٿي ترگهڙيءَ کان پوءِ مرزا باقيءَ جا واهرو پهريدار يا انهن عملي ڪندڙن ترخانن جا ساٿي ڪمري ۾ ڪاهي پوندا. هو تيزيءَ سان دروازي ڏانهن ڀڄو. دروازي مان اهنڌ هلڪي ڳاڙهي روشنيءَ ۾ هن مرزا باقيءَ جي زال کي بوٽ پر ڪِريل ڏٺو. سندس ڇهسي پيٺي ٿي سندس ڏڙ هيدان اچي ويئي هئي. هاڻ هن کي پڪ ٿي ته دريءَ مان ڀڄي ويل ماڻهو خود مرزا باقي هو. هن کي پنهنجي بيوقوفيءَ تي ڪاوڙ اچي ويئي. اڄ سنڌ جو قاتل، آخوند صالح جو خوني، هڪ ڪوڙي جذبي جي ڪري هن جي هٿن مان نڪري ويو.

هن اوندهه ۾ ٻئي ترخان کي نهارڻ جي ڪوشش ڪئي. پنهنجي پويان ڪڙڪو ٻڌي، هن پٺيان نهاريو. ترخان اڳيان وڌي مرزا باقيءَ جي زال جي لاش کي سڌو ڪري، سندس ڳچيءَ ۽ ڪنن مان زيور ڇني لاهڻ جي ڪوشش ۾ لڳل هو. هن سوچيو هي لالچي ڪتا، ڳجهن وانگر لاشن تان به نٿا ٽرن. ۽ پوءِ هڪ ئي ڌڪ سان هن جهڪيل ترخان جي سيسي ڌڙ کان ڌار ڪري ڇڏي. گهڙيءَ لاءِ ڪمري ۾ ماٺ ٿي ويئي، پوءِ

ترخانن جي هڪ البوم، جو ان ڪمري ڏانهن وڌڻ جو آواز هن
جي ڪن تي پيو، ۽ هو وري منگهه هيٺ پهچي مٿي چڙهي ويو.
درياءَ ۾ ٽپندي، هو اهو ٿي سوچيندو رهيو ته هو اڄ
پنهنجو آدرش ڪن ڪوڙن جذبن ڪري وڃائي ويٺو هو. شرمساري
۽ لڄ کان هن جي اکين ۾ لڙڪ مڙڻ لڳا. جڏهن هو مرزا
باقيءَ کي ختم ڪري ڇڏي ها ته دنيا ائين ٿي سمجهي ها ته
ترخان پاڻ ۾ وڙهي مئا هئا، ۽ سنڌين تي اهو الزام ڪونه اچي
ها. گهڙيءَ جي غلطيءَ مرزا باقيءَ کي حياتي موٽائي ڏني.
اميرخان جي حويليءَ جي ديوار تي چڙهندي، الائي ڇو هن کي
بار بار اهو خيال اچي لڳو ته هاڻ جيئڻ جاڙ آهي. آخوند صالح
جي وير ولڻ جو موقعو هٿ مان نڪري ويو. آخوند صالح جو
نالو زبان تي ايندي ئي، هن کي ائين محسوس ٿيو ڄڻ هن جو
روح هن کي ملامت ڪرڻ لاءِ هن جي چوڌاري وسڻ لڳو هو؛
۽ پوءِ الائي ڇو هن کي سوڀل ياد اچي ويو. شل، سوڀل اهو
بدلو مرزا باقيءَ کان وٺي، پر سوڀل به هن جي ناڪاميءَ جو
ٻڌي ڇا سوچيندو؟ پر سوڀل ڇو ٻڌي؟ هو ڪنهن اهڙي طرف
نڪري ويندو جتي هن جو ڪوبه ساٿي سنگتي نه پهچي سگهندو!
اهو سوچيندو هو ايليءَ جي ڪمري ۾ ٽپي پيو!

# ١٠

آخوند نور محمد فجر جي نماز پڙهائي، وانڊو ئي جماعتين ڏانهن ڏسڻ لڳو. سندس بلڪل سامهون مڪڙو پيڙو ترخان ديور ڪندي، اهڙيءَ طرح جهومي ۽ جهولي رهيو هو جڻ ته وجد ۾ اچي ويو هو. ڪلُ آٺ ڏهه جماعتي وچي بچيا هئا، جي ڪي تلاوت ڪرڻ لڳا هئا. گهڻا نڌا نماز پڙهي هليا ويا هئا. جيڪي دور ڪري رهيا هئا، تن مان گهڻو تڻو سورا ترخان ئي هئا. آخوند پاڻ به تسبيح پڙهندي، سوچڻ لڳو ته نمازون هي پڙهن، مذهب جو هر ڏڻ هي قوم ڏام سان ملهائين، مذهب جي نالي ۾ حڪومت هي ڪن، دين جو نالو ڪٺي زڪواتون ۽ ڏن هي وصول ڪن، ۽ ظلم ۽ ڪس ڪرڻ ۾ به سڀ ڪان خونخوار جانور هي آهن. هر قسم جي ذلت عنن ۾ آهي، شرابي، زاني منافق هي آهن، ۽ الله سائين به هنن جو ساٿ ڏيندو اچي.

”نعوذ باالله... استغفرالله!“ هن جي وات مان ڏاڍيان نڪري ويو. ”ڏٺي منهنجا بخش ڪجان، منهنجي وات مان ڪفر جا ڪلما نڪري ويا!“ ۽ هو وري اٿي ئي سجدي ۾ ڪيري پيو، ۽ ڪيترو وقت ڏٺيءَ در پاڏائيندو رهيو. سجدي مان اٿي، هن وري ان ترخان ڏانهن ڏٺو، جنهن جي دور ڪرڻ جو آواز سڄيءَ مسجد ۾ ٻرڻ لڳو هو. آهستي آهستي ئي ماڻهو دور ختم ڪري، آخوند ڪان موڪلائي، آئندا ويا. آخر ۾ فقط آخوند ۽ اهو پوڙهو ترخان رهجي ويا.

پوڙهي ترخان مسجد خالي ڏسي قرآن مجيد بند ڪري، رحل سوڌو، سامهون جاري ۾ رکي موٽي آيو. آخوند وٽ پهچندي ئي هن هوريان چيو: ”جيئي سنڌ، سائين!“

آخوند نورمحمد کان ڇرڪ نڪري ويو. هو پنهنجن خيالن ۾ محو، گذريل ڏينهن جي حالتن تي سوچي رهيو هو. جيتوڻيڪ تسبيح سورينديءَ، سندس وات مان 'الله هو، الله هو' جو ٻڌڪو نڪرندو رهيو. مرزا جان بابا جي شورش، شاه قاسم ارغون جو راڻاهو، مرزا باقيءَ جو پنهنجي محل مان ٽپو ڏيئي ڀڄي وڃڻ، ۽ ترخان لشڪر گڏ ڪري مرزا جان بابا پويان وڃڻ، ۽ نئين ۾ لشڪرين هٿان عام ڪوس جون ڪهاڻيون وَر وَر ڪري هن جي دل ۾ چير وجهنديون ٿي ويون. سندن جو رت پلٽيءَ وانگر وهي رهيو هو؛ سندن جون لاشون وچ شهر ۾ لٽڪيل رهيون هيون؛ ڪنهن اڪيلي ٻيڪڙي محلي ۾، جي سندن مقابلو ٿي ڪيو ته انهن گهرن کي باهيون ٿي ڏنائون. مرزا باقي جڻ ته ڇتي ڪتي وانگر ڇڪ وجهي رهيو هو. رڳو پنهنجي ڇتي رت نه، سندن جي رت سان ڇنڊي وجهڻ لاءِ، سنڌي محلن ۾ مست هاٿي هڪلرائي ڇڏيا هئائين؛ ۽ ڪيترا سنڌي، ٻار ٻچا، وڏا ننڍا، انهن جي پيرن ۾ چيڀاٽجي چيچرجي ويا هئا. آخوند نورمحمد جي اکين ۾ دردناڪ آنسو ٿي آيو. "اي منهنجا مولا سائين، هي ڪهڙو انصاف آهي!" هو ورد ڪندي پنهنجي ڌڻيءَ سان شڪايتون ڪندو ٿي ويو، ۽ جڏهن هن "جيئي سنڌ" جو سلام ٻڌو، تڏهن هن کان ڇرڪ نڪري ويو. هن هيڏانهن هوڏانهن نهاريندي، ٻيڙي ترخان ڏانهن ڏٺو. ٻيڙي ترخان جي اکين ۾ نئون چمڪ مرڪي رهي هئي، ۽ هو آخوند جي سامهون اچي، سندس پير چمڻ لاءِ هيٺ جهڪي ويو. آخوند حيرت مان ترخان جي حرڪت ڏسندو رهيو، ۽ پوءِ سندس ڪنن تي اهو آواز آيو: "آءٌ دادن آهيان، سائين!"

آخوند جي مغز ۾ جڻ ڦيري پئجي ويئي، ۽ هن اٿڻ جي ڪوشش ڪندي چيو: "دادن.... تون!" پوءِ هن کي ڀاڪر پائيندي، نرڙ تي چمي ڏيندي چيائين: "ڇورا، هي ڪهڙو ويس ڪيو اٿئي. مون نه ڏري ڪهٽ، تو سوڙ هنن ترخانن جماعتين کي ڀاڙائو تي ڏنو!"

"سائين هن وبس کان سواءِ سلامت پهچڻ به ته مشڪل هو،" دادن پنهنجي مٿي تان ڪلو لاهيندي چيو. پوءِ هٿ وجهي ھڙادو اچي ڏاڙهي به لاهي ورتائين.

"چئو ته اهي خبرون ڇٽني پاسي ٿهاجي وبون آهن،" آخوند تسبيح پنهنجي صدريءَ جي ڪوسي ۾ وجهندي چيو.

"ها سائين، مون کي اها خبر سيوهڻ ۾ پئي ته مرزا جان بابا جي شورش ناڪام ٿي ويئي، ۽ ترخانن ٺٽي ۽ ٻين شهرن ۾ سنڌين کان وير وٺڻ شروع ڪيو آهي. مرزا باقي سمجهي ٿو ته مرزا جان رڳو سنڌين، خاص طرح سميجن، اڙين ۽ جاڙيجن جي چرچ تي بغاوت ڪئي آهي."

"مون کان هن ڀيري وڏي چڪ ٿي ويئي. اڳئين وانگر سنڌين جا جٿا، شهرن ۾ سنڌي پاڙن جي بچاءَ لاءِ گڏ ڪونه ڪرايم. مون کي الائي ڇو پڪ ٿي ويئي هئي ته خود ترخان لشڪري مرزا باقيءَ جي ظلمن خلاف اٿي کڙا ٿيندا. پر ائين نه ٿيو. مدرسن جي شاگردن کان جيڪي پڄو، سو ڪيائون. پر آخوند صالح کان پوءِ شاگردن جي به دل لٽي پئي آهي!" آخوند نورمحمد کان ٺڏو شوڪارو نڪري ويو.

"آخوند صالح کان پوءِ؟.... ڇو سائين، خير ته آهي؟ آخوند صالح کي ڇا ٿيو؟" دادن کي ڪو وسوسو وڙهي ويو.

"ظالمن آخوند صالح کي ان ڏينهن ئي ڦاهيءَ چاڙهي ڇڏيو، جنهن ڏينهن مرزا جان بابا جو لشڪر ٺٽي ۾ داخل ٿي رهيو هو."

"پر ڇو؟"

"مرزا باقيءَ قندار کان ڪي مولوي گهرايا آهن ته مدرسن ۾ زوريءَ فارسي پڙهائين. آخوند صالح کين پنهنجي دارالعلوم ۾ فارسي پڙهائڻ جي اجازت نٿي ڏني ... الا، هاڻ اهڙو سالهو ڪٿان آئيندا سون ... پر دادن، تون هاڻ سڀ ڪم ڪاريون ڦٽا ڪري، وڃ ٺٽي، ۽ وڃي آخوند صالح وارو دارالعلوم سنڀال. آءٌ ڇني لڪي تو ڏيان...." آخوند دادن جي اکين ۾ نهاريندي چيو.

"پر سائين، دهليءَ وارو ڪم اڃ به پيو آهي.... هي خط ملتان مان نواب سعيد اوهان لاءِ ڏنو آهي." دادن صدريءَ اندران خط ڪڍندي چيو.

"منهنجي نظر هاڻ ويئي.... تون ئي پڙهي ٻڌاءِ." آخوند کيس حڪم ڪيو.

دادن خط پڙهڻ لڳو، ۽ آخوند اکيون بند ڪري ٻڌندو ويو. نواب سعيد لکيو هو ته شهنشاهه اڪبر سڌو سنئون سنڌ جي معاملن ۾ دخل ڪونه ڏيندو. البت هو شهنشاهه اڪبر کي مرزا باقيءَ جي ظلمن کان آگاهه ضرور ڪندو. جيڪڏهن قنڌار بابت مرزا باقيءَ جون ايران سان ڳالهيون ثبوت سان اڪبر اڳيان پيش ڪجن ته ڪم ٿي پوندو. شهنشاهه شايد ايندڙ بهار ۾ لاهور اچي، اني هو قدمبوسي حاصل ڪري سنڌ بابت سندس ذڪر ڇوريندو. آخر ۾ هن مليل تحفن جو شڪريو ادا ڪيو هو.

"هون .... ڇٽيو ، اسان جون سو ڪوڙيون پاڪوڙيون هاڻ نواب سعيد تي به اثر ڪونه ٿيون ڪن.... ڀلا ملتان ۾ عام ماڻهن جو ڇا خيال آهي؟" آخوند ڪجهه سوچيندي چيو.

"ملتان وارا ظاهر آهي ته ترخانن جي حڪومت کان دهليءَ جي پاڻهپ کي وڌيڪ پسند ٿا ڪن. مغل شهنشاهت سان هن وقت جهيڙو بلڪل ڪونه گهرندا. البت جيڪڏهن سنڌ ۾ ڪا تحريڪ شروع ٿي ته هو هميشه وانگر پنهنجي وطن جي ماڻهن کي مدد ڏيڻ کان ڪونه لهرائيندا: سومرا، لانگاهه ۽ ٻيا راڄ ته پنهنجا ماڻهو به ڏيڻ لاءِ تيار آهن...!" دادن جواب ڏنو.

"سنڌ ۾ تحريڪ.... سنڌ ۾ تحريڪ! جڏهن به سنڌ ۾ ڪا تحريڪ ٿي هلي ته سنڌين جو جيئڻ مشڪل ٿيو پوي. هنن کي ننڍڪو ڏسي، ترخان سندن ٻچن کي گهاڻن ۾ پيڙهيو ڇڏين، رهي مغلن کان سڌو سنئون مددگهرڻ، سو سنڌ ۾ ڪيترا اهڙا ماڻهو آهن، جيڪي هڪڙي غلاميءَ مان نڪري ٻيءَ غلاميءَ ۾ وڃڻ نٿا گهرن. هو اهو ٿا چون ته ترخان ته سنڌ اندر محدود

آهن. جيڪڏهن سنڌين ۾ ڪا منظم ۽ ڪي پختي بغاوت، نٿي ڪان
ملتان تائين، پڙڪي آئي ته ترخانن کي ٽنڍي ڪيڻ اهڙو ڏکيو
نه آهي، جيترو ان وقت ٿيندو، جڏهن مغل لشڪر ترخانن کي
ڪيڏي، ڇانوڻي هڻي سنڌ ۾ ئي ويهي رهندو .... هڪ طرح سان
هنن جو چوڻ به صحيح آهي: مغل شهنشاهت سان وڙهڻ سنڌين
ڪان زور آهي !"

"ٻر سائين، ترخان ته خوني آهن، ظالم آهن. مغل وري
به مٿاهين طرح حاڪم رهندا: هي روز روز جي رتو ڇاڻ ته بند
ٿي ويندي. سنڌين کي ڪا گهڙي سامت جو ساهه کڻڻ جو ته
وجهه ملندو ...." دادن ڄڻ خفا ٿيندي چيو.

"ٻر مغل هڪڙو ڀيرو ڄمي ويا ته ڪين نڪرڻ نامڪن
ٿي ويندو. ترخان ته پاڻ ۾ وڙهڻ ۾ پورا آهن: ڪين ٽڪي ڪيڻ
اهڙو ڏکيو ڪونهي. هونئن به هو ايترا مضبوط نه آهن. جڏهن
به ڪو حاڪم ظلم ڪرڻ تي سندرو ٻڌي ويهندو آهي ته اها
سندس ڪمزوريءَ جي نشاني آهي؛ بلڪ ائين سمجهه ته هن جو
موت ويجهو اچي پهتو آهي. هو ائين ٿو سمجهي ته ظلم ڪرڻ
سان هو ماڻهن کي هيسائي سگهندو. پر اصل ۾ اهو ظلم ئي عام
ماڻهن کي هڪٻئي جي ويڙهڪ ويجهو آڻي، آخري ٽڪر لاءِ تيار
ڪندو آهي. رڳو سنڌين ۾ ٿوري تنظيم به پيدا ٿي پوي، ته ڪا
پنهنجي فوج ٺاهي وجهن، ته هنن ظالمن کي قنڌار جي واٽ ڏيکارڻ
ڏکيو نه آهي." آخوند دل ئي دل ۾ آٿتا ٿيندي چيو.

"جيسين تنظيم جو اوسر ڪندا سون، تيسين ترخان به
ته قنڌار ڪان مڪڙن وانگر لهندا ٿا اچن. ايران سان اندروني
طرح ته سنڌن به ڪانه ٿي پوي. سنڌ ۾ سٽيو ٽڪر ڏسي، قافلن
جا قافلا ٿا روز اچن!" دادن ڏند پيڙهيندي چيو.

"مون کي خبر آهي. قنڌار ۽ ايران بابت نواب سعيد
واري ڳالهه به سچي آهي. مغل قنڌار هٿ ڪرڻ جا بهانا پيا
ڳولين، مغلن تائين رڳو اها خبر پهچي ته مرزا باقي شاهه عباس

سان کھڙا پيو آلسٺا ڪري، ته مغل هڪڙو ڏينهن به ترخانن
کي رهڻ ڪونه ڏين.... پر پيهه، هي خط پالهون سنگهار امير
ڪوڪلتاش کان هٿ ڪري موڪليو آهي، مون کي ته ياد ئي
ڪونه پيو. آخوند صالح پنهنجي ڪنهن ماڻهوءَ کان ان خط جي
باري ۾ پڇو هو: .. !"

آخوند نورمحمد اٿي، قرآن رکڻ واري جاري مان قرآن
هيٺ منبر تي رکندي، جاري جي پوئين ڪاٺ جي تختي کي
هڪڙي پاسي سيريو ته ان ۾ هڪ پيو جارو نظر اچڻ لڳو.
هٿ وجهي آخوند ان مان هڪ فرمان ڪڍي، دادن کي ڏنو،
۽ چيائين: "پڙهه، متان ڪا ڪم جي ڳالهه هجي."

دادن فرمان کولي پڙهڻ لڳو. خط قنڌار جي حاڪم ڏانهن
مرزا باقيءَ جو لکيل هو. ان ۾ حاڪم جي موڪلين سان گڏ،
ايران جي بادشاهه لاءِ به موڪلين جو ذڪر هو، ۽ منجهس مغلن،
خاص طرح اڪبر لاءِ، نفرت جو دل کولي اظهار ڪيل هو.

آخوند خط پڙهي، هڪدم آئندي چيو: "دادن، هي خط
ضرور اڪبر تائين پهچڻ گهرجي. تون اڄ ئي دهليءَ روانو ٿي
وڃ ڪنهن طرح دربار تائين پهچي، شهنشاهه کي سنڌين جي اطاعت
جو يقين ڏيار. ترخانن تي اڪبري لشڪر ڪڙڪيو، ته پوءِ
سنڌ جي آزاديءَ جو ڪو بلو ٿي پوندو!"

دادن ڪو جواب نه ڏنو. هو سنڌ جي آئيندي جي خيالن
۾ محو ٿي ويو. ايترو وقت سنڌ کان ٻاهر رهيو هو، جو هن کي
اهو اندازو ئي ڪونه هو ته سنڌ ۾ ڪهڙو محشر متل هو. هو
محض ترخانن کي ڪيڻ لاءِ، ۽ سنڌ کي هڪ نئون دور، سانت،
سانهن سٽيءَ ۽ امن جي دور ڏيڻ لاءِ، مغلن جي مدد وٺڻ لاءِ
تيار هو. سالن جا سال ملتان، لاهور، دهليءَ ۽ آگري ۾ رهي
مغلن کي ترخانن جي ظلمن بابت ٻڌائيندو رهيو هو. مغل پنهنجي
ڪامرانيءَ جي نشي ۾ چُور، فقط همدرديءَ طور هن کي ٻه-چار
اکر همت افزائيءَ لاءِ چوندا رهندا هئا. دادن کي خار ته ڏاڍا

ايندا هئا، پر وقت جو خيال ڪري، هو تهڻ وڏيڪ سندن خوشامدون ڪندو هو. درٻارين کي نت نوان تحفا، ۽ نيون نيون سوکڙيون پيش ڪندو هو. آخوند نورمحمد جا شاگرد هن لاءِ ڪٿان ڪٿان جا عجائب آڻي گڏ ڪندا هئا. هن کي الائي ڇو اڪبر ۾ اميد هئي ته هو سنڌ لاءِ ضرور ڪجهه ڪندو. اڪبري درٻار تائين پهچڻ لاءِ هن طرح طرح جا نسخا آزمايا هئا. سوکڙين پاکڙين کان وٺي سنڌ جي عملداريءَ جون لالچون آڇڻ جي باوجود هو اڪبري تخت تائين نه پهچي سگهيو. ان راهه ۾ هن کي جيڪي تجربا ڏسڻا ۽ سهڻا پيا، تن کي ياد ڪري اڄ به هن جا وار ڪانڊارجي ٿي ويا. خاص طرح هڪ واقعو اهڙو هو، جنهن هن جي زندگيءَ کي هڪ نئين موڙ ڏيڻ جي ڪوشش ڪئي هئي. ان جي ياد ايندي ئي، هن جي دل الائي ڇو زور زور سان ڌڙڪڻ لڳي. وري آگري وڃڻ جو ڀڄي، هن جو ذهن سڀڪجهه وساري ويٺو، ۽ بيخيالو ٿي، هن آخوند نورمحمد کان موڪل ورتي. رستي تي هن کي وري اهو واقعو سربستو ياد اچڻ لڳو.

هو ٽئون ڀيرو آگري ويو هو، ۽ هڪ سنڌي سوداگر جي ويس ۾، هن اڪبري درٻار تائين پهچڻ جي ڪوشش ڪئي هئي. هن ڪيترائي ڪيس، آجرڪون، لونگيون ۽ هٿ پٽيهر ان راهه ۾ نثار ڪري ڇڏيا، پر ڪٿان به ڪو اميد جو ترورو نظر نه آيس؛ ۽ هو دلشڪستو ٿي واپس ملتان وڃڻ جو سوچڻ لڳو. آگري جي آخري سير ڪرڻ ۽ گهوڙن جي بندوبست ڪرڻ لاءِ هو پنهنجي سراءِ کان ٻاهر نڪتو. آگري جي نين عمارتن ۽ محلاتن کي اچرج مان ڏسندو، پنهنجي ئي خيالن ۾، هڪ چمن ۾ گهڙي آيو هو. ڪاڳهڙي ٽڪ پيڻ لاءِ، سنگمرمر جي هڪ ڦوهاري جي ڍڪيءَ تي ويهي رهيو. پنهنجي سفر ۽ هن مهم جي ناڪاميءَ تي سوچيندي، پنهنجي خيالن جي وهڪري کي ڇڏڻ ڇهي ڏسڻ لاءِ ڦوهاري جي ٻاليءَ ۾ هٿ سان لهرون پيدا ڪرڻ

لڳو. اوچتو هن پنهنجي پٺيان، تڪڙن تڪڙن قدمن جو آواز ٻڌو، ۽ پريان ڪنهن جي ڊوڙڻ جو آواز به هن جي ڪن تي پيو. ڦوهاري جي پٺيان سروَ جي وڻن جي هڪ گهاٽي قطار پريان، ڪنهن جي تڪڙي تڪڙي ساهه کڻڻ جو آواز اچڻ لڳو، ۽ پوءِ ڊوڙي ايندڙ قدم به اتي اچي روڪجي ويا.

”هاڻ ٻڌاءِ، تون ڪٿي لڪنديءَ؟“ ڪنهن مرد کلندي فارسيءَ ۾ چيو.

”هيبت خان، توکي رب جو واسطو آهي، منهنجي پچر ڇڏ!“ ڪنهن زناني آواز ليلائيندي چيو.

”اڄ مس مس ته اڪيلو ملڻ جو موقعو مليو آهي، سو ڪيئن وڃڻ ڏيو. بس، هڪ چمي عنايت ڪر، ۽ آءٌ ڪتي وانگر پڇ لوڏيندو هليو ويندس،“ مرداني آواز کلندي چيو.

”خدا جي واسطي، شرم ڪر! ڪا ڪنيز، يا ڪو خواجه سرا اچي ويو ته اسان ٻنهي جي سِرن جو خير ڪونهي!“ زال ليلائيندي چيو.

مون سڀ بندوبست ڪري ڇڏيو آهي. هت هن وقت ڪوبه ماڻهو ڪونه ايندو. ڏس زيبا، آءٌ تنهنجي محبت ۾ ڪباب وانگر پيو پچان، ۽ توکي خيال ئي ڪونهي؛ ۽ تنهن کان سواءِ هن نوروز تي اسان جي مڱڻي جو به اعلان ٿي ويندو!“ مرداڻو آواز اڳيان وڌندو رهيو. ان جي وڌڻ تي سروَ جي هڪ وڻ ۾ سرڙاٽ ٿيو، ۽ زناني آواز ۾ هلڪي ڪيڪ ان سروَ ۾ اٽڪي پيئي.

”ته پوءِ ايترو بي صبر ڇو ٿيو آهين. حضور خان دوران کان اڳواٽ ئي ڇو نٿو سڱ گهرين؟“

”لاهور واري واقعي کان پوءِ آءٌ خان دوران ۽ خود شهنشاهه جي نظرن ۾ اچي ويو آهيان. سو جي هن وقت سڱ گهريم ته جواب ملندم. پر حضور بادشاهه بيگم وعدو ڪيو آهي ته هن نوروز تي شهنشاهه کي راضي ڪري، مڱڻو ڪرائي ڇڏيندي....“

"تہ پوءِ نوروز تائين ترس.... آءٌ پڇي، ڪانہ ٿي وڃان. هاڻ وڃ، ڏليءَ جي واسطي وڃ: جيڪڏهن ڪنهن ڏسي ورتو تہ منهنجي بہ جان ويندي تہ تنهنجي بہ...."

"ٻڌ زيبا، هاڻ مون کان انتظار نٿو ٿئي. مون سمورو انتظام ڪري ڇڏيو آهي. ٻاهر منهنجا خادم ٻہ گهوڙا جهليو بيٺا آهن. تون مون سان گڏجي هل تہ هميشہ لاءِ خان دوران ۽ شهنشاهہ کان محفوظ، ڪنهن اهڙي پرڳڻي ۾ هليا هلون جتي شهنشاهہ يا خان دوران جي ماڻهن جو ٻاچولو بہ ڪونہ پهچي سگهندو. اچ، جانِ من...."

"هيبت خان، ڏس، منهنجي ويجهو ايندين تہ آءٌ وٺي رڙيون ڪنديس! ڏس... پري ٿي.... اُئي الا... !"

هن جي ڪيڪ ٻڌي، مرداني آواز ٺهڪ ڏيئي چيو:
"جيتريون ڪيڪون ڪرڻيون هجنئي، سي ڪر.... محل ۾ هن وقت ڪير ٿي ڪونهي؛ جي آهن بہ تہ منهنجا ماڻهو! اچ تہ"

زناني ڪيڪ وري سروَ جا وڻ لنگهي، دادن جي ڪنن ۾ پهتي. هاڻ هن کان بہ رهيو نہ ٿيو. هو سمجهي ويو تہ غلطيءَ کان ڪنهن محل جي چمن ۾ گهڙي آيو هو، ۽ پاڻ کي ظاهر ڪرڻ موت کي سڏڻ هو. پر هن عورت جي ڪيڪن هن کي پاڻ ظاهر ڪرڻ تي مجبور ڪري وڌو. هو ٽپ ڏيئي آيو، ۽ سروَ جي وڻن وچان لنگهي، اُتي پهتو جتان آهي آواز اچي رهيا هئا. هڪ جامڙد مغل، هڪ نهايت حسين نازنين جي ٻانهن پويان وراڻي، کيس چمي ڏيڻ جي ڪوشش ڪري رهيو هو. دادن کي ڏسي، هن کان ڇرڪ نڪري ويو، ۽ هن ڇوڪريءَ کي ڇڏيندي، ترار ڇڪي ڪڍي.

"تون ڪير آهين، مردود؟ ڀانيان ٿو تہ تو کي ڪنڌيءَ هٿي آندو آهي...." هيبت خان غضبناڪ آواز ۾ رڙ ڪري چيو.

"مسافر آهيان. رڙيون ٻڌيم تہ هليو آيس،" دادن مختصر جواب ڏنو.

”هتان هڪدم هليو وڃ، نه ته ...“

”آءٌ پاڻهي هليو ويندس؛ پهرين تون هن کي وڃڻ ڏي ته آءٌ به هليو ويندس،“ دادن فارسي اهڙيءَ طرح ڳالهائي رهيو هو، ڄڻ مادري زبان هُوس.

”هاڻ سمجهيم زيبا، ته تون ڇو مون کان لهرائيندي آهين! تو پنهنجي لاءِ اڳي ئي ڇڱي چونڊي رکيو آهي، ۽ سو به هڪ ڌاريون...“ ڪاوڙ کان هيبت خان سڄو ڏڪڻ لڳو هو. هن ترار آپي ڪندي چيو: ”آءٌ تنهنجي هن يار کي هميشه لاءِ دوزخ جو منهن نه ڏيکاريان ته منهنجو نالو هيبت خان نه آهي!“ ائين چئي هن دادن تي وار ڪيو.

دادن ڦڙتيءَ سان هڪ پاسي هٽي ويو. هيبت خان لڳاتار هن تي وار ڪندو ويو، ۽ دادن هر وار خبرداريءَ سان بچائيندو پوئتي هٽندو ويو. سروَ جي وڻن مان ٿيندو، هو ڦوهاري تائين هٽي آيو. هيبت خان پنهنجا وار خالي ويندا ڏسي، ڄڻ چريو ٿي پيو، ۽ اڳي کان اڳرو تپ ڏيئي وار ڪرڻ لڳو. ڇوڪري ڊپ کان پلي تي ويٺي، ۽ دل ئي دل ۾ ڪنبندي، مسافر جي جان وڃڻ جو منظر ڏسندي رهي. هيبت خان خود اڪبر جي شهزور دوستن مان هو. ٻئي ڳڏجي نپنا هئا. هن جي نيزي بازيءَ ۽ تلوار جي وار جي هاڪ سموري ملڪ ۾ ڦهليل هئي. هوءَ اهوئي سوچيندي رهي ته هن جي ڪري، هڪ غريب مسافر جي جان قربان ٿي رهي هئي.

دادن پاڻ بچائيندي، ڦوهاري جي دڪي جي آڏو وٺي بيهي رهيو. هيبت خان هن کي دڪي ۾ ڦاٿل ڏسي هڪ ڀرپور وار ڪيو. دادن وري به ڦڙتيءَ سان هٽي ويو. هيبت خان جي ترار کڙڪاٽ ڪندي، سنگمرمر جي دڪيءَ ۾ وڃي لڳي، ۽ دڪيءَ جا چوڏا چورو بنجي آسپاس اڏامڻ لڳا. ان مهل دادن پنهنجي ٽنگ اڳتي وڌائي، هيبت خان جي پير کي هلڪي اڙي هنئي. هيبت خان جون ٻئي ٽنگون مٿي کڄي ويون، ۽ هو دڪي تان

آئلي وچي فوهاري جي پاڻيءَ ۾ ٻوٽ پر ڪرپو. ترار سندس هٿ مان ڇڏائجي وئي. دادن جهٽ ڏئي ترار ڪڍي ورتي.

هيبت خان پاڻيءَ ۾ ڪرڻ سان گهٻرائجي ويو، ۽ هاڻ مسافر جي هٿ ۾ ترار ڏسي هيڪاري اوسان خطا ٿي ويس، ۽ هو ٽڪڙو ٽڪڙو ائي، ٽمندڙ ڪپڙن سان، حوض جي ٻئي پاسي کان نڪري وٺي ڀڳو. هن کي ائين ڀڄندو ڏسي، ڇوڪريءَ کي به کل اچي وئي، ۽ هوءَ وڏي دادن ڏانهن آئي.

دادن ڪنڌ هيٺ ڪري ترارکي غور سان ڏسندو رهيو. سون چانديءَ سان مڙهيل مٺئي سان خوبصورت ترار هن جي هٿن ۾ عجيب ڏڪڻي وجهي ڇڏي. ڪاش، سنڌين وٽ ههڙيون تراريون هجن، ته ترخان ڪڏهوڪا لنگون ڪلهي تي رکي قنڌار وڃي ساهه پٽين ها. ڇوڪريءَ جو پاڇو پنهنجي پيرن تي پوندو ڏسي، هو ڇرڪ کائي خواب مان جاڳي پيو. هن ترار ٻنهي هٿن سان هن کي پيش ڪندي چيو: ”اجازت هجي ته هيءَ خوبصورت ترار آءٌ اوهان کي پيش ڪريان. منهنجي هيءَ ڪنهن ڪم جي ڪانهي!“

نازنين غور سان هن کي ڏسندي رهي. هن جي اکين ۾ ته ڪي اٿاهه گهرايون هيون، ۽ هن مرد جي منهن تي ڪنهن عجيب دک جي ڇاپا هئي، جنهن هن جي منهن کي هڪ نئون حسن، نئين مردانگي بخشي ڇڏي هئي. زيبا ڪنئين حسين ۽ ڳڀرو مغل ڏٺا هئا، پر جيڪا پلائي هن منهن ۾ هئي سا هن ڪڏهن نه ڏٺي هئي. الائي ڇو هن جي دل چاهيو ته پنهنجي خوبصورت هٿن سان ان منهن تي ڪراڙي پائي، ان دک جي ڇاپا کي هٽائي ڇڏي. پر اهي خيال پاڻ تائين رکندي هن چيو: ”تراريون مڙسن کي سونهن! ۽ هيءَ ترار ته هيڪاري توکي وڌيڪ سونهندي، مسافر!“

”ترار پاڻ وٽ رکي، سڄي مغل لشڪرکي پاڻ تي ٻر ڪرڻ ڪونه ٿو چاهيان. آءٌ سيلاني ماڻهو آهيان، مون کي ترار

سان کهڙو ڪم . چگو ، آئون هلان ٿو،" هن وڃڻ لاءِ وک کنندي چيو .

ڇوڪريءَ هن کي ويندو ڏسي، ڪٽي پاڻهن ڪان جهليس.
"مسافر، تو مون تي ايڏو احسان ڪيو آهي؛ پڇاءِ ته آءٌ تو کي ان جو ڪهڙو انعام ڏيان ...."

دادن هن ڏانهن نهاريو. مغل حسن ۽ هندي آميزش جو هيءَ شاهڪار پاڻ ئي هڪ وڏو انعام هو. ڪنديون اکيون، گلاب جي پنکڙن جهڙا سنها چپ ۽ هيءَ اٿلون ڪانهنڊڙ ڇاتي! پر عورت جو تصور به هن جي خيالن کان ڪوهين ڏور هو. هن ڪلي چيو "احسان انعام لاءِ ڪيو وڃي ته اهو احسان ڪيئن ٿيو؟ تنهن ڪان سواءِ مون اوهان تي ڪو به احسان نه ڪيو آهي. پاڻ ڏوهاري آءٌ آهيان جو هڪ عام باغ سمجهي آءٌ اوهان جي محل جي چمن ۾ ڪهڙي پيو آهيان!"

"نه نه، تنهنجو ڪهڙو ڏوهه؟ دروازي تي پهريدار به ته ڪونه هو. اڄ شهزادي جي سالگره جي جشن ۾ سڀ ڪنيزون ۽ پهريدار به ويا آهن ..."

"مون کي اتي هيبت خان سان ملڻ جو ڊپ هو، ان ڪري نه ويس. مون کي اتي نه ڏسي، هت هليو آيو."

دادن ڪجهه سوچيندي چيو: "جيڪڏهن بچڻ برو نه لڳي ته ٻڌائي ڪري اهو پڇايو ته اوهين ڪير آهيو، ۽ هي محل ڪنهن جو آهي؟"

"آءٌ زيبا خانم آهيان. حضور خان دوران نواب مجاهد خان جي دين جي ڏيءَ. هي محل حضور جن مون کي ۽ منهنجي ماءُ کي بخشي ڇڏيو آهي...."

دادن ڪجهه سوچ ۾ پئجي ويو. خان دوران مجاهد خان جي ڏيءَ — اهو مجاهد خان، جو اڪبر جي ساڄي پاڻهن چيو وڃي ٿو، جنهن جي ڳالهه ٽارڻ خود شهنشاهه کي ڏکي لڳندي آهي.

"اجنبي، تون ڇا پيو سوچين؟" زيبا جي آواز ۾ ميٺاج اونچي آيو.

”توهان مون کي انعام جي آڇ ڪئي آهي: مون کي ڪنهن اِنعام اڪرام جي خواهش ڪانهي، پر توهين مون تي به هڪ احسان ڪري سگهو ٿيون!“

زيبا خوشيءَ کان ٽڙي پئي، ۽ هن دل ئي دل ۾ چيو: ”اجنبي، الائي ڇو، تون مون کي ڏاڍو وڻي ويو آهين. تون جيڪڏهن چاهين ته منهنجي جان به حاضر آهي؟“ پر هن ڏاڍيان چيو: ”جيڪي چوندين، سو ٿيندو ....“

”حضور خان دوران سان هڪ ملاقات!“

”بس؟“ هن حيرت مان چيو، ۽ پوءِ ڪجهه سوچيندي چيائين: ”پر ڇا جي لاءِ؟“

”انهن ئي .... مون ٻڌو آهي هن جي سيني اندر هڪ انسان جي دل ٿي ڌڙڪي، جنهن ۾ انسان لاءِ پيار ۽ ظالمن لاءِ نفرت جا خزانا آهن. اهڙي انسان سان ملڻ خوش نصيبي آهي!“ هن پنهنجي اصل مقصد کي زال ذات کان اڪائڻ ئي مصلحت سمجهي.

”پر تون آهين ڪير....؟ ڪپڙن ۽ ڳالهين مان ته تون ڪنهن دور ديس جو ماڻهو ٿو لڳين. مسافر، مون ٿي ڀروسو ڪر ته آءٌ به توتي ڀروسو ڪرڻ لڳان!“ هن دادن جي اکين ۾ نهاريندي چيو. انهن اکين ۾ هاڻ ڪنهن ڳالهيون پاسا ورائي رهيون هيون.

”مون تي ڀروسو ڪرڻ مان مطلب....؟“ هن پڇيو.

”حضور خان دوران جا ڪيترائي دشمن آهن....“ ۽ پوءِ هن آهستي چيو:

”شاهي درٻارن ۾ حسدڪان ڪو به ماڻهو بچيل نه آهي. آءٌ نٿي چاهيان ته بنان ڇنڊڇاڻ جي، ۽ اڻپوري معلومات جي آءٌ حضور جن سان ڳالهه ڇوريان. تون مون کي پنهنجي متعلق ٻڌاءِ“ زيبا هن کي لڳاتار جاچيندي، دل ۾ هڻندي چيو.

دادن بہ ڪنهن اونهي خيال ۾ سمائجي ويو. خيال جي
سونهن هن جي لفظن ۾ اوتجي آئي: ”آءٌ ان ديس کان آيو آهيان،
جتي هڪ سونو درياهہ ٿو وهي، جنهن جا کيت سون آپائين ٿا،
جتي جا ماڻهو پاڻ ۾ پيار ۽ قرب ونڊڻ کان سواءِ، جانورن—
ڍڳين، مينهن، گهوڙن ۽ آن کي پالئين ٿا، ڇاڪاڻ تہ پيار ۽
محبت کان سواءِ هنن کي ٻئي ڪنهن جذبي جي خبر ئي ڪانهي.
اهي محبتي، سچاجها ماڻهو هينئر قنڌار کان آيل ترخانن ۽ ارغونن
جي غلاميءَ ۾، محبت کان وانجها ٿيندا وڃن، نفرت سکندا وڃن،
هنن ڪڏهن بہ اهو نہ سوچيو هو تہ انسان ٻئي انسان تي ظلم
بہ ڪري سگهي ٿو. پر ارغونن ۽ ترخانن هنن اڳيان ڪجهہ
اهڙا مثال قائم ڪيا آهن، جوڪي آئيندي هلي شايد هنن کي بہ
آزمائڻا پون. آءٌ چاهيان ٿو تہ ان کان اڳ آءٌ مغل سلطنت جي
ضمير کي جهنجوڙي جاڳايان، ۽ کين ان تي آماده ڪريان تہ
هو منهنجي ديس جي ماڻهن کي، غلاميءَ جو ڳٽ ڳچيءَ مان
لاهي ڦٽو ڪرڻ ۾ مدد ڪن....“

هو جذبات جي انهيءَ ڌارا ۾ ائين وهي ويو، ڄڻ هن
جي اڳيان هڪ زائغان بدران سموري انسانذات موجود هجي،
جنهن کان هو سنڌ لاءِ مدد گهرڻ آيو هو. سنڌ جو نالو، سنڌ
جا کيت ۽ سنڌ جا وڻ ٽڻ ياد ڪري، هن جي اکين ۾ هڪ
نئين جوت، جاڳي آئي هئي، ۽ ان جوت مان اڻ لکا لڙڪ ليئا
پائي تي هئا.

زيبا هن رُخ لاءِ بلڪل تيار نہ هئي. اجنبيءَ جو آواز
هن تي ڪامڻ ڪندو هن کي ننڊ پيهي ٻڌائيندو ويو، ۽ هوءَ اها
دعا گهرندي رهي تہ خدا ڪري هو پنهنجي ڪهاڻي ائين بيان
ڪندو رهي، ۽ هوءَ هن کي ائين ڏسندي ٻڌندي رهي، ۽ ائين
رات پڄي وڃي؛ ۽ پوءِ هوءَ هن ٿڪل ڏکي مسافر کي سجايل
سيج تي ويهاري، پاڻ سندس پيرانديءَ کان ويهي، کيس پنهنجي
ڪنهن درد جون حڪايتون ٻڌائڻ لڳي؛ هوءَ حڪايتون ٻڌائيندي

رهي، ۽ هو اهي حڪايتون ٻڌندو رهي— ۽ ائين سموري زندگي
گذري وڃي. ٻر درد جي حڪايت بند ٿي ويئي، ۽ هن ڏٺو
ته اجنبيءَ جي اکين ۾ دک جا پاڇولا وڌيڪ گهرا ٿي ويا هئا.

”ڪٿي آهي محبتي ماڻهن جو اهو ديس؟“ هن مرڪندي پڇيو
”دور، آسمانن جي هُن پار .... ۽ اُن جو نالو آهي سنڌ!“
دادن به مُرڪ جو جواب مرڪ سان ڏنو.

”۽ ان ديس جا ماڻهو، تون چئين ٿو ته محبت کان سواءِ
ٻيو ڪجهه نه ڄاڻن؟ مون اُنان جو هڪڙو ٿي ماڻهو ڏٺو آهي،
ان کي الائي محبت جي ڪيتري خبر آهي....“ هن جي چپن
تي هڪ شوخ ۽ چنچل مرڪ ڦهلجي ويئي.

”ظلم خلاف وڙهندي، هن کي به سڀڪجهه وسري ويو
آهي...“ دادن جواب ڏنو.

زيبا هن اجنبيءَ جي منهن تي ڏک جا پاڇولا وري ڏسي
ٿي گهريا، اُن ڪري هن شوخي ڇڏي چيو: ”آءٌ اڄ رات ٿي
حضور سان ڳالهه ڇيڙيندس. تون سڀاڻي صبح جو مون کي وري
هت ملج.... چوبدار توکي ڪونه روڪيندا!“

دادن هن ڏانهن نهاريو. زيبا جي اکين ۾ هڪ نئين گهرائي
ٻي وڌي هئي، ۽ دادن کي اهي اکيون ڏاڍيون پياريون لڳيون.
ن جي دل ۾ اها آرزو جاڳي لڳي ته هو انهن اکين کي هٿ
لائي، چمي ڏسي، انهن گهراين کي محسوس ڪري سگهي.

اوچتو پردان تان ـ چئن ماڻهن جي ڊوڙڻ جو آواز ٻڌي،
ٻنهي ڪنڌ ورائي نهاريو. هيبت خان پنهنجن ڪن ماڻهن سان هنن
ڏانهن وڌندو ٿي آيو. زيبا خالم گهبرائجي ويئي، ۽ هن تڪڙ سان
دادن جي ٻانهن ۾ هٿ وجهندي چيو: ”آءٌ هنن کي روڪڻ
جي ڪوشش ٿي ڪريان. تون ڪنهن طرح کسڪي وڃڻ جي
ڪوشش ڪر!“ هوءِ سڄي تڙڪي رهي هئي، ۽ هن جو آواز
ڳرو ٿي ويو هو.

الائي ڇو دادن هن کي ڪلهن ۾ ٻانهن وجهندي چيو:
"خانم، منهنجي ڳڻتي نه ڪر. تون منهنجي اکيان هجين ته مون
کي هيبت خان جي سموري لشڪر جي به پرواهه ڪانهي."
"پر تون وڙهي ڪيئن سگهندين؟ هي اول درجي جا ظالم
آهن!" هن اڃا جملو پورو مس ڪيو ته هيبت خان جي رڙ ڪن
تي پيس: "گرفتار ڪريو هن ڪميڻي کي!"
هيبت خان پاڻ ٿورو پرڀرو بيهي رهيو، ۽ هن جا همراهه
ترارون ڪڍي، هن ڏانهن وڌيا. دادن جڏهن ٽوڪ ڪندي چيو:
"هيبت خان، مڙس مڙس جو مٽ آهي. تون مقابلو ڪرين ها ته
ڪا ڳالهه به هئي. هي ڀاڙي جا خچر ڇو وٺي آيو آهين؟"
زيبا کي ٿورو پوئتي هٽائي دادن اڳيان وڌي آيو، ۽ ٻنهي
هٿن سان ترار هن جي همراهن کي اهڙي طرح آڇي، ڄڻ هو
گرفتاريءَ لاءِ پاڻ کي پيش ڪري رهيو هو. زيبا حيرت ۽ ڊپ
کان هن کي ڏسندي رهي. ٽنهي مغل، هن کي پيش پوندو ڏسي،
هيبت خان ڏانهن ڏسڻ لڳا. هيبت خان وري به واڪو ڪري
چيو: "هن کي ڇو ڪنيو ٻڌي، پاڻ سان وٺي هلو. هن کي سزا
اسين پاڻ ڏينداسون!"
ٽنهي مغلن ترارون مياڻين ۾ وجهي ڇڏيون، ۽ هن کي
ٻانهن کان وٺڻ لاءِ اڳتي وڌيا. هڪڙيءَ ٻانهن ڏانهن هٿ
وڌايو، ٻئي ٻيءَ ٻانهن ڏانهن. ٽئين ان گهڙيءَ، هن ترار سان هٿ
ڪڍي ڇڏيا، ۽ هٿ آيا ڪري، مغلن ڏانهن وڌايا. ٻنهي مغلن
جون ڳچيون هن جي هٿن ۾ اچي ويون، ۽ هن ڪلهن کي
جهٽڪو ڏيئي، ٻنهي هٿن کي هڪٻئي جي ويجهو آڻي ڇڏيو.
ٻنهي مغلن جا مٿا ايتر زور سان ٽڪرايا، جو ٻنهي جي اکين
۾ ڏنڌ ڇانئجي ويو. ٻنهي جي ٻڪي دانهن باغ جي وڻن ۾ ٻڙاڏا
وجهي ڇڏيا. مغل ٻئي سڌا ٿي، اتي ئي ڪري پيا. ٽيون مغل
سمجهي نه سگهيو ته اهو ڇا ٿيو. هو ڪجهه سوچي، ان کان
اڳ دادن ٻئي هٿ ڪٽي ڪمربند ۾ وڌس، ۽ ڪنهن ڪريءَ

جي ڦر وانگر ڪٽي مٿي ڪنيائين. مغل هن جي مٿان چڙهيون ٺڪ
لڳو. دادن هن کي هٿن ۾ ٽي لالوڻ ۽ وارو ڦيرو ڏيڻي، ڪٽي
هيبت خان ڏانهن اڇلايو. هيبت خان ڪهڙو ٽي پاڻ بچائڻ جي
ڪوشش ڪئي، پر مغل مٿس چيپ وانگر اچي ڪريو. هيبت خان
ٻه ٽاهڙجي پٺن ڀر وڃي ڦهڪو ڪيو. مغل ٻه ڳرو ڳڙس هو،
تنهن جي زور سان مٿان اچي ڪرڻ سان. هيبت خان جي ڪلهڙيءَ
۾ ايڏو زوردار ڌڪ لڳو جو هن جي اکين ۾ ڳاڙها پيلا ترورا
ڇانئجي ويا. دادن نٽڙي ترار ڪٽي ورتي، ۽ آهستگيءَ سان وڌي،
هنن تائين آيو. ترار جي چهنب هيبت خان جي نڙيءَ تي رکندي
چيو: ”هيبت خان، مون کي ڪنهن انسان جي خون وهائڻ ڪان
سخت چڙ آهي. پر جي وري تو ڪا ٻارائي حرڪت ڪئي آهي،
ته هيءَ ترار تنهنجي نڙگهٽ جي پار هوندي .... اٺو، نڪرو
هتان.... آءٌ وري اوهان جي ٻڇڙي شڪل هت نه ڏسان!“ دادن
ائين ڳالهائي رهيو هو ڄڻ اڃا تائين هن کي ڪاوڙ نه آئي هئي.

زيبا اچرج مان اهو سڀ ڪجهه ڏسندي رهي. هن کي
پنهنجي اکين تي اعتبار نه پئي آيو. جنهن نموني هن مغل کي
مٿي ڪنيو هو، ان مان ائين ٽي ڀانيو، ڄڻ هن لاءِ اها ته ڪا
ٻارائي ڳالهه هئي. هن مغل دربار جي اڪثر پهلوانن ۽ ويڙهاڪ
جوڌن جوانن کي ڏٺو هو، پر ايتري اطمينان سان وڙهندو هن
ڪنهن کي به ڪونه ڏٺو هو. جڏهن دادن ولس موٽي آيو، تڏهن
هن جي اکين ۾ هن لاءِ هڪ نئون پيار پرجي آيو. هن جي دل
چاهيو ته هوءَ انهن مضبوط ٻانهن ۾ سمائجي وڃي، پر حيا هن کي
روڪي وڌو: خبر نه آهي اجنبي ڇا سمجهي!

”جيڪڏهن تنهنجي ديس جا سڀ ماڻهو تو جهڙا آهن ته
پوءِ ته مغل شهنشاهت به ان کي غلام نٿي بنائي سگهي، اي
عجيب مسافر!“ هن چوڻ چاهيو، پر چئي نه سگهي؛ ۽ هن جي
اکين ۾ ڪجهه ڳولهيندي رهي. دادن ڪنهن عورت جي اکين
۾ نهارڻ سکيو ئي ڪونه هو. الائي ڇو هن کي پنهنجو وجود

هاڪو ئي، تحايل ٿيندو محسوس ٿيو. هن ڪاوڙ ڇيو: ”خدا جي واسطي، پنهنجي انهن اکين کي جهل، نه ته آءٌ بي سڌ ٿي ڪري پوندس!“

زيبا به ڪلي ڏنو. هيبت خان کي جيئندان مليو ته ٽڪڙو ٽڪڙو ٻاهر نڪري ويو. زيبا هن سان گڏجي دروازي تائين آئي، ۽ چيائين: ”اجنبي، آءٌ صبح جو ناشتي تي تنهنجو انتظار ڪنديس. منهنجي ڪنيز توکي ٻاهي وٺي ايندي. صبح جو آءٌ ... حضور خان دوران سان ملاقات جو ٻئي بندوبست ڪنديس....“

”جو حڪم....“ دادن چيو.

”پنهنجو خيال رکجان.... هيبت خان ڏاڍو ڏنگو ماڻهو آهي،“ زيبا وينديءَ وينديءَ چئي ڪمس ياد ڏياريندي چيو.

دادن ڪافي اڳتي نڪري اچي ڪان پوءِ، وري پوئتي نهاريو.

هوءَ اڃا تائين دروازي تي بيٺي هئي. هن کي نهاريندو ڏسي زيبا جو هٿ مٿي کڄي ويو. الائي ڇو، دادن کي پنهنجو هٿ به مٿي کڄندو محسوس ٿيو، ۽ جواب ۾ هٿ لوڏيندي، هن وري پنهنجي واٽ ورتي. هو الائي ڪيترو وقت بي مقصد ۽ اجايو هيڏانهن هوڏانهن گهمندو رلندو رهيو. هن کي پنهنجي من ۾ هڪ عجيب بي آرامي محسوس ٿي رهي هئي. هن کي ڪڏهن به اهڙو احساس پيدا نه ٿيو هو، ۽ هو سوچڻ لڳو ته ڇا قصن ڪهاڻين وانگر آءٌ به نازنين کي پنهنجي دل ڏيئي ويٺو آهيان؟ پر هن لاءِ نه پيار ۽ پريت جو سوال ئي ڪونه ٿي پيدا ٿيو. هن جي محبت ته فقط هڪڙي ئي هئي: سنڌ.... سنڌ! هن کي پنهنجي ڪنهن هستيءَ سان محبت ڪرڻ لاءِ نه فرصت هئي، نه دل! جيسين سنڌ آزاد نه ٿي هئي، تيسين هن جو تن من دل ... ٻئي ڪنهن پاسي لڙڻ لاءِ تيار ئي نه هئا!

سراءِ ۾ پهچي هن ماني گهرائي کاڌي. سراءِ جو مالڪ هن کي اڃا اتي ئي ڏسي حيران ٿي ويو. هو صبح لاڪون غائب هو، ۽ هن چيو هو ته هو اڄ ئي سنڌ موٽي ويندو. ماني

کاٽي، هو پنهنجي ڪوٺڙيءَ ڏانهن موٽي آيو. الائي ڇو هن کي
ڪو خيال آيو، ۽ هن بستري تي وهاڻو رکي، مٿان اجرڪ
وجهي ڇڏي. پاڻ، ڏيو وسائي، سڄو ڪيس ۾ ويڙهجي، هڪ ڪنڊ
۾ ٽي ماري ويهي رهيو. هن جي دل ۾ رکي رکي زيبا، پنهنجي
سموري رعنائين سان لهي ٿي آئي، ۽ هن ائين ٿي ڀانئيو ڄڻ ڪا
پراڻي وسريل ڳالهه هن کي ياد اچڻ لڳي هئي. اهو احساس ايترو
تئون ۽ دل لڀائيندڙ هو، جو هن ان کي وسارڻ به نٿي گهريو.
هن اکيون بند ڪريو، پنهنجي سموري جسم ۾ ان احساس کي
ڊوڙائڻ ٿي گهريو.

ڪجهه وقت ائين زيبا جي خيالن سان دل وندرائيندي، هن
در پنيان آهٽ ٻڌي. هو ائين ئي ويٺو رهيو. ايترو وقت اونده ۾
ويهڻ ڪري هن جون اکيون اونده جون عادي ٿي ويون هيون.
هن ڏٺو ته هڪ شخص هوريان هوريان، پير پير ۾ پائي وڌندو
آيو. اوچتو ان شخص پنهنجو هٿ مٿي کنيو. هڪ سنهي آبدار
خنجر جو ڦر اونده ۾ گهڙيءَ لاءِ چمڪيو، ۽ هند تي رکيل
وهاڻي ۾ کپي ويو. عين ان گهڙيءَ، پنن تي هلندي، دادن هڪڙي
هٿ سان کٽي ڪڇيءَ کان جهليو، ۽ ٻيو هٿ کٽي سندس وات
تي ڏنائين. ان اوچتي حملي تي هن ماڻهوءَ جا اوسان خطا ٿي
ويا. خنجر کي آئي ئي ڇڏي، هن پنهنجو وات ڇڏائڻ لاءِ ٻيئي
هٿ دادن جي ٻانهن ۾ وجهي زور لائڻ شروع ڪيا. پر جيئن
پوءِ تئن دادن جو ڪڇيءَ وارو هٿ وڌيڪ پيڙجندو ويو، ۽ هن
ماڻهوءَ جون بچاءَ جون ڪوششون هري هري ٿي ڍريون ٿينديون
ويون. جڏهن دادن سندس جسم پنهنجن هٿن ۾ لڙڪندو محسوس
ڪيو، تڏهن هن کي پنهنجي بستري تي ليٽائي ڇڏيائين. بستري
هيٺان رسو ڪڍي، کيس چوکنبو ٻڌي، سندس وات تي ڪپڙو
ٻڌي هن کي هڪڙيءَ ڪنڊ ۾ ڇڏي ڏنائين؛ ۽ پاڻ هند ٺاهي
پائر ٿي سمهي رهيو.

پره جو سوير ئي هن جي اک کلي. هن پنهنجي ڪوٺڙي

ئي نظر وجهندي، پنهنجي قيديءَ کي ڏٺو. قيدي جاڳي رهيو هو، ۽ حيرت ۽ ڊپ سان هن طرف ڏسڻ لڳو. هن کي چئي اها پڪ هئي، ته اهڙي شرط دادن کيس هميشه لاءِ پورو ڪري ڇڏيندو. دادن اوٻاسيون ڏيندي اٿيو، ۽ خنجر ڪڍي پنهنجي قيديءَ ڏانهن وڌيو. قيديءَ جي بدن ۾ ڏڪڻي اچي ويئي، ۽ بندڻ وات مان گهگهي آواز سان هن کي خدا ۽ رسول جا واسطا وجهڻ لڳو. دادن مرڪندو، هن جي ويجهو پهتو، ۽ نوڙي ڪپيندي، کيس آزاد ڪندي چيائين: "مون اچا ڪنهن مغل جي جان وٺڻ تي ڪونه سوچيو آهي. ان ڪري توکي جيئدان ٿو ڏيان. هيبت‌خان کي منهنجا سلام ڏج. پر وري جي مون توکي ڪڏهن پنهنجي سامهون ڏٺو ته ڪونه بخشيندوسانءِ! هاڻ تڙ هتان، متان منهنجو ارادو نه بدلجي وڃي!"

قيدي حيرت سان هن کي گهوريندو رهيو، ۽ ڪاڳهڙي پنهنجيءَ جاءِ تان چريو به ڪونه. دادن کلي چيو: "توکي پنهنجي بچڻ جي اجا پڪ ڪانهي. پر مهان لڙ منهنجي منهن تان: ڇا ياد ڪندين ته ڪنهن سنڌي سوڍي سان ڪم پيو هو!"

قيدي اچرج مان هن ڏانهن ڏسندو، پوئتي هٽندو، لڙهه ڪندو، ٻاهر پاڻي دروازي مان نڪري ويو.

سج چڙهيو ته دادن به تيار ٿي، سراءِ جي مالڪ کان گهوڙو هٿ ڪري، زيبا جي محلات ڏانهن روانو ٿيو. محل جي دروازي تي هڪ پهريدار اچي سندس گهوڙي جي واڳ جهلي. گهوڙي تان لهي، هو ٻئي پهريدار سان گڏ اندر داخل ٿيو. ڪجهه پنڌ اڳيان هلڻ کان پوءِ، پهريدار ادب سان کيس اڳتي هلڻ جو اشارو ڪري، پاڻ اتي ئي بيهي رهيو. وات ويندي ٻنهي طرفن کان تازن ڪڙيل گلن جي خوشبوءِ ٿي سوگهيندي، هو محل جي ڏيڍيءَ تائين پهتو. هڪ ٻانهي آتي اڳي ئي موجود هئي، تنهن تقريباً سجدو ڪندي چيو: "خانم، اوهان جي منتظر آهي!"

ٻانهيءَ سان گڏجي هو محل اندر داخل ٿيو. محل جي

رنگ روپ هن جي اکين کي ڪيرو ڪري ڇڏيو. نوري نوري ٻهڙن تي، آڇي، ڳاڙهي ۽ قرمزي پٿر جا تخت، دڪا ۽ چبوترا ٺهيل هئا، جن جي مٿان بيحد سهڻا سهڻا بُت ۽ مجسما ٺهيل هئا، هر بت ڪو نه ڪو ساز وڄائي، گيت سنگيت جي دنيا ۾ مگن هو. انهن بتن کي ڏسندو، فن ۽ هنر جي هن سندر سهڻاپ تي واه واه ڪندو، اندر داخل ٿيو. اندرئين حصي کي ڏسي، هن کي مغلن جي دولت جي افسانن تي يقين اچي ويو. جنهن ڪمري ۾ هن پير رکيو، ان جي چائنٺ کان ئي هڪ ٿلهو قالين پٿريل هو، جنهن تي هلڻ سان هن جي جتي اندر هلي ٿي وئي. ڇت ۾ ٽنگيل فانوسن ۾ ڳاڙها، ساوا، پيلا بلوري ٺمها موتي لڙڪي جهرمر جهرمر لايو بيٺا هئا. ڪمري جي پوري وچ تي هڪ گول ميز رکيل هئي، جنهن تي طرح طرح جا ميوا سجايل هئا. ناريلن کان وٺي انگورن تائين. ميون جي مختلف رنگن جڻ فانوسن جي ٺمين کي به شهه ڏيئي ڇڏي هئي. اها ميز ئي ايڏي وڏي هئي جو ويهه - پنجويهه ماڻهو ويهي کائي ٿي سگهيا. ان ميز جي پٺيان هڪ اوچي دڪي تي هڪ نهايت سهڻو غاليچو وڇايل هو، ۽ چئني طرف ريشمي جهالرن سان طول وهاڻا رکيل هئا. سامهون ديوار تي شيشن جي سيسي ڪٽيل هئي، ۽ ان جي ٻنهي پاسن کان سونن روپن ڳنن سان ترارون، ڪاتيون، خنجر ۽ ڪرپان ٽنگيل هئا. دادن انهن کي ڏسڻ ۾ محو هو ته ٻانهيءَ کيس ويهڻ جو اشارو ڪندي چيو: "اوهين ويهو ته آءٌ خانم کي ڄاڻ ڪري ٿي اچان." ائين چئي هوءَ ان ڪمري مان کُلندڙ هڪ ننڍي دروازي مان اندر هلي وئي.

دادن هڪ ڪنڊ کان ان دڪي تي ويهي رهيو. دڪو ڪنهن پٿر يا ڪاٺ بدران شايد سچو ئي مخمل مان ٺهيل ٿي ڏٺو. مغلن جي هن شان، آرام ۽ عيش جي دنيا ۾ هو اهڙو گم ٿي ويو جو هن کي زيبا جي اچڻ جي به خبر نه پيئي. زيبا، هن کي انهن خيالن ۾ گم، ڪا گهڙي ڏسندي رهي. هن پرديسي

مسافر جي ڪاڏي مٿي ڪئي، سندس اکين ۾ نهاريندي، منجهن پنهنجي لاءِ ڪا جاءِ ڳولڻ لاءِ هن جي دل ماندي ٿيڻ لڳي. ڪيترو نه معصوم هو هي انسان! هن سوچيو. مغلن جي دنيا ۾ هن جو وجود ائين هو، جيئن هزار گناهن جي هجوم ۾ هڪ پاڪيزگي، هزار پاپن ۾ هڪ پُنُ! هن جي دل چاهيو ته هوءِ هن کي انهن خيالن ۾ محو، پنهنجي ٿي مس ۾ جهاتيون پائيندو ڏسندي رهي، ائين هن کي پنهنجي سامهون پنهنجي دکي دنيا کي بدلائڻ جا آسنا ناهيندي ڏسندي رهي، ائين ئي ڏينهن گذري وڃن، ائين ئي جڳن جا جڳ لنگهي وڃن! هوءِ ان آس کي گهڻو وقت لڪائي نه سگهي، ۽ هن کان هڪ ٿڌو ساهه نڪري ويو. دادن جيئن ننڊ مان جاڳي پيو، ۽ هن ڏانهن ڏسي فقط ايترو چئي سگهيو:
"اوهه .... تون!"

اڄ زيبا جي اکين ۾ ڪالهوڪو ڏپ ۽ ڀوءُ نه هو. ان جي بدران هڪ اهڙي ڪيفيت هئي، جا آچارل جي اکين ۾ پاڻي ڏسڻ سان پيدا ٿيندي آهي، کڻي پاڻيءَ بدران رڃ ئي ڇو نه هجي، جنهن ۾ اُڃ جي احساس سان گڏ، اُڃ اجهائڻ جي آس به شامل هوندي آهي. انهن ننڊاکرين اکڙين جي اها ڪيفيت ڏسي دادن جي دل کي به جهوٽو اچي ويو، ۽ هن سوچيو: ڪاش، اِهي انهن اکين جي ان ڪيفيت کي سدائين ڏسندو رهان. هن کي پاڻ ڏانهن ائين نهاريندو ڏسي زيبا جي اکين ۾ هڪ نئون رنگ اچي ويو، ۽ ان رنگ هن جي پنبڻن جي ڇانوَ ۾ سندس ڳلن تي ڪيئن نوان سج اُڀاري ڇڏيا، ۽ هوءِ ٻيو ڪجهه نه ڏسي، پنهنجي هڪڙي آڱر وات ۾ وجهي، مرڪ کي روڪڻ جي ڪوشش ڪرڻ لڳي.

"اڙي اوهين آئي ڇو بيٺا آهيو؟" زيبا مرڪ تي ضابطو نه رکي سگهي. دادن وري ويهي رهيو. زيبا کي وري ڪا ڳالهه ياد اچي ويئي، ۽ هن پڇيو: "رات ته خير سان گذري نه؟"

دادن جي چپن تي به مرڪ ڪِڙڻ لڳي، ۽ هن چيو:

”هيبت‌خان پنهنجي هڪ پنڊاري ٽڳ کي موڪليو هو. پر ٽڳ ٻه ڪو وڏو اوجاڳايل هو. منهنجي ڪوٺڙيءَ جي ڪنڊ ۾ سڄي رات سمهي، ننڊون ڪري، صبح جو ڪورنش ڪري روانو ٿي ويو!“

”اوهان کي ڪيل سڄهي آهي: مون کي اون ڪان حرام جو سڄي رات ننڊ آئي هجي.“ زيبا جي اکين ۾ اون اوتجي آئي.

”آءٌ اوهان جي اون جا ٿورا ڪيئن لاهي سگهندس؟“

هن مرڪي چيو. ڪجهه گهڙين کان پوءِ وري چيائين: ”پلا منهنجي لاءِ ڇا حڪم آهي؟“

زيبا جي اکين ۾ شڪايت پرجي آئي، جڻ چوندي هجي:

”پرديسي، مون سمجهيو ته تنهنجن خيالن تي آءٌ قبضو ڪري چڪي آهيان. پر تنهنجي من ۾ نه اچا تائين تنهنجو ديس پيو وسي!“ پر ڏاڍيان چيائين: ”مون حضورجن سان ڳالهه چوري هئي. هنن اوهان کي ظل الاهيءَ جي حضور ۾ پيش ڪرڻ جو وعدو ڪيو آهي. هن وقت به شاهي قلعي ۾ اوهان جي انتظار ۾ آهن.“

”سچ؟....اوه، آءٌ اوهان جا احسان ڪيئن لاهي سگهندس.“

ادن کي ان ڳالهه جو يقين ئي نٿي آيو. هن جي ذهن تي سنڌ، سنڌ جي سپاهي ڌرتي، ۽ سنڌس سپاجهڙن ديس‌واسين تي ترخانن جا اڻڳڻيا ظلم تري آيا. زيبا هن جي اکين ۾ وري ڏک جي ڇاڇولن کي ڏسي منجهي پئي، ۽ هن رکيو ان مونجهه لاهڻ لاءِ چيو: ”اوهين ڏکي نه ٿيو. اوهان کي ڏکي ڏسي، مون کي الائي ڇا ٿو ٿئي!“ چوڻ کي ته هو چئي ويئي، پر سنڌس منهن حياء ۽ حجاب کان ڳاڙهو ٿي ويو. دادن پنهنجي ڏک جي هن نئون پاڻيوارڪي ڏسندي، سوچڻ لڳو ته هن اچا نه رکيو منهنجي ڏک جون رنگائون ڏٺيون آهن. جيڪي ڪجهه منهنجي دل دماغ تي ۽ پين سنڌين جي من تي وهي واپري رهيو آهي، ان کي ڏسي ته هن جو الائي ڪهڙو حال ٿئي ها. هن آنندي چيو: ”آءٌ سندن خدمت ۾ حاضر ٿيڻ لاءِ تيار آهيان!“

لڳو. سپاهي جنهن هن نئين هٿيار جي ڦوڪان وسامجي ويا. لڙهي جي ٽڪ جيتوڻيڪ اهڙو مونجهارو ڪونه هو، تڏهن به هر سپاهي ان ، بچڻ جي ڪوشش ڪرڻ لڳو. چالاڪ ته ان جي چهٽ ۾ اچڻ ڪري، گهوڙن جي سنبن ۾ چيڀاٽجي مرڻ جو خطرو هو.

گهوڙن جي هڻڪارن، سپاهين جي رڙين ۽ هل هنگامي تي ڪيترا ماڻهو پهچندا ئي آيا، ۽ هو هن اڪيلي مڙس کي اهڙن سارن مغلن سان منهن ڏيندو ڏسي دل ئي دل ۾ واه واه ڪندا رهيا. هر وري به سپاهين جي گهڻائيءَ، ۽ گهوڙي جي ٿڪ ڪاڻي ڪري پوڻ جي، ڀڄ دادن کي سوچڻ تي مجبور ڪري وڌو. هن جي ٻانهن ۾ ٻڪي لڙهي جي چڪ ۽ ڌاڪن سان ٿيندي تي وئي. جڏهن هن گهيري کي وري سوڙهو ٿيندي ڏٺو، تڏهن هن وري گهوڙي کي اڙي هٽي گهرڻ ڏانهن موڙيو. هن جي لڙهي جي ڀڄڪان اڳيان سپاهي پاڻهي هٽي ويا، ۽ تکو تکو گهوڙي کي اڙيون هڻندو گهرڻ ڏانهن رخ ڪيائين. سپاهي به سندس ڪڍ لڳا آيا. جڏهن هو ٻهرئين گهر جي ويجهو پهتو، تڏهن لڙهو سڌو ڪري، زمين ۾ کپائي وانگيان هيٺ زور ڏيندي، هن لغام سان هٿ ڪڍي ڇڏيو، ۽ رڪابن مان پير ڪڍي ڇڏيا. لڙهي جو هڪڙو ڇيڙو جڏهن زمين ۾ انگاس وانگر اٽڪي ويو، ۽ ان جي ٻي ڇيڙي تي پنهنجي هٿن جي زور تي دادن چنبڙيل هو. گهوڙو ان جي ٽنگن وچان نڪري ويو. سپاهي اچرج ۽ حيرانيءَ ۾ هن ازوليءَ ۽ بازيگريءَ کي ڏسندا رهجي ويا؛ اک ڇنڀ ۾ دادن لڙهي جي ڇيڙي تان هڪ گهر جي ڪنڌ تي ٽپو ڏنو. لڙهو اهڙ سپاهين جي وچ ۾ ڪري پيو، ۽ دادن هڪ ڪنڌ کان ٻيو ڪنڌ ٽپي، ڇتيون ٽپندو سپاهين جي اکين اڳيان اوجهل ٿي ويو.

هڪڙي ڪنڌ تي ساهه پٽيندي، هن پنهنجي چوڌاري نهاريو. سپاهين ۽ ماڻهن جو هل هنگامو ٿيڻ ڀوه ٿيڻ جهڪو ٿيندو ويو. ڪنڌن جي سڌيءَ قطار تي هلندو، هو آخري ڪنڌ تي پهچي بيهي رهيو، ساڄي پاسي گهٽيءَ ۾ هن کي هڪڙي مسجد جا منارا

حسين عورت جي فريب ۾ اچي هو پنهنجو آدرش وساري ويٺو
هو، ۽ پوءِ هن وقت الائي ڇا ٿي رهيو هوندو. سپاهي
جنهن ٻوءِ تن کيس ويجها پوندا ويا. هن وري رڪيب گهوڙي
جي پيٽ ۾ هڻي ڪڍيا، ۽ گهوڙو ٻاهر جي ڇيڙيءَ وانگر ٻڙڪو
کائي وري اڳيان نڪري ويو. هن کي ڪا تجويز سمجهه ۾ نه
پئي آئي: جيڪڏهن مقابلو ڪيائين ته سپاهي کيس ڳيا ڳيا ڪري
ڇڏيندا؛ جيڪڏهن پيش ڪئي پئي، تڏهن به شايد سپاهين کي اهو
ڏي حڪم هو ته هو جيئرو نه رهي. پنهنجي سامهون هن کي ڪي
گهر نظر اچڻ لڳا. گهرن اڳيان کليل ميدان ۾ ٻه چار ماڻهو،
ڪا لانڍي اڏڻ لاءِ ٻانس جا ڊگها لڙها کوڙي رهيا هئا. گهوڙن
جا آواز ٻڌي اهي ماڻهو به ڪم ڇڏي آئي بيهي رهيا. دادن جي
نظر پٽ تي پيل تڏن تونئرين ۽ ٻانس جي لڙهن تي پئي. انهن
جي اڳيان ٻه لڙها زمين ۾ کتل هئا. دادن ويجهو پهچي عڪڙي
لڙهي ۾ هٿ ڪپائي سٽ ڏني. ڪچي ٽاري مٿي سان لڙهو ڇڻ
ڪنهن وڻ وانگر ٻاڙون پٽجي آيو. دادن گهوڙي جي رفتار گهٽائي،
کيس لانڍيءَ کان ڦيرائي سپاهين ڏانهن رخ رکيو. لڙهي کي
پنهنجيءَ ڇيلهه ۽ ڪرائيءَ جي ڪنب ۾ جهليندي، هن ٻهريون
وار ڪيو. لڙهو ڪافي ڳرو، ڊگهو ۽ مضبوط هو. پهرئين ئي
وار سان هڪڙو مغل ابتو ٿي گهوڙي تان ڪريو، ۽ پوءِ اينداڙ
گهوڙن جي سنبن ۾ چچرجي ويو. گهوڙا به ان اوچتيءَ آفت تي
ٿهڻ لڳا. هن جي وار ڪرڻ تي پوئتي هٽندڙ گهوڙو اڳيان وڌندڙ
گهوڙن سان ٽي ٽڪريو، ته گهوڙا اڳيان نرا ڪئي پاڻ بچائڻ
جي ڪوشش ۾ پنهنجي سوارن کي ڪيرائڻ لڳا. سپاهين ۾ ڏمچر
مچي ويو. دادن ڦري گهري، اهڙي تيزيءَ سان ۽ اهڙو ڀري ڪان
وار ڪري رهيو هو، جو جن سپاهين وٽ ڀالا هئا، اهي به کيس
پهچي نه پئي سگهيا. پنجن-ڇهن وارن کان پوءِ دادن ڏٺو ته سپاهين
جو تعداد اهڙو گهٽيو هو، جو هو وري کيس چوڌاري ورائيندا
ٿي ويا. هن ڇا ڪيو جو لڙهو مضبوطي جهلي، گولائيءَ ۾ ڦرڻ

ويو. ۽ هن جي ڇهين حس هن کي چتاءُ ڏيڻ لڳي هئي. زيبا
[illegible] ممڪن هو ته خان دوران هن جو انتظار شاهي قلعي ۾ ڪري
رهيو هو. هن وقت هو شهر کان ٻاهر ڇا ڪري رهيو هوندو.
آخر هن کان رهيو نه ٿيو، ۽ هن سپاهيءَ کان پڇيو ”اڃا ڪيترو
پري هلڻو آهي؟“

سپاهيءَ جي چهري تي مرڪ اچي ويئي، ۽ کلندي چيائين:
”بس ڇاڻ پهتاسون!“

دادن جو شڪ پختو ٿيندو ويو، ۽ اوچتو گهوڙي جو
لغام ڇڪي هو بيهي رهيو، هن کي ڳالهه سمجهه ۾ نه پئي آئي:
زيبا هن سان دوکو ڇو ڪيو هوندو؟ هن ۾ سندس ڪهڙي راز
ٿي سگهي ٿي. اڃا هو انهن ئي خيالن ۾ هو ته هن جي آسپاس
کان سپاهي نمودار ٿيڻ لڳا — وڻن جي جهڳٽن مان، ڪاهين مان،
گهوڙيءَ ۾ هو سڄو سپاهين ۾ گهيرجي ويو. هن جا راهبر سپاهي
به گهوڙا جهلي بيهي رهيا. سپاهين جو گهيرو هن تي سوڙهو
ٿيندو ويو. هن آسپاس جو جائزو وٺندي پنهنجي گهوڙي کي
زور سان اڙي هنئين، ۽ هڪ پاسي ڊڪيو. ڪيس ان پاسي ڀڄندو
ڏسي ڪجهه سپاهي هن جي پٺيان ڊڪيا. سامهون بيٺل مغل هن جي
رستي روڪڻ لاءِ ڀالا ڪڍي اڳتي وڌيا. جڏهن هو هن جي ويجها
پهتا، تڏهن ڦڙتيءَ سان هڪڙو پير رڪيب مان ڪڍي، هو گهوڙي
جي ٻئي پاسي جهڪي ويو — تقريباً گهوڙي جي هڪ پاسي رڪيب
۾ لٽڪندي، هو تير وانگر هنن جي وچان نڪري ويو. جيئن
ئي هنن جي ڀالن جي زد کان فاصلي تي پهتو، وري ٽپ ڏيئي
گهوڙي تي سڌو ٿي ويهي رهيو، ۽ رڪيب گهوڙي جي ڪکين
۾ هڻندو سڌو ئي سڌو هلندو رهيو. پوءِ سپاهين جو سمورو
ٽولو به هوا سان ڳالهيون ڪندو هن جي پٺيان لڳو آيو. هن کي
بچڻ جي ڪا راهه نظر نه آئي. ٻيهارو ڪن سپاهي وري به هن
جي پٺيان گهيرو تنگ ڪرڻ لڳا هئا. هن جي ذهن ۾ موت جي
خيال بدران پنهنجي پاڻ تي ڪاوڙ غالب ٿيندي ٿي ويئي: هڪ

"نرسو ته سهڻو نيڻن...." زيبا ڪڇيو، چوڻ گهريو. پر
دادن هڪدم کيس روڪيندي چيو: "اوهين ناراض نه ٿجو. پر
جيسين...." هن ڳالهه روڪي ورتي. هن زيبا کي ڏکوئڻ نٿي
چاهيو. هن جو قسم کنيل هو ته جيسين منڊ آزاد نه ٿيندي،
تيسين ڪنهن به ڏاڙهين جي ماني نه کائيندو. زيبا به سمجهي ويئي،
۽ هن کي پشيمانيءَ کان بچائڻ لاءِ چيائين: "حضور جا ٻه سپاهي
اوهان کي شاهي قلعي وٺي هلندا .... پر مون سان هڪڙو وعدو
ڪري وڃو...." هوءَ وري ماٺ ٿي ويئي. موزون لفظن جي تلاش
۾ ڪڏهن ڪڏهن نهايت درد انگيز ٿي پوندي آهي. ان تلاش
هن جي اکين ۾ هڪ ٽانگهه، هڪ پياس پيدا ڪري ورتي.
"جيڪو حڪم....!"
"نه نه، حڪم ڪونهي....هڪڙي منٿ آهي، جي مڃو.
اوهان جو ڪم ٿي ته هتان پيرو ڪري وڃجو!" هن اهو جملو
اهڙو ٽڪرڙو چيو، جو هن جي ساهه جي مونجهه. دادن جي دل
کي ڇهي ويئي. دادن چاهيو ته هو کيس پنهنجي ٻانهن ۾ جهلي
کيس يقين ڏياري ته هن جي پنهنجي دل به کيس ڏسڻ کان سواءِ
رهي نه سگهندي، پر زيبا هن کي ڪجهه چوڻ جو موقعو ئي
نه ڏنو. پنهنجيءَ دل جي واچوڙن کي لڪائڻ لاءِ هوءَ ٽڪري
اندر هلي ويئي، ۽ دادن اهڙج مان دروازي جي لڏندڙ پردي کي
ڏسندو رهجي ويو.
هن کي ڄڻ زيبا جي وڇڙ جو اعتبار ئي نه پئي آيو.
ايتري ۾ ساڳي ٻانهي اندر لنگهي آئي، ۽ چيائين: "سپاهي اوهان
جي انتظار ۾ آهن."
ٻانهيءَ سان گڏجي هو ٻاهر هليو آيو. ٻه سپاهي گهوڙن
تي سوار هن جي انتظار ۾ بيٺا هئا. هن جو گهوڙو به سپاهين
سان هو. هو وڏي گهوڙي تائين آيو، ۽ گهوڙي تي چڙهي سپاهين
سان گڏجي روانو ٿيو. ڇڱيءَ دير کان پوءِ دادن محسوس ڪيو
ته هو شهر جي حدن تي اچي پهتا هئا. هو ڪجهه سوچ ۾ پنهنجي

نظر آيا. هو انهيءَ گهٽيءَ ۾ لهي، مسجد ڏانهن وڌي آيو. مسجد ۾ پهچي وضوءَ واري حوض مان پاڻي پيتو، هٿ منهن ڌوئي، مسجد جي صفحي ۾ هڪ ڪنڊ تي ويهي رهيو. هو ايترو ٿڪجي پيو هو، جو هن جو سنڌ سنڌ چڙهي پيو هو — خاص ڪري هن جي پاڻهن ڪيري ڪيري تي ويٺي هئي. اگهن نماز پڙهي، هو وري مسجد ڪان ٻاهر نڪتو، ۽ پڇا ڪندو هو هڪڙي مسافرخاني ۾ پهتو. ماني گهرائي کائي، هن سراءِ جي مالڪ سان گهوڙي دٽ ڪرڻ لاءِ ڳالهه ٻولهه شروع ڪئي. ڳالهين مان ڪيس اها ڏ خبر پيئي ته سپاهي اجا واپس ڪونه ويا هئا، ۽ ڳوٺ جي عامل پٽ وچي لٿا هئا. هو سراءِ جي مالڪ کي گهوڙي لاءِ ڏوڪڙ ڏيئي، وري مسجد ۾ موٽي آيو. ڏينهن جو واپس وڃڻ خطري کان خالي نه هو. ان ڪري هو رات جو انتظار ڪندو رهيو.

سانجهي نماز پڙهي هو وري شهر روانو ٿي ويو، ۽ شهر ۾ ان وقت داخل ٿيو، جڏهن مسجدن مان سمهڻيءَ نماز جون ٻانگون اچي رهيون هيون. ننهن ننهن رات ۾ گهوڙي جي لوڙيءَ جهڙي چال هن جي ٽڪ کي وري چوري وڌو ۽ ننڊ هن جي اکين ۾ خيما کوڙڻ لڳي هئي. دادن سراءِ ڏانهن وڃڻ بدران زيبا جي محل ڏانهن رخ رکيو. محل جي دروازي تي پهريدار هن کي زنده سلامت ڏسي، هن کي حيرت مان تڪڻ لڳا. هڪڙي پهريدار وڌي اچي سندس گهوڙي جي واڳ جهلي ۽ چيائين: "خدا جو شڪر آهي جو اوهين زنده سلامت آهيو!"

"ڇو؟ ڇا ٿيو؟" دادن وڏيءَ حالتن جو ٿڪ لاءِ اڳ ئي پڇيو.

"حضور خان دوران جي شهر جي چوٽي طرفن اوهان جي ڳولا ۾ ماڻهو موڪليا آهن: ڪين جڏهن کان سازش جي خبر پيئي آهي، سندن ساٿين جهڪو ٿيو وڃي، اهو پهچجي سر جو خبر گهرندو ٿو واپس وري!" پهريدار ٻانهن ڏ ڪاڻي ٻڌائي ٿي ڏنو.

"اوهه .... پر ڪين ڪيهن پڌايو؟" هن اڳ وندي جيو.

"پر سپاهي، جيڪي اوهان کي وٺڻ لاءِ موڪليا هئا ...

تن کي عيمتخان جي ماڻهن سخت قتي وڌو هو، پر مٿا کونه.
هو هوريان مٿان ڀڄڻ ڪري ڪاهي ۽ آڇلائي ويا، ۽ پنهنجا
... ... ٻهاري ڇڏيائون جهڪي اوهان کي وٺي ويا. ڪنهن
نوع ... زخمي سپاهين کي ڏسي ورتو: ڪين اتان ڪڍي حضور جن
آڏيان پيش ڪيائون. هن مرستي گاهه ڪري پڏائي. وڌيڪ
اوهان کي خود خبر آهي.....!"
"هون.....!" دادن اها 'هون' اهڙيءَ طرح ڪئي جڻ ڪنهن
ڪاڳاله ياد اچي وئي. هن کي زيبا تي شڪ ڪرڻ لاءِ پنهنجي پاڻ
تي ڪاوڙ ۽ شرمساري ٿيڻ لڳي، ۽ اهو سوچي هو هيڪاري
ششدر ٿيڻ لڳو ته زيبا جو پريشانيءَ کان ڪهڙو حال هوندو.
سپاهين سان ڳڻجي هو ڏيڍيءَ تائين آيو. جاڻ ڪرڻ تي
جڏهن داسي در تي آئي، ۽ دادن کي ڏٺائين، تڏهن ڪانئس حيرت
۽ خوشيءَ کان ڪيڪ نڪري وئي، ۽ هوءَ کيس وٺي اندر آئي.
... ڪري ۽ کيس ويهاري هوءَ اندر هلي وئي. هن ڪمري
۾ پهچندي ئي هن جي جسم جو سمورو ٿڪ نچوڙجي سندس
اکين ۾ پرجي آيو. سندس جسم نرم ريشمي مخمل ۽ طول
وهاڻن جي گدار کي ڳوليندو، نڪندو ويو، ۽ گهڙيءَ کان پوءِ
هو گهري ننڊ ۾ پئجي ويو.
زيبا جڏهن ڪمري ۾ پهتي، تڏهن ائين ئي پاسو ورڻ هوءَ
پنهنجن ڪپڙن مان بيزار هئي، يا ڪپڙا سنجهانئس بيزار هئا.
جنهن آڇل ۽ بيسنڌگيءَ سان هوءَ دادن ڏانهن وڌي، ان مان
ائين ... پاسو ورڻ ... تي وڇوڙي کان پوءِ هن پنهنجو ڪانڌ
... ... هن ... پنهنجي ٻانهون مٿي ڪيندي، هن جي آجيان
لاءِ قدم اڳتي وڌايو..... پر پوءِ جڏهن هن پنهنجي مسافر کي
گهريءَ ننڊ ۾ ستل ڏٺو، تڏهن هن جون ٻانهون وري هيٺ موٽي
آيون. هن جي ... تي ... سان ڳنڍ، هن اجنبيءَ لاءِ آتم
پيار ۽ همدرديءَ جو رنگ اچي ويو. ڪيڏو نه ٿڪل هو هن
جو ... ! هن جي ... ... ته هن جي ڪنڌ هيٺان وهاڻو

ڪيڏي، ڪيس پنهنجي گوڏي تي سمهاري، پنهنجن پنبڻن جي ڇانوَ
۾ ان وقت تائين ڪوس ڏسندي رهي، جيسين هوءَ به هن جي ننڊ
جو حصو نه ٿي وڃي. پر هوءَ ائين نه ڪري سگهي. هوءَ محض
هن کي گهوريندي، ڏسندي رهي. ڪيترو نه سڪون هو هن جي
منهن تي. زيبا کي ائين محسوس ٿيو ڄڻ هو ننڊ ئي ننڊ ۾
مرڪي رهيو هو. هن جي دل ۾ اها آس ڪرَ موڙي اٿي ته شل
اها مرڪ هن جي لاءِ هجي! ان مرڪ کي ڇهي ڏسڻ لاءِ هوءَ
وڌي هن جي ويجهو آئي، ۽ آڱر وڌائي هن سندس چپن تائين
آندي. هن جي آڱر رکڻ سان ڄڻ اها مرڪ هن جي ساري منهن
۾ ڦهلجي وئي. هن جي کهرن کهرن شهپرن جي ڇهاءُ هن جي
سموري جسم ۾ اهڙي چلولي ڪتڪتائي پيدا ڪري وڌي جو
هن جي اکين ۾ به آرس جاڳي پيو. هن جا هٿ آرس ڀڃڻ
۽ ڪر موڙڻ لاءِ مٿي کڄڻ لاءِ آتا ٿيڻ لڳا، پر پنهنجي ڇاتيءَ
۾ جاڳيل چوليءَ کي محسوس ڪندي، حجاب ۽ حياءَ هن جي
هٿن کي چُرڻ نه ڏنو. ڪيڏيون نه تمنائون هيون هن جي دل
۾ ان وقت! هن جي دل چيو ته هوءَ اجنبي مسافر کي سڏ ڪري
چوي: "اي ڪٺور دل مسافر، تو هيءَ ڪهڙي پيڙا بخشي ڇڏي
آهي، جو نه آنندي آرام نه ويهندي سڪون، نه جاڳندي سک
نه سمهندي آٿت!"

هوءَ الائي ڪيترو وقت اهي تمنائون، ڪي آسون اميدون،
۽ ڪي ڏوراپا هن جي ننڊ تان نڇاور ڪندي رهي. اوچتو دانن
ڇرڪ ڀري جاڳي پيو، ڄڻ ته ڪو ڀوائتو خواب ڏٺو هئائين.
هن پنهنجي سامهون زيبا کي پاڻ تان گهوريندو ڏٺو ته هن جي
دل به ٽاڪئين ٿي پيئي. اهڙين صدقي وهندڙ نظرن جو جواب
ڏيئي به ڪهڙو ٿي سگهيو. زيبا جو هٿ پنهنجي هٿ ۾ وٺندي
چيائين: "آءٌ پرديسي مسافر آهيان: خدارا اهڙين نظرن سان نه
ڏس، جو آءٌ پنهنجو ديس وساري ويهي سگهان!"

"ڪاش، ائين ٿي سگهي!" زيبا دل جي ڳالهه چپن تي

آئي ويئي؛ ۽ الائي ڇو هن جي اکين جي ڪنڊن مان لڙڪ، بي اختيار وهندا، هن جي ڳلن تان ترڪندا، هن جي چولي ۾ جذب ٿيڻ لڳا. انهن لڙڪن کي ڏسي، دادن جون ته ته وڃون، ڇهه ته وڃون، ۽ هن هٻڪندي چيو: ”هي لڙڪ ڇو؟“

”پرديسي سائين، زندگيءَ جو هر سک، هر خوشي مون کي ميسر آهي. پر الائي ڇو، جڏهن کان توکي ڏٺو اٿم، هر خوشي ڦڪي ۽ بناوٽي ٿي معلوم ٿئي. تو الائي مون تي ڪهڙو ٽيٽو پڙهيو آهي، جو آءٌ بلڪل بي شرم ٿي پئي آهيان، جو هيئن پنهنجي دل جو حال پئي بيان ڪريان. آءٌ هڪ مغل سردار جي ڌيءَ آهيان، جيڪي گهران سو ملي سگهيم ٿو. پر هن وقت.... هن وقت آءٌ تنهنجي ڪنيز آهيان، زر خريد ٻانهي آهيان، جيئن وڻئي تيئن هلائينم، پر پنهنجي قدمن کان پري نه ڪر!“

دادن جي عجيب حالت هئي. هو اهو سوچڻ لڳو ته اهي لفظ درحقيقت هن ٻڌا هئا، يا زيبا جي اکين جي ڪيفيت ۽ مقدس خاموشي لفظ بڻجي هن جي دل ۾ پيهڻ لڳا هئا؛ ۽ گهڙيءَ کان پوءِ هن زيبا کي پنهنجي ٻاکر ۾ سڏڪا ڀريندو ڏٺو. هن پهراڻ جو آڳ، هن جي لڙڪن سان پسندو رهيو، ۽ هن جي جي سدا بهار سڳنڌ، هن جي چپن تان ٽپي، هن جي روح سانجهندي ويئي. ان سڳنڌ کي دائميت بخشڻ لاءِ هن هڪ ڊگهو ساهه کنيو، ۽ زيبا جو روئندڙ ساهه هن جي ساهه سان ملي هڪ ٿيون ساهه بڻجي ويو. هو الائي ڪيتري دير، دنيا کان بيخبر، ائين بت بڻيا هڪٻئي جي وجود ۾ گم ٿيندا ويا. اوچتو هن پنهنجي پويان ڪنهن جي کنگهڪار ٻڌي، هنن جا گم ٿيل، تحليل ٿيندڙ وجود، وري جدا جدا جاڳندا جسم بڻجي ويا. جن کي ڪنهن اوپري ساهه، ڇرڪائي ڇڏيو. دادن پنهنجي سامهون، ويڪري پيشانيءَ ۽ سنهن مڇن سان هڪ قداور مغل کي بيٺل ڏٺو، جنهن جي منهن ۾ وڏي حشمت هئي، پر دادن ۾ گهٽ نظر ايندي آهي. هن جي منهن تي اهڙي ته عظمت هئي، جنهن سان اهو

اندازو لڳائڻ مشڪل هو ته ان ڪيفيت ۾ پيار هو، ڪاوڙ هئي يا رڳو ٽوڪ هئي. هن ڪي ڏسي، دادن زيبا کان ٿورو پرڀرو هٽي بيهي رهيو.

”پرديسي، مون تنهنجي دليريءَ جون ڳالهيون ٻڌيون آهن، پر اڄ ته پنهنجي اکين سان ڏسي به ورتم!“

دادن فيصلو نه ڪري سگهيو ته اهي لفظ هن سچيءَ دل سان ٿي چيا يا ٽوڪ طور چيا هئائين. هو ڪوبه جواب ڏيئي نه سگهيو. زيبا به هيسجي ڪنڌ هيٺ ڪري بيهي رهي؛ هوءَ ڪاربار اندر ويندڙ دروازي ڏانهن نهارڻ لڳي جو موقعي مان ٽي ٽڪوه ٻاندي اوڏانهن ڀڄي وڃڻ جي انتظار ۾ هئي.

”ٽوڪي خبر آهي ته هڪ مغل شهزاديءَ سان اهڙي ڪالي طرح سان پريت، ونڊڻ جي ڪهڙي سزا آهي؟“

دادن وري به فيصلو ڪري نه سگهيو ته ان جملي ۾ نڙڪو هو يا پنهنجائپ جو اظهار. پر هن بيري هن چئي ڏنو: ”ڄاڻ عمر سزا لاءِ تيار آهيان، حضور!“

”عمر سزا لاءِ؟“ مغل ٿورو سختيءَ سان چيو.

”جي ها... عمر سزا لاءِ!“ دادن جي لفظن ۾ سچائي نه هوندي به خود سپردگي ضرور هئي. هن خان دوران مجاهد خان جي لفظن جي سختيءَ کي محسوس ڪندي چيو.

”ته پوءِ ان سزا لاءِ تيار ٿيءُ!“ مغل سردار جي لفظن ۾ نڙڪو ته ضرور هو پر ڪاوڙ نه هئي.

”ٻانهو حڪم جي انتظار ۾ آهي!“ دادن به هاڻ بيپرواهيءَ سان چيو.

”تنهنجي سزا اها آهي ته زيبا سان تنهنجو نڪاح هڪدم ٿيڻ گهرجي!“

زيبا اهي لفظ ٻڌي حياءَ کان سچي ڳاڙهي ٿي ويئي، ۽ ٽڪوه ٻئي دروازي ڏانهن ڀڄي، ۽ اندر هلي ويئي. دادن اهي لفظ

هڏي وانڱو ٿي ويو. هن جي اندر ۾ عجيب جنگ ڇڙي پيئي ۽ هن هڪندي چيو: ”مگر .... “

مجاهد خان اڳيان وڌي آيو، ۽ سندس ڪلهي تي هٿ رکندي چيائين: ”سنڌي جوان، آءٌ تنهنجي بهادريءَ ۽ دليريءَ کان ايترو متاثر ٿيو آهيان جو آءٌ پنهنجي نياڻي توکي نڪاح ۾ ڏيڻ پنهنجي خوش بختي ٿو سمجهان“.

دادن جي ذهن ۾ جنگ جو گهمسان وڌي ويو: هن جي اڳيان اهڙو ٻه- واٽو هو، جتي پهچي هو ڪو فيصلو نٿي ڪري سگهيو. هن کي اهو خواب ياد اچي ويو، جڏهن سنڌ هن جي جيجل ماءُ جو روپ ورتي، جهولي جهلي ڪانئس سندس حياتيءَ جي بيک گهري هئي. ٻئي طرف زيبا جو تصور هو، ۽ زيبا سان گذاريل گهڙين هن کي آئيندي جو خوبصورت تصور آڇيو هو. اوچتو ئي اوچتو، ذهن جي هڪ ڪنڊ مان، آخوند نورمحمد جو چهرو، ٻاهر جي مچ وانگر ڀڙڪي آيو، ۽ سندس ڪنن ۾ سندس آواز ٻُرڻ لڳو: ”تو قسم کنيو آهي دادن، ته جيسين سنڌ آزاد نه ٿي آهي، تيسين تون شادي نه ڪندين!“ ۽ دادن چڻ ته انهن لفظن جي جَبرَ کان تڙپندي چيو: ”نه سائين نه؛ اوهان جي وڏي مهرباني، پر اهو ناممڪن آهي!“

مجاهد خان جو منهن ڳاڙهو ٿي ويو. هن جو هڪڙو ڀرون مٿڀرو ٿي، ڦڙڪڻ لڳو، ۽ هن ٻانڌ تي جبر ڪندي چيو: ”ڇا مطلب؟“

”مون کي غلط نه سمجهو، حضور! زيبا منهنجي زندگيءَ جو حصو بڻجي چڪي آهي؛ کيس حاصل ڪرڻ ۾ آءٌ پنهنجا وڏا ڀاڳ سمجهندس، پر.... “

”پر ڇا....؟“

”پر مون قسم کنيو آهي ته جيسين منهنجو وطن آزاد نه ٿيو آهي، تيسين آءٌ شادي نه ڪندس.... “

مجاهدخان جي منهن جو رنگ بدلجي ويو. هن جي نظرن ۾ دادن لاءِ ڀرپور پيرو پيار ۽ عزت گڏجي هڪ نئين ڪيفيت بنجي جهلڪڻ لڳي. هن وڌي سندس ڪلهن ۾ ٻانهن وجهندي چيو: ”آفرين آهي توکي، نوجوان—صد آفرين! تنهنجي ان وطن دوستيءَ تي، تنهنجي ان جذبي تي.... پر جيڪڏهن ان وقت لاءِ ترسيا هون ته شايد زيبا کي سڄي عمر ڪنواري رهڻو پوندو....“ مجاهدخان کي ان خيال تي ئي کل اچي وئي.

دادن ڀرپور ته ڪوبه جواب نه ڏنو. پر گهڙيءَ کان پوءِ هن جي اکين ۾ هڪ نئين جوت، نئين چمڪ اچي وئي، ۽ هن جون اکيون هيرن وانگر جرڪڻ لڳيون، ۽ هن جهڪي ٻانهن سان ڳالهائيندي چيو: ”ائين نه چئو، حضور! سنڌين جي غيرت جاڳي پئي آهي، سنڌين جي رت ۾ سنڌ آزاد ٿيو آهي، ۽ هاڻ اهو وقت پري نه آهي جڏهن سنڌ غلاميءَ جي زنجيرن کي ڪک پن وانگر لوڙهي ڇڏيندي. جيڪڏهن مغل امان جي مدد ڪندا تڏهن به....“

”پر به اسين... ظل الاهي سنڌين جي مدد ڇو ڪن؟ هرويرو ترخانن جي سرحدن سان ڇيڙ ڇاڙ ڪرڻ به ڪا سياسي نه آهي. تنهن کان سواءِ ترخان خود به ظل الاهيءَ جي اطاعت ڪرڻ لاءِ تيار آهن،“— مجاهد خان دادن کي ويهڻ جو اشارو ڪري، پاڻ به ويهي رهيو.

”سنڌين جو ظل الاهيءَ تي خاص حق آهي. همايون جڏهن ڏي ڏاڍو مددگار سنڌ بڻيو، تڏهن سنڌين ئي کيس جيءَ ۾ جاءِ ڏني هئي. ارغونن ۽ ترخانن ته کيس گهڙيءَ لاءِ به سک سان نه ڏنو. سندس رت جا پياسا ارغون ڏينهن رات شبخون جا منصوبا گهڙيندا رهيا. سنڌين کيس هر طرح جي مدد ڪئي: سندس مهمانن جهڻون، کيس هڙئون ڏنائون، اَن ڏنائون، ڪڻڪ ڏنائون— ۽ ڀرپور جانيون پيش ڪيون. ان کان پوءِ هڪ وڏو حق اڪبر تي سنڌ جي مٽيءَ جو آهي. ڇاڪاڻ ته سنڌ ۾ پيدا ٿيو: هڪ طرح

سان سنڌ اڪبر جو وطن آهي. بادشاهت ۽ سلطاني دورانديشين
جي ڪري جيڪڏهن هو سنڌ کي اهو مان نه ڏئي ته اها بي
ڳالهه آهي. پر جنهن واءُ سندس ڪنن ۾ ڀڙلاءُ وڌو، سو سنڌ
جو واءُ هو: جنهن داديءَ ڪيس ڇٺايو، سا سنڌ جي هڪ سپاهيءَ جي
جيجل هئي، جنهن مولويءَ سندس ڪن ۾ ٻهرين بانگ ڏني،
سو به سنڌي هو. جنهن سر زمين شهنشاهه هند کي ڏکئي وقت
۾ پناهه ڏني، اجهو ڏنو، آسرو ڏنو، جڏهن ارغون ۽ ترخان سندس
خون سان هولي کيڏڻ لاءِ آتا هئا — ڇا ان سر زمين جو اڪبر
تي ڪو حق نه آهي؟"

مجاهدخان هڪ عجيب حيرت سان هن جا لفظ ٻڌندو
رهيو: ۽ جڏهن هن دادن جي اکين ۾ ٻرندڙ جوت جي ٻوٻاٽ،
اڙڪن جو هڪ اٿاهه سمنڊ لهرون هڻندو ڏٺو، تڏهن هن متڪبر
مغل سردار جي دل به لرزي وئي. هن کيس ڪلهي تي هٿ
سان زور ڏيندي چيو: "ڪاش، تنهنجا اهي لفظ شهنشاهه ٻڌي
ها! مون کي يقين آهي ته هڪدم ترخانن خلاف لشڪر چاڙهي
موڪلي ها. آءٌ اهو مقدمو انهن لفظن ۾ ته پيش ڪونه ڪري
سگهندس. پر آءٌ توکي هڪ يقين ڏيارڻ گهران ٿو ته شهنشاهه
مون کي اڳي ئي اهڙو فرمان عطا ڪيو آهي، ۽ اڄ ڪالهه هڪڙي
مهيني اندر سنڌ ۾ ارغونن ۽ ترخانن بدران سنڌين جو پنهنجو
راڄ هوندو. وقت نهايت موزون آهي: سنڌي باغين جي مدد سان
سنڌ کي نجات ڏيارڻ ڏکيو نه ٿيندو. جڏهن مون اهو ڪم سرانجام
ڏنو، تڏهن آزاديءَ جي پرواني سان گڏ هڪ ٻي به سوغات توکي
آڻي ئي پيش ڪندس. پر هڪ ڳالهه ياد رک: جيڪڏهن منهنجي
زبان کي توکان ڪا شڪايت پيدا ٿي ته .... منهنجو نالو به
مجاهدخان آهي!"

دادن جي ننڍي دل تي جڻ چنبو پئجي ويو .... ۽ هو
شڪر گذار نظرن سان مجاهدخان جي منهن ۾ نهاريندو رهيو.
تصور ئي تصور ۾ آزاد سنڌ هن جي ذهن تي اڀري آئي.... پر اڃا

ڇو اهو تصور ڪجهه مڪمل نه هو، ڇڻ ڪاڳالهه ٽيٽي اڻ ٽيٽي رهجي ويئي، ڇڻ تصوير ۾ رنگ ڀرڻ جي باوجود، تصوير مڪمل نه ٿي سگهي! شايد سنڌ جي غلاميءَ ڪي هاڻ ايترو وقت ٿي ويو هو جو اُن جي آزاديءَ جي تصوير ذهن تي اُڀرڻ کان ڪمزور رهي هجي! شايد ائين ئي هوندو — هن سوچيو. شڪ ۽ گمان جي ان ترورڙي ڪي هڪ ڪنڊ ۾ دبائيندي، هو به مرڪڻ لڳو ۽ چيائين: ”زيبا نه مون کي ساهه کان پياري آهي، سائين. شل اهو ڏينهن جلد اچي، آءٌ به اوهان وانگر هڪ آزاد مرد وانگر پنهنجي مردانگيءَ جو نعرو هڻي سگهان!“ الائي ڇو، نه چاهيندي به هن جي لفظن ۾ ٽوڪ پرجي آئي.

مجاهد خان کي اها ٽوڪ محسوس ئي ڪانه ٿي، ۽ هن چيو: ”اهو وقت آيو رهيو. تون سڌو وڃي پنهنجي باغن کي خوشخبري ڏي ته مجاهد خان واڇوڙي وانگر سنڌين جا بند خلاص ڪرڻ لاءِ اڏامندو ٿو اچي.... پر وري متان هيبت خان جي در چڙهي وڃين. ٻڌو اٿم ته هن تنهنجي لاءِ نڳن جا ٽولا ڇڙواڳ ڇڏي ڏنا آهن. منهنجا ماڻهو توکي اڳيرو ڇڏي ايندا. تون ڪڏهن اُسهندين؟“

”اڄ ئي. اوهان جي وڏي مهرباني، پر مون کي اوهان جي سپاهين جي ضرورت ڪانهي. هيبت خان جي ماڻهن سان آءٌ پاڻهي پڄندس!“ دادن هن کي يقين ڏياريو.

”چڱو، خدا حافظ ٿيندءِ!“ ائين مجاهد خان ٻاهر هليو ويو.

دادن به وڃڻ لاءِ دروازي ڏانهن وڌيو ته زيبا وري اندران هلي آئي. هن جي اکين جي اڄ جڻ سرهاڻ تي چڙهي آئي هئي. هن کي لائي سڀ ڳالهيون ٻيهي ٻڌيون هيون، ۽ هوءَ دادن جي منهن ۾ نهاري اکيون جهڪائي بيهي رهي. دادن کي به هي وڇڙڻ ڪاڙهو لڳو، جو هن سمورن وڇوڙن کان نرالو هو. هن جي دل چيو نه هو چئي ڏئي: ”زيبا، منهنجي جان، وطن

جي سڏ مون کي مجبور ڪري وڌو آهي، نه ته منهنجي دل کي هت ٻيڙيون ٻنجي وڃون آهن!" هن ڪجهه چوڻ لاءِ چپ چورڻ گهريا ته زيبا آگر ڪٽي چپن تي رکيس.

"مون کي سڀ خبر آهي. ڏاڍي ساڻي ٿيندءِ....پر مون کي وسارجانءِ نه!" ائين چئي ته ويئي، پر پوءِ اچي سڏکن ۾ پيئي. دادن ڪٽي ياڪر وڌس، ۽ پوءِ ڪي مدتون، ڪي صديون هن کي آٿت ڏيندو، پرڀائيندو، پرچائيندو رهيو؛ ۽ پوءِ جڏهن هن موڪلايو، تڏهن زيبا جي لڙڪن ۾ مرڪ جهرمر لائي ڏني هئي.

○

# ١١

ليليٰءَ سنگهار کان سنڌ وسارائي ڇڏي. ليليٰءَ جي ڀاڪر ۾ سنگهار کي پنهنجي وجود جي ئي سڌ نه رهندي هئي. جڏهن سرهڻي سيربحرڪس ڪينجهر جي ڪپ تي تماچيءَ واري ماڙي کولي ڏني، تڏهن هو پنهنجي پرائي ٻار سنگهار کي سڃاڻي نه سگهيو. هن جي اکين ۾ جو ڪجهه هو، سو هن پنهنجي سنگتيءَ، جبل جي جهانگيءَ جي اکين ۾ ڪڏهن به نه ڏٺو هو. هن ائين ڀانيو ڄڻ ته سنگهار ڪا ڳالهه ياد ڪرڻ جي ڪوشش ڪري رهيو هجي.... ۽ سنگهار سرهڻي جي اکين جي آڏيءَ ڇپا کان تنگ اچي، ماڙيءَ کان ٻاهر اچڻ ئي ڇڏي ڏنو. هن کان هر ڳالهه وسرندي ٿي ويئي — ڀاڳل، جنهن لاءِ هن جو روح آتو هوندو هو، اها به هن جي من جي ڪنهن ڪنڊ ۾ پنڊ پهڻ بڻجي ويئي هئي. هو جڏهن ليليٰءَ کي ڪٺي هتي پهتو هو، تڏهن هن کي فقط ايترو ياد هو ته مرزا باقي هن جي هٿن مان نڪري ويو هو، ۽ آخوند صالح ۽ ٺٽي جو بدلو وٺي نه سگهيو هو. ان هار، ان شڪست هن جي من کي سرنهن جا دالا ڪري ڇڏيو هو: ان هار، ان شڪست هن کي پاڻ-ڌڪارڻ جي ڪُن ۾ ٻوڙڻ شروع ڪيو، جنهن کان پاڻ-بچائڻ لاءِ هن ليليٰءَ جي جسم جي رنگينين ۾ هٿوراڙيون هڻڻ شروع ٿي ڪيون. ڪُن جڻن پوءِ ٿڌن اونهو ٿيندو ٿي ويو، ۽ پوءِ اندلٺ جا ست ئي رنگ ڄڻ هن جي اکين کي ڪمرو ڪري، هن کي اٿاهه اونده ۾ گهليندا لوڙهيندا ٿي ويا.

ليلي به ڄڻ هن ۾ ڪجهه ڳوليندي ٿي رهي: هن جي اکين ۾، هن جي ٻانهن ۾، هن جي منهن جي هيڏانهنءَ مٿانهينءَ

۽، هن جي چانڊيءَ جي وارن ۾ — الائي ڇو هن کان هڪ
هلڪي آڻ لکي آهه نڪري ويندي هئي. ڪجهه ٻه نه پائيندي ٻه،
هن ان ڳولا، ان تجسس کي ڇڏڻ ئي گهربو. هوءَ وري وري
هن جي اکين ۾ نهارڻ لڳندي هئي: ڄڻ اهو سڀڪجهه ڪٿي ملي
ويجي، جنهن جي هن کي ڳولا هئي. اهو سڀڪجهه نه ملندي ٻه،
هن اهو ڪجهه وڃائڻ ئي گهربو، جيڪو هن کي حاصل هو.
ان ڪري هوءَ گهڙيءَ لاءِ به سنگهار کي پاڻ کان جدا ڪرڻ
لاءِ تيار نه هئي. الائي ڇو هن کي اهو خيال ستائيندو هو ته
جيڪڏهن سنگهار ماڙيءَ مان نڪتو ته وري موٽي نه ايندو. هوءَ
هزار بهانا بنائي هن کي ٻاهر نڪرڻ کان روڪيندي هئي. سرهيو
جڏهن اچي سڏ ڪندو هو، تڏهن هن جي هنئين ۾ هڏڪ پئجي
ويندو هو، ۽ هوءَ ڪو نه ڪو اٽڪل ڪري سنگهار کي روڪي
ڇڏيندي هئي. هن کي اهو خيال بار بار ايندو هو ته سرهئي مان
ملڻ مان هن کي وري نه سنڌ ياد اچي ويجي، هن کي وري نه
مرزا باقي ياد اچي ويجي، وري نه آخوند صالح ياد اچي ويجي —
۽ اهي ڳالهيون هن جي ذهن تان ميسارڻ لاءِ هن ڇا ڇا نه جتن
ڪيا هئا!

هن کي هڪ ٻيو به انديشو ستائيندو هو، سو اميرخان جي
جاسوسن جو. آسپاس ترخانن جون ننڍيون ننڍيون چانوڪيون هيون.
خود ڪينجهر تي ميربحرن ۽ مهاڻن کان محصول اوڳاڙڻ لاءِ روزانو
ترخانن جو هڪ جٿو ايندو هو. هنن جي گهوڙن جي سنبن جو
آواز ٻڌندي ئي، هن جي دل ڌڪ ڌڪ لڳندي هئي. ست
راتيون ۽ ست ڏينهن ته هن اکين ئي ۾ ڪالي ڇڏيا هئا. ان
جي ابتڙ سنگهار، جنهن ٻوءِ تنهن هڪ عجيب گهر ۾ گهرجندو
ئي ويو، ۽ هوءَ هن جي سدا ڪرڻ اکين ۾ ڪهڙي عجيب پيڙا
جا پاڇولا ڏسندي رهندي هئي. هوءَ چاهيندي هئي ته پنهنجي
نرم نرم آڱرين سان هن جي منهن تي ٿڌڙا ڪڍي، اها پيڙا لاهي
ڇڏي. هن جي اکين ۾ آڱريون ڏرهندي، هوءَ سوچيندي هئي

ته هينئن اکين ۽ هنن اکين ۾ ڪيترو نه فرق هو: هينئن اکين ۾ پيڙا سان گڏ ٽڪ جو احساس آهي، هنن اکين ۾ پيڙا سان گڏ نئرتا جي ڀاهه هئي. الائي ڇو تڏهن به هوءَ ان نئرتا جي ڀاهه کي ڇهي ڏسڻ جي آرزو روڪي نه سگهندي هئي. هن پنهنجي آڱرين جي ڇهڻين ۾ ان نئرتا جي ڀاهه جو سيڪ محسوس ڪرڻ ٿي گهريو. پر نئرتا بدران هينئن اکين مان هن جي آڱرين ۾ هڪ اهڙي جلن جي پاڻوا ٿيندي هئي، جنهن ۾ سياري جو ساڙ هوندو هو؛ ۽ يوءِ هن کي پنهنجي وطن جون برف پوش چوٽيون ياد اچي وينديون هيون. هن جو سڄو بدن ڪانڊارجي ويندو هو، هوءَ ڏڪندي ڏڪندي، ان ئي سيءَ لاهڻ لاءِ، سنگهار جي ڀاڪر ۾، ڪنهن هميشه بهار وانگر ڪرونڊڙي ٿي سمهي رهندي هئي!

صبح جي پهر، ڪينجهر جي ڇاتيءَ تان لڏندا لمندا، جڏهن واهوندا ورندا هئا، تڏهن ليليءَ کي ڪنهن جي اچڻ جو گمان ٿيندو هو. ۽ هوءَ هر آهٽ، ۽ هر کڙڪي تي سنگهار کي اجهان ئي زور سان چنبڙي پوندي هئي. هنن کي آئي آٺ ڏينهن ٿي ويا هئا، ۽ هري هري ئي ليليءَ جي دل مان اميرخان جي اچڻ جو ڀؤ لهندو ٿي ويو، ۽ هوءَ اهو سوچي رهي هئي ته اڄ جڏهن سرهيو ڪين ڪينجهر جي سير جي دعوت ڏيڻ ايندو تڏهن هوءَ انڪل ڪري سنگهار کي هلڻ لاءِ زور ڀريندي، ۽ ڪينجهر جي پيٽ تي هندوري جا لوڏا کائيندي، هوءَ پنهنجي وارن کي آزاد ڇڏي ڏيندي. پر ان ڏينهن سرهئي جي آواز بدران گهوڙن جي هنڪارن ۽ سنبن جي ڀڙاڏن هن جي اندر ۾ آنڌ مانڌ لائي ڏني. پهرين ته هن ننڊ پيل سنگهار جي ڀاڪر ۾ سمائجي، انهن آوازن کان ننڍائي سمهي رهڻ جي ڪوشش ڪئي پر جڏهن اهي آواز ننهه ويجها پوندا ويا، تڏهن هن سنگهار کي جاڳائڻ ئي مناسب سمجهيو. سنگهار الوٽ ننڊ ۾ هو، جنهن مان هن جاڳڻ نٿي گهريو. جڏهن ليلي هن کي جاڳائڻ لڳي، تڏهن هن عادت

سو جيئن ليليءَ کي ڇڪي ويجهو آڻڻ لاءِ ٻانهن کي سيرڻ جي ڪوشش ڪئي، پر ليليءَ سندس ڪن ۾ ڀڻ ڀڻ ڪندي چيو: ”خان، پٺاڻن تي ته ٻاهر اميرخان اچي پهتو آهي!“

هو ڇرڪ ڀري اٿي ويٺو. عين ان وقت ماڙيءَ جي در تي ڪڙڪو ٿيو. الائي ڇو سنگهار جي، ننڍڙين اکين ۾ اهڙي چمڪ اچي ويئي، جنهن مان ليليءَ ائين ڀانيو ڄڻ هن کي سڀڪجهه وري ياد اچي ويو هو، ۽ هو پنهنجي پاڻ تي مرڪي رهيو هو. در تي ٻيهر ڪڙڪو ٿيو، ۽ سنگهار آرس ڀڃي اٿي بيٺو. ڪمر ۾ رکيل ڀالو ڪندي، هن ليليءَ جي ڪاڏيءَ کي هٿ سان مٿي ڪندي، سندس اکين ۾ گهوريندي چيو: ”جيئرو هوندس ته اميرخان ته ڇا، سمورن ارغونن ترخانن جي لاشن کي لتاڙي وري توکي ڪٿي هلڻو وٺندس. پر جي مري ويس ته مٿن تي ميار نه ڪج!“ ليلي هن جا لفظ ٻڌي، هن کي ڇنبڙي پيئي ۽ سڏڪا ڀري روئڻ لڳي.

سنگهار ڀالو سنڀالي دروازي ڏانهن آيو. گهوڙن جي هڻڪارن مان ئي سمجهي ويو ته اميرخان، هيل وڏو لشڪر ساڻ آڻي آيو آهي. هن چوطرف نهاري اندازو لڳايو ته ترخانن کي دروازي ڀڃڻ کان سواءِ ٻي ڪا واهه ڪانه هئي. ماڙيءَ جون ڀتيون اهڙيون اوچيون هيون جو ڪو ترخان ان تي چڙهڻ جي همت ڪانه ڪندو. پٺيان ته ڪينجهر هئي، سو اتان به ڪنهن ترخان کي همت ڪانه ٿيندي. هن لاءِ به هڪڙي راهه کليل هئي ته هو ماڙيءَ جي ڪنڌ تي چڙهي، پٺيان پاسي ڪينجهر ۾ ٽپو ڏئي، ۽ جي بخت ساٿ ڏنس ته ميربحرن مان ڪو ساڻي هن کي واهر ڪندو. پر اهو خيال ايندي ئي هن سوچيو ته ليلي ڇا سوچيندي ته ڪيس اميرخان جي حوالي ڪري، پاڻ پنهنجي ڪُل بچائي ڀڄي ويو. اهو خيال اچڻ سان ئي ڀڄڻ جي راهن تي سوچڻ ئي ڇڏي ڏنائين. هن کي اميرخان جي خيالن جي به ڄڻ سڌ هئي، ۽ هن کي پڪ هئي ته جيڪڏهن هو اميرخان سان ليليءَ جي عوض پنهنجي

جان جو سودو ڪري ته اميرخان خوشيءَ سان اهو سودو قبول ڪندو. پر اهو خيال به هن لاءِ ايترو ڪٺو ۽ ڪجسو هو جو ان تي سوچڻ نه ٿي گهربائين. فقط هڪڙو ئي طريقو هو ته ترخانن سان وڙهندي، ڪوڪهوڙو هٿ اچي وڃي ۽ هو ترخانن جي نرغي مان نڪري وڃي.

دروازي جي پر ۾ بيهي هو دروازي ٽٽڻ جو انتظار ڪرڻ لڳو. دروازو ڪافي مضبوط هو. ترخانن هڪ بند ڪٺي دروازي تي ٺهڪائڻ شروع ڪيو. پنجن ڇهن ڌڪن کان پوءِ دروازي جو هڪڙو ناڪ ٽي نڪري ويو، ۽ پوءِ هڪ ڌڪ سان سمورو دروازو چوڙن کان نڪري ويو. جڏهن دروازو ڪريو، تڏهن دروازي سان گڏ پنج ڇه ترخان ٻنهي سوڌا اچي پٽ پر ڪريا. هن جي پويان ترخان اگهاڙين ترارين سان اندر ڌوڪيندا آيا. سنگهار جو ڀالو، هڪڙي ترخان جو پيٽ چيري، وٽ ڪاٺي ٻئي ترخان جي ران ۾ چڙهي پيو. ٻئي چئا رڙ ڪري اتي ئي ڪري پيا. سنگهار جو ڀالو هنن جي جسم ۾ ئي رهجي ويو هن جهٽ ڏيئي ڪرندڙ ترخان جي هٿ مان ترار ڦري ورتي، ۽ ايندڙ ترخانن سان وڙهندي ٻاهر نڪرڻ جي ڪوشش ڪرڻ لڳو. ترخانن جو هڪ سيلاب اندر ڌوڪيندو ٿي آيو جڻ هنن کي ڪنهن وڏي لشڪر سان مقابلو ڪرڻو هو. هن سيلاب کي روڪڻ سنگهار لاءِ ناممڪن هو. هو فقط ايترا ڪوشش ڪرڻ لڳو ته سوڙهي ڏيڍيءَ مان نڪري کليل ميدان ۾ پهچي وڃي.

سنگهار جي ترار ترخانن تي انهن ئي ڪڙڪي جڻ ترار ۾ ساهه پئجي ويو هو. ترخان ڪرندا، مس ننهن ڪوشش سان اندر اچڻ جا جتن ڪرڻ لڳا. سنگهار دروازي جي هڪ پاسي کان ايندڙ ترخانن ڏانهن اهڙي ليهه وڌي جو هڪ ترخان ڪاهي ولان ڪپجي پورا ٿي اتي ئي ويو پيا. ترخان سراسجي هن جي اڳيان هٽي ويا، ۽ سنگهار ميدان ۾ نڪري آيو. پر ميدان ۾ پهچي هن محسوس ڪيو ته اها ئي هن جي غلطي هئي. سامهون

گهوڙيسوارن جو هڪ جٿو گهيرو ڏاهي، ڀالا آپا ڪري هن ڏانهن
وڌندو لڳو هو. جيئن هو سوچي، تنهن کان اڳ هڪ ناهي نوڙ
جي سرڪڻاهي هن جي مٿان ڪيري، ۽ ڪلهن جي ڏورن وٽ
ڀهچي، هن کي ٻنجوڙ وانگر جڪڙي ويئي. ڇڪ اچڻ تي هو
پاڻ سنڀالي نه سگهيو، ترار هن جي هٿ مان ڇڏائجي ويئي، ۽
هو پٺن ڀر وڃي ڪريو. نوڙ، هن کي ٻوٽين مٿان، اهڙو قابو
ڪري ڇڏيو، جو ڇڪ اچڻ تي ٻوٽن کان هيٺ هن جون ٻانهون
ڪيرٻون ٿيڻ لڳيون. هن پاڻ سنڀالي اٿڻ جي ڪوشش ڪئي،
پر سرڪڻاهيءَ واري ترخان پرهان ئي نوڙ کي ڇڪ ڏني، ۽
هو وري پاسي ڀر ڪيري پيو. ترخان کي هاڻ تماشو ٿي آيو،
۽ هو هڪ وڏو گهيرو ڏاهي بيهي رهيا. نوڙ واري ترخان وري
پنهنجي هٿ کي جهٽڪو ڏنو: سنگهار جون ٽنگون رهتيءَ تان
ٿڙي اڀتي کهلجي ويون، ۽ هو اونڌو ٿي ڪري پيو. ترخان
۾ ٽهڪڙو مچي ويو. نوڙ واري ترخان کي ڇڻ رونشو سُجهي
آيو، ۽ اميرخان ڏانهن نهاريندو، آهستي آهستي نوڙ کي ڇڪڻ
لڳو. سنگهار جا گوڏا، ٻانهون، ڇاتي ۽ منهن گهلجڻ سان، رڙتيان
پٿرن سان گسندا، گهڪندا رهڙجڻ ۽ چلجڻ لڳا. هن کي ٻڪ
ٿي ويئي ته اميرخان هن کي ائين گهلائي، يا گهوڙي جي پُڇ
سان ٻڌي مارائڻ ٿو گهري. ترخان وري گهوڙي کي ٻوٽي هٿائيندي،
ٿوري ڇڪ ڏني: سنگهار کي ائين محسوس ٿيو ڄڻ هن جي
ڇاتيءَ جا وار ڪنهن ڇڪ ڏيئي پٽي ورتا، هن جو هنيون ڇپ
هڪ ڇهندار پٿر ۾ لڳي اڌ وڍجي ويو. هن کي پنهنجي ٿُي
رت جو ڪاروڪارو سواد زبان تي محسوس ٿيو. گهڙيءَ لاءِ هن
جو سمورو بدن ڄامي وانگر سيٺجي ڪانڊارجي ويو. جيئن
ترخان ٻي ڇڪ ڏني، ان کان اڳ هن ڪوشش ڪري پيٺي
هٿ رسي ۾ ڪُنڀائي ڇڏيا. هڪڙي گوڏي کي ڌرتيءَ ۾ ڪُنپائيندي،
ٻئي گوڏي کي ٿورو پيٺو ڪندي، هن هڪ اونهو ساهه کنيو،
۽ ٻانهن کي هيٺ جنبش ڏني. رسي وارو ترخان ان ڇڪ لاءِ

بلڪل تيار نه هو ۽ گهوڙي جي ڪڇيءَ مٿان بولاٽي کائيندي اچي ٻوٽ پر ڪِريو. رسو هن جي هٿ مان ڇڏائجي ويو. جيسين ترخان اٿي سڌو ٿئي ۽ وري رسي کي ڪٽي، تيسين سنگهار کوڏن پر سڌو ٿي، رسي کي پاڻ ڏانهن ڇڪي ورتو. پيٺ وٺان رسي کي ڍرو ڪندي، هن سرڪساهي کولي وڌي. ترخان جا ٿهڪ بند ٿي ويا، ۽ هنن جي ڏسندي سنگهار اهائي سرڪساهي پنهنجي مٿان ورائيندي هٿ کي هلڪو اشارو ڏنو. سرڪساهي امير خان جي مٿان وڄ وانگر ڪڙڪي، سندس ڇيله وٽ کُپي وئي. سنگهار جي هٿ وري جنبش کاڌي، ۽ امير خان گهوڙي تان پٽجي، گهوڙي جي هڪ پاسي، مٿي پر اونڌو لٽڪي پيو، ۽ سندس هڪڙي ٽنگ، جنهن جو پير ٻئي پاسي رڪيب ۾ پيل هو، رڪيب سوڌو مٿي کڄي وئي. عين ان وقت هڪ ڀالو سنگهار جي ڪلهي جي ڦڻ ۾ کُپي ويو، ۽ هو ٻوٽ پر وڃي ڪِريو. ترخان ترارون ڪڍي هن کي ڦري آيا. هڪڙي ترخان اميرخان کي اٿاري، رسي کان آزاد ڪرايو. امير خان چپ چاپ هلندو، سنگهار جي مٿان اچي بيهي رهيو. سندس اکين ۾ ڪاوڙ جيئون ڪڍڻ لڳي هئي ـــ ۽ ٻوءِ ڦن هٿ وڌائي، ڪرٻل سنگهار جي پٺ مان ڀالو ڪڍِي ورتو. پنهنجن ماڻهن کي اشارو ڪري، هو وري پنهنجي گهوڙي ڏانهن موٽي آيو. ترخان سنگهار کي چوکنڀو ٻڌي، ڪيس اڳيان ڌڪيندا، ماڙيءَ ۾ داخل ٿيا.

.... .... ....

اميرخان ليليءَ جي چائنٽ ٽنگهي، دروازي کي ڪَنڊو هٿي چڙهيو، ۽ هڪ ليليءَ کي ڏسندو رهيو. ليلي دروازي کي ٻيري، وهاڻي کي ڀاڪر پائي، ليٽي پيئي هئي. سڏڪن جي ڪري هن جو سڄو بدن لڏي رهيو هو. امير خان کي ائين محسوس ٿيو ڄڻ ليليءَ سان گڏ هن جي دل جي سموري ڪائنات لڏي رهي هئي. ليليءَ جا وار، ڪڇيءَ تان ڪري وهاڻي تي ويڙهجي ويا هئا، ۽ سندس ڪلها سنهي ململ جي، پهراڻ مان ائين جهاڪي رهيا

هئا، جن رنگ جي ڪا ويرلهي چڙهي رهي هئي. اميرخان ڪيترو وقت ان مرمرين سڏڪندڙ جسم مان ڦٽندڙ حُسن کي ڏسندو رهيو. هن ڪان رهيو نه ٿيو، ۽ هن هري هري چيو: ”جان....!“

ان لفظ جي ڪوراڻ ۾ اميرخان جي سموري هستي سميٽجي آئي. ان ڪوراڻ ليليٰءَ جي سڏڪن تي جڻ باهه تي تيل وارو ڪم ڪيو، ۽ هن جو ياڪر وهاڻي تي وڌيڪ سوڙهو ٿي ويو. اميرخان پنهنجو ڪمربند کولي، ترار سوڌو در جي ڪنڊي ۾ ٽنگي ڇڏيو، ۽ وڌي ليليٰءَ جي مٿان بيهي رهيو. خداوندا! تو هي حسن ڇو خلقيو؟ بهراڻ جي گهيري ۽ وارن جي سرحد تي ليليٰءَ جو جسم هن کي ايترو حسين معلوم ٿيو، جو هن ڪان وڌيڪ ضبط نه ٿي سگهيو، ۽ هن پنهنجا چپ ان ڪپ ۾ کپائي ڇڏيا. ليليٰءَ جي جسم جو ذڏڪو اوچتو بند ٿي ويو، ۽ هن ست ڏيئي جهڙ اٿڻ جي ڪوشش ڪئي. تنهن اميرخان جو ياڪر سندس جسم کي وڻ ويڙهيءَ وانگر ويڙهجي ويو. اميرخان جون ٻانهون هن جي ڇاتيءَ تي سنڌيڙو ٿاهي ويون، ۽ هن جا هٿ هن جي ڪچڻ ۾ ڦٻي ويا. هن جا چپ سندس ڪڇيءَ ۽ ڪلهي جي لاهيءَ تي ترڪڻ لڳا ۽ هن جي جسم جي اجهل آڳ ۾ جلڻ لڳا. پر ليلي نانگ وانگر پنهنجي بدن کي ڪوئهندي، هن جي ياڪر مان ڌڪري، هن جي سامهون بيهي رهي. هن جي اکين ۾ گوڙهن جو ڌنڌ هو، ۽ ان ڌنڌ جي پويان هن جون اکيون جڻ ٻه مشعلون ٻري رهيون هيون. انهن اکين کي اميرخان ڪڏهن به روئندو نه ڏٺو هو؛ هن انهن ۾ محبت ڏٺي هئي، سپردگي ڏٺي هئي، هٺائي ڏٺي هئي، بهادري ڏٺي هئي، ارڏائيون ۽ البيلائيون ڏٺيون هيون، دلبريءَ جا سنها ۽ وڻ ڏٺا هئا، پر هن لڙڪن جي طوفان ۾ ٻرندڙ سرخ مشعلون نه ڏٺيون هيون. اميرخان انهن مشعلن ۾ وڌيڪ نهاري نه سگهيو. هن جي اندر ئي اندر ڪنهن شيءِ جي ڀڄي ڀوڻ جو ٽڙلاءُ، سندس جسم ۾ هڪ سرد لهر ٻنجي داخل ٿيو ۽ هن کي پنهنجو سمورو جسم سن ٿيندو، ڳرو ٿيندو محسوس ٿيو. ان ڪيرائيءَ کان بچڻ لاءِ هن وري ڳالهائڻ جو سهارو ورتو،

”جان اسين اڃا وڏا آهيون!“

ليليٰ ڪوبه جواب نه ڏنو. هوءَ لڳاتار هن کي گهوريندي رهي. لڙڪن جي ڏنڌ مان هاڻ نفرت جو ڇوهو اٿي ليڪا ٻاٺڻ لڳو هو.

”جان، اسين هن سنڌيءَ کي اهڙي سزا ڏينداسون جو زمانو اسان جي انتقام کان ڪنبڻ لڳندو.... جان، اسان جو آغوش تنهنجي لاءِ بيقرار آهي ... !“

ليليٰ جي اکين جو ڏنڌ صاف ٿوڻ لڳو، ۽ هيءَ گهڙيءَ هن پنهنجي ڪمربند مان سنهو خنجر ڇڪي ڪڍيو، ۽ اميرخان ني آلر ڪري آئي. سندس لفظ باهه جا اُلا بڻجي اميرخان کي ساڙڻ لڳا! ”بزدل، نامرد، خوني....، منهنجي وڃهو آهو آهين نه هي خنجر تنهنجي سيني جي پار هوندو.... آهه تو جهڙن سوين ترخان سردارن تي هڪ سنڌي پورهيت کي ترجيح ڏيان ٿي، جن ۾ سچائي آهي، سڪ آهي ۽ دليري آهي.... تون نه ڪتو آهين.... ڪتو....!“

هن الائي ڇا ڇا چوڻ ٿي گهريو، پر اوچتو امير خان سندس خنجر واري ٻانهن ۾ ڪٺي هٿ وڌو، ۽ سندس ٻانهن موڙي پوياڻ ورائي ڇڏي. سور کان ليليٰ ڪيڪ نڪري ويئي، ۽ خنجر سندس هٿ مان ڪري پيو. امير خان جي تن بدن ۾ باهه لڳي ويئي هئي، ۽ هن ڏند ڪرٽيندي چيو: ”ليليٰ، اسين تنهنجي حسن جي خيال کان توکي ايذائڻ نٿا چاهيون. تون هڪ ٻيرو هڪ سنڌيءَ اڳيان اسان جي بيعزتي ڪري چڪي آهين. پر هن سنڌيءَ کي اسين تنهنجي اکين اڳيان اهڙي سزا ڏينداسون جو وري توکي ڪنهن سنڌيءَ جي نالي وٺڻ جي جرئت نه ٿيندي.... تنهنجي هن جوانيءَ ۽ هن حسن جو قسم، اسين اهو ئي خنجر تنهنجي سيني جي پار پهچائي ڇڏيون ها، جيڪڏهن اسان کي اهي ڏينهن ياد نه هجن ها، جڏهن اسان تنهنجي حسن کي ڏسي پنهنجو هوش حواس وڃائي ويٺا هئاسون! ياد ڪر ليليٰ،

اهو ڏينهن، جڏهن تو غلامن جي قطار ۾ ٻاڏائيندڙ اکين سان اسان کي اهڙو ليئايو ڏنو، جنهن کي اسين نظرانداز نه ڪري سگهياسون؛ ۽ ياد ڪر اهي ڏينهن جڏهن اسان تنهنجي هر خواهش جو احترام ڪيو ... تنهنجي ڳاله کي خريد ڪري، آزاد ڪري، ترڪستان واپس موڪليو؛ تنهنجي ٻارڙن ٻچن کي قندار جي قيدخاني مان آزادي ونائي ڏني.... ۽ اڄ تون.... ليلي.... تون....!"

امير خان کي ٻه الائي ڇا ٿيو: هن جو ڳلو ڀرجي آيو، ۽ هن جي اکين ۾ لڙڪ اچي لاه آڻا ٿيڻ لڳا. هن کي اهي ڏينهن ياد اچي ويا، جڏهن امير خان بهادر سردار هوندي به جنگ جهيڙي، ظلم ۽ غارتگريءَ کان نفرت ڪندو هو، ۽ هن سموري زندگي ايانيءَ ۽ ادراڪيءَ جي محبت ۾ گذارڻ جو پڪو پهه ڪيو. هو جڏهن سنڌين جون بغاوتون زور وٺنديون ويون ۽ سنڌين خلاف ڪارروائيون ڪندي، جڏهن تڪجي پوندو هو، تڏهن ليليءَ جي هنج ۾ هن کي دنيا جون سموريون ڏرايون، لڙائيون ۽ جنگيون وسري وينديون هيون. هو ڪلي ليليءَ کي چوندو هو ته هوئڻ ته جهاد الله سائين طرفان فرض آهي، پر حق تي مسلمان جهاد في سبيل الله ۾ پنهنجي جان ڏيڻ لاء تيار نين ٿا جو ٻن کي جنت ۾ ليليءَ کان به سهڻيون حورون ۽ انگوريءَ کان بهتر شراب ملڻ جي پڪ هئي. ليلي شوخيءَ مان چوندي هئي: "ڇا مون کان به ڪا حور وڌيڪ سهڻي ٿي سگهي ٿي؟" ۽ هوءَ رُسي ويهي رهندي هئي. امير خان هن لي پرچائڻ لاء هزار جتن ڪندو هو. ان وقت ۽ هن وقت جي وچ ۾ رت جا درياء، هن جي سمورن نازڪ ۽ لطيف احساسن کي لوڙهي ويا هئا. سنڌين جو سرانجهڙو ڳاڙهو رت، جنهن جي رنگ تي سنڌوءَ جي پرئين ڪناري تي هڏندڙ سج مان ڦٽندڙ شفق جو گمان ٿيندو هو، هاڻ هن جي خوابن تي سوار ٿي چڪو هو. پر انهن خوابن ۾ هن کي پنهنجو رت به گڏجندو، مسجندو، وهندو نظر ايندو هو.... ۽ خوابن جي ان ڏنڌ ۾ ٻه اڏول هستيون هن کي باربار نظر اينديون

هيون ـــ سنگهار هن جي پيءُ جو قاتل، ۽ سوڍو، هن جي محبت
جو قاتل! انهن ٻن شخصن جي خواب ۾ اچڻ سان هن کي لباس
تي ٽنگيل پنهنجي پيءُ جو لاش نظر ايندو هو ۽ سلمان جون
ڏپ ۾ اعتباريءَ کان قاتل اکيون هن کي گهورڻ لڳنديون
هيون، ۽ هو ان اوناري سان، پگهر ۾ شم تي ڇرڪ ڀري اٿي
ويهندو هو.

اهي خيال ايندي ئي، هن ليليٰءَ جي هٿن کي ڇڏي ڏنو،
۽ کيس ٻاهر هلڻ جو اشارو ڪيو. امير خان جي اکين ۾ جهڪي
چاٻائون هيون، ليليٰءَ انهن ۾ نهارڻ جي ڪوشش ڪندي، ڪنڌ
نيوڙائي، هن جي اڳيان هلندي، دروازي کان ٻاهر هلي آئي.
ماڙيءَ جي آڳنڌ ۾، زخمن کان چُور سنگهار چوڪنيو پڙل هو.
ڏهاڪو کن ترخان ترارين ۽ ڀالن سان مٿس پهرو ڏيئي رهيا هئا.
سنگهار جا ڪپڙا سندس ئي رت ۾ رڱجي، بدن سان چنبڙي
پيا هئا. سندس ساڄي ڪلهي ۾ لڳل ڀالي جي ڦاٽ مان رت
اڃا تائين سيڙهون ڪري وهي رهيو هو. سندس شبيهه ايتري
ڇرڪائيندڙ هئي، جو ليليٰ هن کي ڏسندي هڪ هنڌ ڄمي ويئي
۽ پوءِ اتي ئي مولهولو تي ڪيري پيئي.

امير خان کيس پنهنجي ٻانهن ۾ کڻي ورتو، ۽ هڪ ترخان
کي پاڻي آڻڻ لاءِ چيائين. هڪ ٻئي ماڻهوءَ کي هُن هڪ ٿالهي
سيخ تپائي آڻڻ لاءِ چيو. جڏهن ليليٰءَ کي هوش آيو، تڏهن هن
پاڻ کي هڪ موڙي تي ويٺل ڏٺو؛ امير خان جي ٻانهن سندس
ڪلهن آڏو هئي، ۽ سوين ترخانن. جون اکيون حيرت مان هن
جي حُسن جا ڍُڪَ ڀري رهيون هيون. امير خان ڄڻ ته هن جي
حسن کي عام بڻائي، هڪ عجيب اطمينان محسوس ڪري رهيو
هو. سامهون سنگهار چوڪنيو پڙل هو. سندس اکين ۾ ڪا مرڪ
موٽي آئي هئي؛ رت جي ڦارڙهاڻ ۾، هن جي اکين جي لال لال
مرڪ ليليٰءَ جي اندر ۾ وڍ وجهڻ لڳي. هن جي دل آن مرڪ
کي پي وڃڻ لاءِ اچاون ڏيڻ لڳي؛ هن جي جسم ۾ اهڙي ٿرڪائي

اچي ويئي، جو ان کي امير خان جو پاڪر ٻہ روڪي نہ سگھيو. پوءِ هن جيڪي ڏٺو، ان تي هن کي اعتبار نہ ٿي آيو: هڪ ترخان ٿلهي تيل سيخ کي ڪاٺ جي ڪُن ڪان جهليندي، سنگهار جي سامهون اچي بيهي رهيو. امير خان ليليءَ کي پاڪر ۾ سوڙهو ڪندي چيو: ”سنگهار، تو منهنجي پيءُ کي تپاس تي ٽنگايو هو، ۽ مون ان وقت ئي توکان بدلي وٺڻ جو قسم کنيو هو. مون سوڍي جي بغاوت جي خيال کان، ان جي پوئواريءَ ۾ پٺي ڏيڻ مدار ڪئي؛ ۽ هاڻ آءٌ توکي تپاس تي اُبتو ٽنگائي سگهان ٿو، توکي گهوڙن جي پيرن ۾ ڇڏائي، چيرائي مارائي سگهان ٿو، هاٿيءَ جي پيرن ۾ لتاڙائي مارائي سگهان ٿو. آئون ٻہ ڪري ٿو سگهان ته تنهنجو سنڌ سنڌ، انگ انگ ڪري ڪپيان ۽ ڪتن جي حوالي ڪريان. پر تنهنجو ڏوهہ انهن سزائن کان ٻہ وڌيڪ سنگين آهي: تو اسان کان ليليءَ کي جدا ڪيو. ان جي سزا توکي اهڙي ملڻ گهرجي، جو موت اَن اڳيان ڪا ئي سزا نہ هجي. چؤ، تون پنهنجي لاءِ ڪهڙي ٿو سزا مقرر ڪرين؟

سنگهار ڪوبہ جواب نہ ڏنو. هو هڪ ٽڪ ليليءَ ۾ نهاريندو رهيو. هاڻ هن جي اکين جي اهڙي ڪيفيت هئي، جو ليلي هن سان نظر ملائڻ کان ڪيٻائڻ لڳي. انهن اکين کان پاڻ بچائڻ لاءِ، پنهنجا پيئي هٿ منهن آڏو ڏيئي ڇڏيا. پوءِ هن سنگهار جو جواب ٻڌو.

”امير خان، پٺهن کي تپاس تي مون ڪونہ ٽنگيو هو: سنڌس ظلمن پاڻ کيس ٽنگايو هو. سنڌين تي ظلم ڪرڻ واري هر ظالم جو اڄ نہ سڀاڻي اهڙو حشر ضرور ٿيڻو آهي. سنڌ ۾ رڳو آءٌ سنگهار ڪونہ آهيان: سوين هزارين سوڍا ۽ سنگهار آهن، جي ظالمن کي تپاس تي ٽنگيندا رهندا! رهي ليلي، سو تہ هر ڪي لٽ، جو مال سمجهيو آهي؛ منهنجي لاءِ تہ هوءِ فقط هڪ وڻنگس آهي، جنهن جي اکين ۾ الماس آهن، جنهن جي چپن ۾ ماکيءَ ڍهڙو مٺ آهي، جنهن جي بدن ۾ هرڻن واري آچل آهي،

جنهن جي هنئين ۾ اهڙي هوراڪورا آهي، جنهن کي فقط منهنجي دل ئي سمجهي. تون ڇا سمجهندين؟ ۽ سزا ــــ سا تون پنهنجي دل کان پڇ ته هڪ بزدل، گيدي ۽ ڪانئر هڪ سورهيه سرويچ کي ڪهڙي سزا ڏيڻ چاهيندو!"

"بس ڪر بدزبان.... اوهان سنڌين کي اهڙو سبق سيکاريندس جو وري صدين تائين اوهان سنڌين کي زبان کولڻ جي جرات نه ٿيندي!" ائين چئي هن پنهنجي ماڻهوءَ کي اشارو ڏنو. ترخان هڪ پل به نه سوچيو، ۽ هن سيخ سنگهار جي اکين ۾، سرمي جي ڪانيءَ وانگر ڦيرائي، هٽائي ڇڏي. وايو منڊل ۾ سڙندڙ کل جي بوءِ ڦهلجي ويئي. سنگهار جي وات مان آواز به نه نڪتو. هن جي اکين جي جاءِ تي به ڪارا گهرا ٽمندڙ ڇڳهه بڻجي ويا. ليليءَ جي نڙيءَ مان اهڙي ڪيهه نڪتي، جو ٻين ترخانن مان ڪنڌ امير خان به ڏڪي ويو. ليلي هن جي پاڪر مان ڇهرڪيءَ وانگر ڀڙڪو کائي اڏامي نڪتي، ۽ سنگهار جي ٻوٽي ٻوٽي اڙٻل سان ۾ پاڪر وجهي اوڇنگارون ڏيئي روئڻ لڳي.

# ١٢

سوڍل جڏهن ته پنهنجي سموري سرت وڃائي ويٺو. راتين جون راتيون، ڏينهن جا ڏينهن پنهنجي ڪوٺڙيءَ کان ٻاهر نه نڪتو. هڪ ئي هنڌ ويٺو رهيو، ۽ سامهون ڀِت اڳيان جي مائيءَ ۾ نهاريندو رهيو. هن جي اکين کي پاڻ ڇنڀڻ وسري ويو هو. سوجهرو بدلجي اوندهه ٿي، اوندهه بدلجي سوجهرو آيو. پر هو اتي ئي ويٺو رهيو. ٻيڙو علو هن جي اها حالت ڏسي ڳڻتين ۾ ٻڏجي ويو. هن ڪيس وندرائڻ لاءِ گهڻيون ئي ڳالهيون ڪيون، پر سوڍل اک به نه ڇنڀي: ڄڻ هو دنيا ۾ اڪيلو هو — هن جو ڪو مٽ نه هو، ڪو سائي نه هو، ڪو سنگتي نه هو. هن کي ڄڻ اهو به وسري ويو ته هو ڪير هو، ڪٿي هو ۽ ڇو هو، هت ڇو آيو هو، ۽ هي سڀڪجهه ڇا هو. علو هن کي سڀ خبرون ٻڌائيندو رهيو: مرزا جان بابا جي لشڪر ڪو ٻوٽو ڪوٺ ٻاريو: مڪليءَ تي هن جي لشڪر ۽ مرزا باقيءَ جي لشڪر جي اڄا تائين خونريز جنگ پئي هلي: مرزا باقي پاڻ لشڪر جي مهنداري ڪري رهيو هو: هن سمورن ترخانن کي وڏن وڏن انعامن جون لالچون ڏيئي پنهنجي پاسي ڪري ورتو هو، مرزا جان بابا جي سسي آڻڻ واري کي پنهنجي ڌيءَ نڪاح ۾ ڏيڻ جو ڍنڍورو ڏيارايو اٿائين: حد ته اها آهي جو ڍنڍوري ۾ اهو به چيو اٿس ته جو سنڌي يا ترخان مرزا جان بابا جو سر آڻيندو، ان کي ڌيءَ سان گڏ بکر جي عملداري به ڏيندو: هو ڏانهن شهر ۾ شورش کي هٿي ڏيڻ لاءِ امير خان ڳجهه وانگر لاسارا ڏيئي رهيو آهي — هزارين سنڌين کي رڳو شڪ ۾ مارائي ڇڏيو اٿس: اهو گهر خالي نه آهي، جنهن ۾ ترخان گهڙي مارڪٽ نه

ڪري ويا هجن، وهندي سيدن تان به نه ٽريا؛ سيد علي شيرازيءَ
جي ڳڙي ۾ رت جا ڦڙا تلاءَ لڳا پيا آهن؛ سيني کان وڌيڪ شورش
ٺٽي جي شاگردن ڪئي هئي، سو سوين مدرسن کي باهيون ڏياري
ڀسم ڪري ڇڏيو اٿن؛ سوين شاگردن کي هاٿين جي پيرن هيٺان
لتاڙي ماريو اٿن؛ آخوندن، فقيرن، ملن ۽ مولوين جون ڏاڙهيون
پٽائي، سندن زبانون وڍائي، کين گهوڙن ڪري سندن لاش درياهه
۾ لوڙهي ڇڏيا اٿن؛ جنهن گهر ۾ باغين جو شڪ ٿو پوين، ان
گهر جي زالن جي سٿڻن ۾ ٻليون وجهائي، کين گهٽين ۾ ٿا
گهلائين. انهن قهرن ۽ ظلمن جو پڙلاءُ به سوڍل جي اکين
۾ جهڪو نه آيو. هو هڪ ٽڪ وٽيءَ ۾ پيل اڇي ڌاڳن ۾
گهوريندو رهيو.... هن کي ان مان ڪهڙو واسطو؟ اهي سنڌي هن
جا ڇا ٿين؟ هي ٺٽو هن جو ڇا ٿئي؟ هيءَ سنڌ ڪنهن جي آهي؟

ڏينهن گذري ويا، پر سوڍل جي حالت ۾ ڪو فرق نه
آيو: سندس نظر ٽي سيءَ هوندي به پکهر جا ڦڙا موتين وانگر
چمڪندا رهيا. پر هڪ ڏينهن چاچو علو ڊڪندو، هن جي ڪوٺڙيءَ
۾ داخل ٿيو، هلڪي کنگهڪار ڪيائين، پر سوڍل پنهنجي دنيا
۾ گم هو. پوڙهو علو تڏهن به نه مڙيو ۽ چيائين: ”سوڍل، شاهه قاسم
ارغون مرزا باقيءَ تي راتاهو ڏنو آهي. مرزا باقي محل جي دريءَ
مان ٽپو ڏيئي ڀڄي ويو آهي!“

ان خبر جو به سوڍل تي ڪو اثر نه ٿيو. علوءَ وري
چيو: ”ان وقت سنگهار به مرزا باقيءَ جي محل ۾ گهڙي پيو
هو. ويڙهه ۾ هو مرزا باقيءَ تي وار نه ڪري سگهيو، ۽ مرزا
باقي دريءَ مان درياهه ۾ ٽپو ڏيئي نه ڀڄي ها ته...“

سوڍل ڄڻ ننڊ مان جاڳي پيو. ”سنگهار.... سنگهار؟ ڪٿي
آهي سنگهار؟“

چاچو علو چپ ٿي ويو. هو سوڍل جي اکين کان ڊڄي
ويو. هن جي پورين اکين ۾ رت اوتيو پيو هو، ۽ انهن
۾ هڪ وچ مچ لڳو هو، سو ڏاڍو ڀوائتو هو.

"مون توکان سوال ڪيو، چاچا علو! ڪٿي آهي سنگهار؟"

"امير خان جي ليليءَ کي ڪٿي ويو آهي، ۽ امير خان ڪٿي ويو اٿس.."

سوڍل ته ڄڻ چپ ڪري بيٺي. هن جو هٿ ٽاري جي ونيءَ تي سوگهو ٿي ويو، ۽ هن جو سمورو بدن سيتجي ٽڪجي ويو. ٽاري جي وني ٽڪرا ڪري ڇڏي بيٺي. ٽاري جو هڪ ٽڪرو هن جي هٿ جي ترِيءَ ۾ چڀي پيو. اڇي دارونءَ سان گڏجي هن جي هٿ مان وهندڙ رت هن جي سٿڻ کي ڳاڙهو ڪرڻ لڳو. چاچو علو ڊڄندي اڳيان وڌيو ۽ چيائين: "سوڍل، تنهنجو هٿ ڦٽجي پيو آهي!"

سوڍل اوچتو اٿي بيهي رهيو. هن جي انگ انگ کي ڪپ اچٽيون چڙهون ساڙڻ لڳيون. هن جي بدن ۾ هلڪي ٿڙڪڻي پئجي ويئي، ۽ هن ڏند پيڙهيندي چيو: "منهنجي گهوڙي سنبراءِ!"

"شهر جا ڪجهه جوان ٻڙس توسان ملڻ آيا آهن، سوڍل! هو چون ٿا ته تون جيڪڏهن سندن مهنداري ڪرين ته هو سنڌ تان سر گهورڻ آيا آهن!"

سوڍي ڄڻ ورچندي چيو: "چاچا، مون چيو ته گهوڙي سنبراءِ!"

پوڙهو علو دل ئي دل ۾ سوڍل سان خفا ٿيندي، ٻاهر نڪتو. هن جي پويان سوڍل به ٻاهر نڪتو آيو. ٻاهر ويهارو ٻڙس ڄڻ هن جي اوسيئڙي ۽ انتظار ۾ بيٺا هئا. سڀني گڏجي چيو: "جيئي سنڌ!"

اهو آواز ايترو گهورو هو، ايترو معصوم هو. ايترو ڇڇلائيندڙ هو، جو سوڍل جي اکين ۾ لڙڪ پرجي آيا، ۽ اڙڪن جي آن ڏند سان، جوانن کي ڏسندي هن پڻ پڻ ڪندي چيو: "جيئي سنڌ.... جيئي سنڌ!"

"سوڍل، اسين توسان آهيون. سنڌ توسان آهي، سنڌ تنهنجي اوسيئڙي ۾ آهي!" هن سان هڪڙي جوان چيو، جو ڪنهن دارالعلوم جو شاگرد ٿي ڏٺو.

"سنڌ....! سنڌ؟ سنڌ؟!" سوڍل تقريباً روئندي چيو. "ڪٿي آهي سنڌ؟ هيءَ ڇڙيل ڇيريل، وڍيل ڪپيل سنڌ، جنهن تي ڳجهون لامارا ڏيئي رهيون آهن — اها آهي سنڌ؟ اها آهي دودي جي سنڌ؟ اها آهي تماچيءَ جي سنڌ؟ اها آهي دولهه درياخان جي سنڌ؟.... هو ڏسو! سنڌ جو لاش سڙي رهيو آهي، هو ڏسو نئو جلي رهيو آهي!"

هو الائي ڇا ڇا چوندو رهيو. هن جي ذهن ۾ سنڌ وري ڪَرَ موڙيا هئا، ۽ ان سان گڏ ۾ ڳاڙها ڇپ، ۽ اگهاڙيون ٻانهون ۽ چوليون هنڌڙ ارهه ۾ ڪَرَ موڙي جاڳي پيا هئا.

"مون کي بخش ڪجو ڏاڏو، آءٌ سنڌ لاءِ نه، آءٌ پنهنجي جنگ وڙهڻ نڪتو آهيان. آءٌ ڪوڪلو آهيان. مون کي ڇڏي ڏيو. آءٌ پنهنجي اندر جو جهيڙو نبيرڻ پيو وڃان. اوهين مون کي پنهنجي حال تي ڇڏي ڏيو!" سوڍل جڏهن ٻاڪي اندران ئي اندر وڍبو ئي ويو، ۽ اکر سندس وات مان جڻ ڦٽجي زخمي ٿي ٿي نڪتا.

"اسين به توسان آهيون، سوڍا!"

هن ڪوبه جواب نه ڏنو. گهوڙيءَ لاءِ هن جوان کي گهوريندو رهيو. اوچتو الائي ڪيئن هن کي پنهنجو پانڌيو سالول ياد اچي ويو، ۽ هن جڻ زوريءَ مرڪندي چيو: "جيڪا اوهان جي مرضي: منهنجو ڪو نڪتو ڪونهي، منهنجو ڪو ماڳ ڪونهي. مون سان گڏجي جي اوهين به پنڌ تا گهرو ته پا بسم الله!"

ٻڍڙو علو سوڍل جي گهوڙيءَ سان گڏ هڪ ٻيو گهوڙو به ڪاهيندو آيو. سوڍل ڪيس ڏسي چيو: "چاچا، هي ٻيو گهوڙو ڪنهن جي لاءِ آندو اٿئي؟"

"پنهنجي لاءِ! آءٌ ماني ٽيڪي ڪري ڄاڻان، فارسي ڳالهائي ڄاڻان — مون آءٌ به ڪنهن ڪم اچي وڃان!"

"۽ هيءَ سرام؟" هڪ جوانڙيءَ پڇيو.

"سنڌ سامت جو ساهه، ڪنهو ته سرائون گهٽيون. گهڻو ٿي
سنڌ جو ليمڪانڻ اٿم. مان ڀي ٻوڙهه هڏ ٻه ڪم اچي وڃي!"
سوڍي سوار ٽين کان اڳ ٻچڻ تي گهرڊو ته سنگهار
ڪهڙي پاسي ويو، پر ان جي ٻڌران هن سوال ڪيو: "اميرخان
ڪهڙي طرف ويو؟"
"ڪينجهر ڏانهن!" هڪڙي همراه جواب ڏنو.
سوڍو وڌي پنهنجي ڪميت ناٽن آيو، ۽ سندس منهن ۽
ڪنن تي هٿ ڦيرائڻ لڳو. گهوڙيءَ پنهنجي مالڪ کي ڪي
ڏينهن ڪونه ڏٺو هو، سا سهڻ مٿي ڪئي. سندس منهن سان منهن
ملائڻ لڳي. سوڍي چيو: "چري، اڄ مٿو ٿورو ٿي آهين!"
ڪميت خوشيءَ کان پنهنجي ڪل ڦڙڪائڻ لڳي، ڇڻ هڙ ورڻي
سوڍل جي سوار ٿيڻ جي آس تي ظاهر ڪئي. سوڍي لانگ وڙائي
نه سڀني همراهن پنهنجن گهوڙن کي ڪميت جي پٺيان چنڊي ڏني.

.... ... ....

سانجهيءَ جو سج هن کي ڪناريءَ جي هڙئين ۾ لٿو.
گهوڙن جي سهڪ جو هلنار لڳل هو. مٽيءَ ۽ ڏڪڙ کان هن
جا منهن پورا ٿي ويا هئا. سج جا آخري ڪرڻا، هڙيءَ جي
وان نان ڪڙي، هڪين کي پنهنجي اکيرا ڏڪ ڏياري رهيا هئا. عاوءَ
گهوڙو اڳتي وڌائيندي چيو: "سوڍل گهوڙا ٿڪجي پيا آهن:
وڌيڪ هلاسون ته وهٽ مري پوندا. رات اتي ٿي ڪاٽو ڪجي
نه ڪيئن؟"
سوڍل جا خيال هن جي ڪميت کان به تيز سنگهار،
ليليءَ ۽ اميرخان کان به اڳتي نڪري ويا هئا. عاوءَ جو آواز
ٻڌي، هن رکو ايترو چيو: "جيڪا سنگت جي صلاح!"
علو ڇڻ ته هڙيءَ جي وڻ وڻ کان واقف هو: هن کي
اها خبر هئي ته اڇو پٽ ڪٿي آهي، پاڻي ڪٿي آهي يا شڪار
ڪٿي آهي. هو همراهن کي وٺي اچي هڪ تلاءَ وٽ پهتو. سڀ
اتي ٿي لهي پيا. گهوڙن کي ٿورو پنڌ ڪرائي، ڪين پاڻيءَ تي

ڇڏي ڏنائون. علو ٻن ڄڻن ساڻين ان هڙي اندر هليو ويو، ۽ ٿوري وقت کان پوءِ ٻن همراهن جي ڪلهن تي هڪ وڏو ڦاڙهو هو. هڪڙي ٻئي ساٿيءَ جي ڀاڪر ۾ هڪ ننڍڙو هرڻ هو. همراه ٻاهر ٻاري هرڻن کي پچائڻ ويهي رهيا. ڇهن همراهن کي هن آسپاس جي نظرداري ڪرڻ لاءِ موڪليو — باقي ساٿي ٽوليون ٺهي اوڀاريون لهواريون ڪرڻ ويهي رهيا.

سوڍو هنن کان الڳ، هڪڙيءَ ٽِپ تي ويهي ڪجهه سوچيندو رهيو. هن جي من ۾ جيڪو اندڪار مٿل هو، ان کي لڪائڻ جي ڪوشش ۾، پنهنجي ڪٽاري سان زمين تي اُڌا اُبتا ليڪا ڪڍڻ لڳو. ليڪا هن کي نظر ٿي آيا، پر هن کي ائين محسوس ٿيو ڄڻ اهي ليڪن سان ليليءَ جو سورو بدن جاڳي هن ڏانهن جهڪي لڳو هو. اهو خيال ئي هن کي پريشان ڪرڻ لاءِ ڪافي هو، ۽ هو ورئي اُٿي ويهي رهيو. ڪٽارو ڪمربند ۾ هئي. پير سان ليڪا ڊاهڻ لڳو. وچ جي سوچهري ۾ هن جا ساٿي هن جي حرڪتن کي ڏسي اچرج کائيندا رهيا. سوڍي بابت هن جيڪي ٻُڌو هو، هي سوڍو ان کان بلڪل مختلف هو. سڀ کان وڌيڪ ڪَٽي علوءَ کي هئي. هن جي دل ئي دل ۾ چيو: ”آءٌ رانيون ڪونه سٺو آهي — ڏٺي منهنجا ٽون خبر ڪجانس!“

پڪل هرڻ جي هڪڙي ران کڻي جڏهن علو سوڍل وٽ آيو، تڏهن سوڍو وري پنهنجي دنيا ۾ موٽي آيو، ۽ هن شڪرگذاريءَ سان علوءَ ڏانهن ڏٺو. علو سنڌس ميهڻ تي سرهائي ڏسي پاڻ به مرڪڻ لڳو. سوڍو اڃا کائي ۾ ئي هو ته هڪڙو همراه ڊڪندو هن ڏانهن پهتو ۽ سهڪندي چيائين: ”سوڍا، ڏماڪو ڪرنز ترخان هڪ ڏولي ڪڍايو ٿي پيا وڃن!“ سوڍل ڳوشت جو ٽڪر علوءَ جي هٿ ۾ ڏيندي اُٿي پيو. ”ڪير آهي ڏوليءَ ۾؟ پڇيئي؟“ ”امير خان جي ڀيڻ آهي — ليلي نالو چوٽن!“ همراه سهڪندي جواب ڏنو.

سوڍل کي ائين محسوس ٿيو، ڄڻ هڙئي لانوڻه واڪر

ڦرڻ لڳي هئي. هن جا ساٿي، مڇ تي پچندڙ ڦاڙهو، سامهون ٽوبن مان ڏاڍو چرندڙ گهوڙا ۽ هڙيءَ سان گڏ ڦرڻ لڳا هئا. هو پنهنجو هٿ مٿي تي آڻي، پنهنجي هڪڙي ڳل کي مهٽڻ لڳو. پوءِ هو تيزيءَ سان هڪڙو پالو ڪندي پنهنجي ڪميت ڏانهن ويو. هن جا ساٿي به اٿي بيهي رهيا، ۽ پنهنجن گهوڙن ڏانهن وڌيا. سوڍي هنن ڏانهن نهارڻ بنان چيو: ”مون اوهان کي چيو هو ته هنن پنهنجي پنهنجي جنگ آهي. پلاڻي ڪري اوهين اتي ئي ترسو!“

هن جي لفظن ۾ ڪو دڙڪو ڪونه هو، پر هن جي آواز ۾ اهڙي ڪيفيت هئي. جو همراه اتي ئي ڄمي ويا. سوڍل ڪميت تي سنج به نه وڌا؛ ٽوبرو سندس ڪنن مان ڪڍي، هٿ ڇڏيندي، آهستي چيائين: ”هل ميٺي!“

ڪميت به ڄڻ پنهنجي مالڪ جي ڪيفيت کي سمجهي ويئي هئي. بنان لغام جي پنهنجي سوڍل جي ڏنهي اشاري تي، هن هڙيءَ کي چيرڻ شروع ڪيو. هن جي چال ۾ عجيب لوڏ اچي ويئي، ڄڻ هن کي اهو احساس هو ته سوڍل بنان سنجن جي چڙهيو آهي، مٿان ڏکيو ٿئي. پر ان لوڏ جي باوجود هن جي رفتار ۾ فرق نه آيو. ڪميت اڃا هڙيءَ کان سنهن ڪيو ته پردان ئي ٻرندڙ مشعلون نظر آيس. اونده سان اڇن ڪري، مشعلن جي تکي روشنيءَ ۾ ترخانن جا لڏندڙ خاڪا هو چڱيءَ طرح ڏسي ٿي سگهيو. پالو سڌو ڪندي، ترخانن جي وچ ۾ چٽل تير وانگر اچي ٿڙيو. ٻهرڪين ئي وار سان ئي، ترخان دل ڏاريندڙ رڙيون ڪندا گهوڙن کان هيٺ اچي پيا. گهوڙن به هن اوچتي مصيبت کان ٽهڪ شروع ڪيو، ۽ ترا ڪٽي پنهنجن ئي سوارن کي لتاڙيندا هڪ پاسي نڪري ويا. سوڍل جو پالو اڃان ڪڙڪي رهيو هو، ڄڻ پاڻي ۾ عقاب جو روح سمائجي ويو هو ۽ ... ڳولي ڳولي ترخانن جا سينا پرڻ ڪندو ٿي ويو. ڪميت جي ... جي داٻن ۾ ڏمڪاءُ وجهي ڇڏيو. هڪڙي ترخان جي ... ... ڇهنب سوڍي جي ڳل کي ٻنهه اک هيڊان

ڇهڪ ڏيئي ويئي. اتان وهندڙ رت هن جي ڇڄن مان ٽيندو هن جي ڇڄن تي ڳڙڻ لڳو. پنهنجي ئي رت جو سواد محسوس ڪري سوڍي مان ڄڻ ڏهه سوڍا ٿي پيا. هن ڪمربند مان ڪٽارو ڪڍي پنهنجي هٿن سان وار ڪرڻ شروع ڪيو. پالو ترخان جي نڙيءَ کي ڇهون ڇهون ڪندي، ڪنڌيءَ جي پار هليو ويو. سوڍي ڇڪ سان پالو ڪيڻ جي ڪوشش ڪئي ته ترخان لڙڪي گهوڙي تان ڪري پالو پاڻ سان گهليندو ويو. هن ترخان جي ڪرڻ سان باقي بچيل ترخان گهوڙن کي اڙبون هڻي ڪٺي هڪ پاسي منهن ڪيو. انهن ٿي پاڻيو ڄڻ هنن ڪو جن بوت ڏٺو هو، ۽ لڳاتار گهوڙن کي اڙيون هڻندا ٿي ويا. گهوڙي کن ۾ هو غائب ٿي ويا.

سوڍو ٽپ ڏيئي گهوڙي تان لهي پيو. سامهون ڏوليءَ جا ڪهار ڏولي اتي ئي ڇڏي پنهنجي جان بچائڻ لاءِ اوندهه ۾ ڪنهن پاسي نڪري ويا هئا. سوڍل پٽ تي ڪريل مشعلن مان هڪڙي کڻندي ٽڪل قدمن سان ڏوليءَ تائين آيو، ۽ پردو هٽائي ڇڏيائين.

ليلي هڪڙيءَ پاسن جي سهاري تي ليٽيل هئي: هڪڙي هٿ جي ترڙيءَ تي سندس مٿو جهليل هو. هن جا ڇڙو ڇڙ وار ڪاهن تان وري هن جي ڇاتيءَ تي پکڙي ويا هئا. مشعل جي ڀڙڪندڙ روشنيءَ ۾ سوڍل هن ڏانهن نهاريو. سوڍل کي ڏسي ليليءَ جي منهن جي ڪيفيت ئي بدلجي ويئي هن جي ڇپن تي هڪ عجيب مرڪ ڇانئجي ويئي. هن جي اکين ۾ هڪ نئين شوخي پرجي آئي. سوڍل هن جي اکين پاڻهن ڏانهن نهاريندي انهن محسوس ڪيو ڄڻ هن جي ڏورن جو ماس ڪنهن عجيب اڇل کان ٽڙڪڻ لڳو هو — ۽ پوءِ هن جي نظر هن جي اگهاڙي ارهه جي محراب تي پيئي. هن جي نظر اتي ٽڪي نه سگهي، ۽ اتان لهندي هن جي ڏن تي جهلجي پيئي: ڏن جي هيٺان، پاسي تي، اچي کن سان هڪ خوبصورت خنجر هيرن سان جڙيل ميان ۾ ڪٽيل هو. سوڍل مشعل ڏوليءَ جي تختي آڏو نهاري ڇڏي.

ليلي گهوڙي کان هن کي ڏسندي رهي. مرڪ سندس چپن
تان سچي منهن تي ڦهلجي ويئي، ۽ جڏهن ان مرڪ جي جوت
هن جي اکين ۾ پهتي، تڏهن سڌي ٿي ويهي رهي. سندس ڇاتي
زور سان هيٺ مٿي ٿيڻ لڳي، ۽ سوڍل کي ائين محسوس ٿيو
ڄڻ زمين هن جي پيرن هيٺان ڌڏڻ لڳي هئي. ليليءَ هن جي اکين
۾ نهاريندي چيو: "جانِ من، مون کي پڪ هئي ته تون مون
کي ڳولي لهندين!.... پر ايتري دير ڪئي آهي! اڃ.... اوري آءٌ
ته آءٌ تو کان سنڌ وساري ڇڏيان!"

سوڍل هٿ وڌائي، سندس نرڙ جي وچ تي ڏسڻي آڱر
رکي ڇڏي. نرڙ تان سندس وار هٽائيندي، آڱر سان ڄڻ رستو
نهاريندي، هن جو هٿ لهندو ويو. هن جي آڱر هن جي نڪ
تان لهي هن جي چپن تائين پهتي ته ليليءَ چپن کي سوڙهو ڪندي
هن جي آڱر کي چمي ڏني، پر آڱر هيٺ لهندي ويئي. هن
جي کاڏيءَ جي خال تان گسڪندي، هن جي خوبصورت ڳچيءَ
تان مڙي، هن جي ارهه جي محراب ۾ اٽڪي پيئي. پر جلد ئي
اتان ٿڙي هن جي چولي مٿان هلندي، هن جي دُن تان ڦرندي،
خنجر جي ڳن تي اچي بيهي رهي، ۽ هن ليليءَ جي اکين ۾
نهاريندي خنجر مياڻ مان ڪڍي ورتو.

ليلي اڌ پورين اکين سان هن کي ڏسندي رهي. هن جي
ٻانهن ۾ اچل ايندي ويئي، ۽ هن وحشي گهوڙي کي پنهنجي
سيني ۾ جاءِ ڏيڻ لاءِ، هوءَ ٻانهون کولي گوڏن ڀر اٿڻ لڳي.
سوڍي اوچتو پنهنجي هٿ کي هلڪو اشارو ڏنو، ۽ خنجر جو
ڦر ڳن تائين هن جي ارهه جي محراب ۾ داخل ٿي ويو. ليليءَ
هڪ ڪيٻت ڏني هڏڪي ٽڙڪڻ جي ڪوشش ڪئي. هن پنهنجي
منهن تي مرڪ قائم رکڻ لاءِ چپن ئي ننهن جو زور لاتي، پيئي
هٿ ڪئي هن جي ٻهراڻ ۾ وڌا، ۽ پنهنجو منهن هن جي ڇاتيءَ
جي وارن ۾ لڪائڻ جي ڪوشش ڪندي، هوءَ ڍرڪندي هن
جي قدمن ۾ ڪري پيئي.

سوڍل کي ائين محسوس ٿيو ڄڻ گهمنديڙ، چڪرکائيندڙ
دنيا ٻيهي رهي هئي. هن جي ذهن ۾ مثل سمورا طوفان ۽ واچوڙا
ٻيهي رهيا هئا. هن جي اندر جو مچ اُجهامڻ لڳو هو: فقط هن
جي دل جي جاءِ تي هڪ وڏو گهرو خال ٺهندو ٿي ويو، ۽
الائي ڇو هن جي اکين ۾ لڙڪ ٻرجڻ لڳا هئا. هن پنهنجي پويان
ڪنهن جي زور سان ساهه کڻڻ جو آواز ٻڌي پويان نهاريو.
ڪميت سندس پٺيان ڪنڌ جهڪايو بيٺي هئي. هن جا ايندڙ لڙڪ
واپس موٽي ويا، ۽ هن پيار سان ڪميت جي بشڪن تي هٿ
ڦيريندي ڀڻ ڀڻ ڪئي: "اڙي مٺي ته هلون. منهنجي جنگ پوري
ٿي: هاڻ اچ ته سنڌ جي جنگ ڇيڙيون!

.... .... ....

ماٺيٺي، مهر ڀريٺي، سنڌوءَ ۾ جڏهن اُٿل ايندي آهي، تڏهن
ائين ڀانئبو آهي ته هن ۾ نوح جي ٻيڙي به ڪانه بچندي. واهڙ
وسيون، ڪيٽ ڪرا، نديون نارا، هيناهيون مٿاهيون پاڻيءَ جي اُڇ
۾ ڏڪيبيون، سنڌوءَ جي هنج ۾ گم ٿي ويندڙيون آهن، ۽ پريان،
ائين ڀانئبو آهي ڄڻ آب ۽ ڌرتي پاڻ ۾ ملي، هڪ ساگر جي
صورت ۾ وهڻ لڳا آهن. آب پاڻ بچائڻ لاءِ پوئتي هٽندو رهندو
آهي، ۽ ڌرتي پنهنجي پاڻ ۾ سمائجندي، پاڻ بچائيندي، نيون
حدون، نوان ڪنارا، نوان ساحل ڳوليندي رهندي آهي — ۽ هر
طرف پاڻيءَ جون ڳالهيون ڳٺيون آهن، هاهوڪار مچندي آهي.
ماڻهو ته ماڻهو، پکي پکڻ ۽ جيت جناور پاڏائيندڙ اکين سان ڪو
نئون اجهو، ڪا نئون پناهه ڳولڻ لڳندا آهن.

چون ٿا ته اهڙين مندن ۾، جڏهن سنڌي سيلاني، غوراب
ٻيڙي، مڪڙا سنيالي، سڙهه سنوان ڪندا هئا، تڏهن سندن اکين
وجهڻ، جنر ڏيا ٻارڻ کان پوءِ به سيلاني نه ورندا هئا، تڏهن اهي
پاڻ - وهيئيون چڙهيون سُر ساموندي جا آلاپ ورلاپ ڪنديون،
گهر موٽي ايندڙيون هيون، ۽ ساگر جي سيني ۾، هنن جي موٽڻ
تي، اهڙي اُٿل ايندي هئي، پاڻيءَ جي اُڇ ٿي آڇ آڪاس ۾

اهڙا رنگ پرڻ لڳندي هئي، جو ساڻهو چوندا هئا ته جيڪڏهن ساگر جي هيءَ آڇ به جي اچل ڪائي وجهي ته.... ؟!

پر هيل ونين جي ورلاپن بدران هڪ نئون راڳ، نئون سنگيت ساگر جي وبرن مان ٿيندو، سنڌوءَ جي لهرن ۾ پڙاڏا پيدا ڪندو، ماڻهن جي سين ۾ پرڻ لڳي هو. ماڻهوءَ ماڻهوءَ جي وات ۾ اهائي واڻي هئي: نو پدو، مون پدو، هين پدو، هتن پدو — آخر ۾ ترخانن پدو ته سوڍو ڪاميندو ٿو آڇي. جتان جتان اهو آلاپ اٿيو ٿي، اتان ترخان اڳوات تيز پدي نئي پڇڻ لڳا.

سوڍو هڪ سمنڊ هو، جنهن ۾ سنڌ جي ڪنڊ ڪڙڇ مان، وڪر واهن مان، شهرن وسين مان، ساگر ڦٽي، تير ڏارائن جي روپ ۾ سمائجندا ٿي ويا. ڦڙي ڦڙي تلاءُ، تلاءُ تلاءُ ندي، ندي ندي ساگر ۽ ساگر ساگر سمنڊ بنجي چولبون هڻي. آپ ۾ راهون پيدا ڪرڻ لڳو. ماڻهن ۾ عجيب غريب ڳالهيون، آڪاڻيون ۽ قصا ڪهاڻيون بڪرجي ويون: پوڙهيون پڪيون ۽ وڏڙا جڏهن سج جي چوڏاري ويهي اوپاريون لهواريون ڪندا هئا، تڏهن روز نت نئين ڪهاڻي جنم وٺندي هئي. هڪ ڪهاڻي خاص طرح هندن ڪنهن پرم ۽ وسوسي وانگر، ديوما لا بنجي پرڻ لڳي هئي ته سوڍل اصل ۾ دولهه درياخان آهي، جنهن الله سائين کان، جنت ۾ گهمندي، هي وچن ورتو ته منهنجي جيجل سنڌڙيءَ کي ويري راني ويا آهن، مون کي ٿوري مهلت ڏيئي، وري ڌرتيءَ تي جنيدان ڏيو. الله سائين چيس ته اسين توکي جنيدان ڏيئي، سنڌ ان شرط تي موڪليندا سون ته جنت نان هٿ ڪشندين ۽ دوزخ سونپيندين. دولهه درياخان اهو شرط به منظور ڪيو. ۽ الله سائينءَ جا شڪرانا مڃيندي چيائين ته سنڌڙيءَ تي سر ڏيڻ جو هڪڙو پيو موقعو ملي ته مون کي هڪڙو ڇا، هزار جهنم به قبول آهن!

سوڍو ۽ سندس ساٿي جتان ٿي لنگهيا، اتي چڙ ته منڊل لڳي ٿي ويا. ڳوٺاڻا هٿن جي آجيان لاءِ اکيون وجهيو ويٺا هوندا ڦلدڙيون ڪسنديون هيون، دنيا ۽ ڪر پڇندا هئا، دهل دمام

وڃندا هئا، ڍونڪن تي نچون ٿينديون هيون، ماڻهو ڇيريون ٻڌي
مورا ڳائيندا، ڌمر وجهندا، هنن جي مرحبا ڪندا هئا، ۽ سڄو
ٻاٻو منڊل "جيئي سنڌ" جي ٻراڏن سان گونجڻ لڳندو هو. اهي
ٻراڏا ٻڌي آسپاس جي ڳوٺن مان ترخان پنهنجا گهوڙا پلاڻو
لڳندا هئا.

پر سوڍو ۽ سندس ساٿي ته ڪي عجيب انسان هئا؛ سڄا
بت ڀڀوت، چاپٽيون ڏاڙهيون اٽ ۾ اڇيون، ڪپڙن تي رت جا
ڇنڊا ڄڻ هولي کيڏي آيا هئا، اکين ۾ ميچ ڄڻ هر گهڙيءَ ڪنهن
ڳولا، ڪنهن تلاش ۾ هئا. ماڻهن سان اهڙي قرب سان ملندا
هئا ڄڻ ورهين جا وڇڙيل هئا. سوڍي کي ڏسڻ لاءِ ماڻهو ائين
ڳاهٽ ٿيندا هئا، ڄڻ ته هنن نه ڏٺو ته سندن قيام ٿي ڪانه
ٿيندي. سڀڏي سڀاجهڙا اهوجهڻ جيان، هن جي ڪا نشاني هٿ
ڪرڻ لاءِ پاڻ ۾ وڙهڻ ٿي لڳا. جي هن جا ساٿي نه سنڀالين ته
ماڻهو هن جي ڪپڙن کي ڦاڙي، ليڙون ڪٽي وڃڻ لاءِ پاڻ ۾
وڙهڻ جهڙڻ ٿي لڳا. جتان جتان ٿي لنگهيو، انهن هنڌن تان ٻيو
ڪجهه نٿي ملين ته ماڻهن مٽيءَ جون ننڍڙيون هڙون ٻڌڻ ٿي
شروع ڪيون، ۽ سوڍو هنن سڀاجهڙن جون اهي اهوجهائيون ڏسي
الائي ڇو، ڪنڌ جهڪائي پنهنجي سنڌ جي ان ڌرتيءَ کي گهورڻ
لڳندو هو، جا ماڻهن کي ايتري پياري هئي.

جنهن جنهن ڳوٺ ۾ سوڍل پنهنجي سينا سان داخل ٿي
ٿيو، اتي وڏڙا گهراڻي، سندن پنچائت چوندائي. ڳوٺ جي ڪرڙوڍ
ماڻهن ۽ جوانن کي حفاظت لاءِ هٿيار پنوهار ڏيئي، اڳتي وڌندو
هو. هر ڳوٺ مان ڪيترائي جوان مڙس هن سان شامل ٿيندا هئا.
سوڍل جي سينا چوماسي جي درياهه وانگر ويران وير وڌندي وئي.
سوڍل کي ڄڻ ته اکين ۾ ننڊ ٿي ڪانه هئي؛ جتي ٻه رات پوندي
هين، اتي چونڪي ڏيندڙ جوان اڪثر هن کي پنهنجي منهن سان
همراهن جي قطارن مان لنگهندو، سندن منهن ۾ گهوريندو، ڄڻ
پاڻ ۾ ٻهرو ڏيندي ڏسندا هئا. جن سڀني ساٿين هن کي آرام

۽ سک ڏيڻ لاءِ هزار جتن ڪيا، پر سوڍل جي سک سمهڻ سگهيو
ئي نه هو.

سوڍل جي زندگي شفق جي ڳاڙهي ڪڪر واري زندگي
جهڙي ٿي، جنهن ۾ روشنيءَ ۽ اجالي کان سواءِ رت جون ڌارائون
شامل هيون. هن جي اکين ۾ نيون ڏياٽيون ٻرڻ لڳنديون هيون،
جن جي جوت هن جي چوڌاري جي نور جو هڪ ڪڪر پيدا
ڪري وڌو هو. انهن ڏياٽين جي جر ۾ نهارڻ سان ئي ڏسندڙ کي
سوانح پڙهي وٺندي هئي. هو هميشه کان وڌيڪ، اڳي کان اڳرو،
چپ ۽ سانتيڪو ٿي ويو هو. پر ان سانت ۾ هڪ نئين لهر
هئي — جنهن کي سمنڊ ۾ اٿندڙ آنڌي ۽ طوفان کان اڳ سانت
۽ سانت جي لهر آيري ايندي آهي. هن سان ڳالهائڻ جي ڪنهن
کي همت نه ٿيندي هئي؛ فقط چاچو عالو ڪنهن طرح هن کي
ڳالهائڻ تي مجبور ڪري سگهندو هو. پر هيءَ آئل نه اهڙي
هئي، جو سوڍو نه چاهي، پيا جوان ب ڳالهائيندا گهٽ هئا، هر وقت
ايندڙ لڙائين جي انتظار ۾ سندن دليون ڌڙڪنديون رهنديون هيون.

سنڌ جي ڳوٺن جي جوانن جو من به اُترو وڌي ويو،
جو هو پنهنجي سمهڻ ترخانن کي دڙڪا ۽ ڌمڪيون ڏيئي
سگها نه هو ته سوڍل جا ماڻهو هئا، ۽ جيڪڏهن هو پنهنجي ظلمن
۽ ڏاڍاين کان باز نه آيا ته هو سوڍل وٽ داتهين ٿي ويندا. ڪيترن
جي ڳوٺن مهمانين جهاز لاءِ ماڻهو ٿي موڪليا، پر سوڍي
جو سڀني کي جواب هوندو هو ته "ادا، جي منهنجي مهماني
ڪهڻي اٿو، ته ڪو جتو جوانن جو ٺاهي اچي اسان سان شامل
ٿيو!" هن سوڍل جا ساٿي مينهوڪيءَ جي درياهه وارگر وڌندا
ويا ۽ ٿي وياهه ٿوري وقت ۾ ڪهاڙين، لوڙهين ۽ ڀالن جي
بدران هن وٽ ترخانن کان ٺهرايل تراريون، ڀالا ۽ ڍالون اچي
ويون. هن جي تنظيم ۾ خاص ڳالهه اها هئي، جو منجهن ڪو
فرق نه هو. هڪ ئي طرح جو ڪاڙو سپ ڪائيندا هئا، هڪ ئي
طرح سان جيجل ڌرتيءَ کي وڄائو بڻائي سمهندا هئا. چونڪي

۽ ٻيو ڏينهن جو وارو ٻه سيڻي تي ايندو هو. انهن ۾ سوڍل به
شامل هوندو هو. فقط هيڪڙو فرق هو — سو اهو ته جنگ جهيڙي
وقت سوڍل جي هر ڳالهه، ڄڻ لوهه تي ليڪو هئي. ڪنهن کي
هن جي ڳالهه اورانگهڻ جي همت نه ٿيندي هئي. ترخانن جي
ننڍين ننڍين چانوڻين تي راتاها ڏيڻ هنن جو معمول ٿي ويو.
هنن جي طاقت اڃا ايتري نه هئي، جو سڌو سنئون ترخانن جي
لشڪرن سان وڙهن. ان ڪري سوڍل اڪثر پنهنجن همراهن جي
چونڊ جٿي سان ننڍين ننڍين چانوڻين تي اهڙيءَ طرح راتاها ڏيندو
هو، جو ترخانن کي اها خبر نه پئجي سگهندي هئي ته حملو
ڪنهن، ڪهڙي وقت ۽ ڪٿان ڪيو.

هيڪڙي اماس رات جو هو پنهنجن ويهارو ڪن سائين سان
پنهنجي باقي لشڪرڪان گهڻو اڳتي نڪري آيو. واپس ورڻ تي
هئا ته پريان ڪين مشعلن جي روشني ليٽاڪا پائيندي نظر آئي.
سوڍل جون اکيون اونده ۾ ڇرڪنديون روشنيءَ جي ان نقطي
ڏانهن ڏسنديون رهيون. اڳين تي ڀانيو جڏهن ان نقطي جا ترورا
هن کي پاڻ ڏانهن ڇڪيندا ٿي ويا، ۽ اهي ترورا هن جي اکين
تي جڏهن پوءِ ٽئين ڏانهن ويجها پوندا ٿي ويا. جڏهن هو ڀنهه ويجها
پهتا، تڏهن سوڍل پنهنجن ماڻهن کي گهوڙن تان لهڻ جو اشارو
ڏنو. گهوڙن کي اتي ئي وڻن ۾ ٻڌي، هو پيرين پيادا روشنيءَ
ڏانهن وڌيا. ٻڌه ويجهو پهچڻ تي هنن ڏٺو ته اٽڪل پنجاهه کن
تنبو کُتل هئا. ٻن تنبن اڳيان مشعلون ٻري رهيون هيون. ڪجهه
پهريدار واري واري سان تنبن جي چوڌاري گول چڪر ڏئي
پهرو ڏيئي رهيا هئا.

سوڍل، پنهنجن ماڻهن کي هٿ ميانهين هڏ تي بيهڻ جو
اشارو ڪري، پاڻ تنبن جي اوٽ سان ٿيندو، مشعلن وارن تنبن
جي ويجهو پهتو. هيڪڙي تنبوءَ جي ٻاهران چار پهريدار بيخبرا
پاڻ ۾ ٻٽ شٽ، هڻي رهيا هئا. اتي روشني ايتري تيز هئي، جو
اونده سان نڪرڻ جوکم جو ڪم هو. پر سوڍل اونده جي

اوٽ مان نڪري، پنهنجي ڪٽار هٿ ۾ جهلي، آهستي آهستي
تنبوءَ جي پٺيان نڪرڻ لاءِ اڳتي وڌيو. عين ان گهڙيءَ هڪڙو
پهريدار پنهنجي چونڪيءَ جو چڪر ڪاٽي، هن جي سامهون
لنگهي وارو هو. هنن جي وچ ۾ فقط چند قدمن جو فاصلو هو.
سوڍل هڪدم تنبوءَ جي اوٽ ۾ ساهه روڪي بيهي رهيو. هن
کي پڪ هئي ته اتان لنگهندي پهريدار جي نظر هن تي ضرور
پوندي، پر هو ان لاءِ اڳيئي تيار هو. جڏهن پهريدار بنهه هن
سان منهان منهن ٿيڻ وارو هو ته هن چيتي واري چال ڏيئي،
هڪڙو هٿ هن جي وات تي ڏيئي ڇڏيو ۽ سندس ٻيو هٿ هن
جي چيلهه کي هڪ ڇيڙي کان ٻئي ڇيڙي تائين ڇري ويو.
ترخان جي دانهن هن جي هٿ ۾ ئي چچڙجي مري ويئي. جڏهن
سوڍل کي پڪ ٿي ته ترخان جي رڳن مان به آواز مري ويو،
تڏهن کيس کڻي هڪ تنبوءَ جي پويان اهڙيءَ طرح ڍڳهاري
سمهاري ڇڏيو، جو پريان رڳو سندس پير نظر اچن. هو پاڻ به
اتي ئي اونده ۾ بيهي، ٻئي پهريدار جي اچڻ جو انتظار ڪرڻ
لڳو. ڪجهه گهڙين کان پوءِ ٻيو پهريدار اچي ڪجهه ڳوليندو،
تنبوءَ جي اونداهين پاڇن ۾ نهاريندو، هن ڏانهن وڌڻ لڳو. سوڍل
سمجهي ويو ته هو پنهنجي ساٿيءَ کي ڳولي رهيو هو. هن کي
پنهنجي چڪر ۾ ان پهريدار جي نه موٽڻ تي حيرت هئي. جڏهن
ٿي پهچي، هن کي سندس پير نظر آيا، ۽ پاڇولي ۾ انهن تي نظر
اڏيو ڄڻ اونده جو فائدو وٺي، موقعو ڏسي هو جاڏي واڻي سمهي
رهيو هو. تڏهن پهريدار جي منهن تي مرڪ سان گڏ ڪا شرارت سجهي
آئي، ۽ هن فارسيءَ ۾ گار ڏيندي چيو: ”ننڊون ڪر، حرامخور....
بيهه ته....“ جنهن تي هن کي لنگهن مان جهلي ٻاهر ڇڪڻ تي
هو ته هڪ لوهي ڇنبو سندس ڳچيءَ ۾ ڦهي ويو. هن جي اکين
۾ مشعلن جي روشني ۽ اونده واري واري سان نچڻ ٽپڻ ۽
غائب ٿيڻ لڳي. هن رڙ ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي پر هن کي
ائين محسوس ٿيو ڄڻ ڪنهن سندس ڄڀ کي پاڙئون پٽي ڇڏيو

هو. هن گهڙيءَ جي سور کان روئڻ ٻاڏائڻ جي ڪوشش ڪئي،
پر هن ائين پاتيو ڄڻ ته هن جون اکيون پنهنجي جاءِ تان ٻاهر
نڪري رهيون هيون. هن ڪوشش ڪئي ته ڪنهن طرح سان
پنهنجي جان ڇڏائي، پر هن کي پنهنجون ٽنگون ڌرتيءَ کان مٿي
لڙڪنديون محسوس ٿيون. گهڙيءَ کان پوءِ پنهنجو، پيرن هن کي
اهو احساس جاڳيو ته موت بنهه هن جي دل ڏانهن اچي پهتو
هو، ۽ هو هڪ سڪل ٻٻر جيان پنهنجي سانئيءَ مٿان ڪري پيو.

سوڍل هن کي اتي ئي ڇڏي، وري پنهنجي جاءِ تي موٽي
آيو. هن کي پڪ نه هئي ته اڃا ڪو ٻيو ٻهريدار چڪر تي
ايندو يا نه. ڪجهه وقت انتظار ڪري هو هڪڙي تنبوءَ جي
پٺيان پهچي، پنهنجي ڪٽاري سان ان جي تلهي ڪپڙي کي
چهڪ ڏيڻ شروع ڪيا. اندر گهڻو جيترو لوگهو ڪري، هو
تنبوءَ ۾ ٽپي پيو. ٻاهر ٻرندڙ مشعلن مان ڇڻي ايندڙ روشنيءَ
۾ هن جيڪي ڪجهه ڏٺو، تنهن هن جي دل ۾ ڇڪ وجهي
ڇڏيو: رسن سان ڇوڪريو ٻڌل سنگهار هن ڏانهن نهاري رهيو هو. اکين
سان نهاري رهيو هو. اکين جي جاءِ تي ٻه وڏا ڇڪهه هئا، جن
مان رت ڳاڙهو پيلو ٻاڻي وهي، سندس ڏاڙهيءَ ۾ سڪي ويو هو.
سندس سمورو جسم ڦٽن ۽ چهرن سان ڇچريو پيو هو. ايترو زخمي
۽ ناپين هجڻ جي هوندي، ترخانن هن کي اهڙو سوگهو ٻڌي
ڇڏيو هو، جو ائين ئي پاتيو ته ترخانن کي اڃا به هن کان ڊپ
ٿي ٿيو. گهڙيءَ لاءِ سوڍل جو من سُن ٿي ويو. هن جي پنهنجي
اکين ۾ مرچ پوڻ لڳا. هن جي سڄي بدن ۾ سيون ڇڀڻ لڳيون.
محض ان احساس کان بچڻ لاءِ، هو ڪٽارو هڻي ۾ جهلي، دروازي
ڏانهن وڌيو. ٻاهر نڪرڻ سان ڄڻ هن کي ڪن پٺيان ٿيو. ڳالهيون
ڪندڙ ٻهريدارن کي ڳالهه سمجهه ۾ نه آئي ته هو ڪير هو ۽
ان تنبوءَ مان ڪيئن نڪتو. ٻهرئين ترخان کي ٻاهه جو هڪ
تيز الو پنهنجي ٻنهي ڪلهن جي ٻوري وچ ۾ کپندو محسوس
ٿيو، ۽ هن ايڏي رنڀ ڪئي، جو سندس ساٿين جون دليون ڪنبي

ويون. هن جي ڪرڻ وقت، سوڍل ست ڏيئي هن جو ڀالو ڪسي
ورتو، ۽ سامهون بيٺل ترخان جي پيٽ ۾ ٽنبي ڏنو. اُن ڀالي
کي اتي ئي ڇڏي، هن پاسي ۾ بيٺل ٽئين ترخان کي ڪمربند
۾ هٿ وجهي کڻي مٿي ڪنيو، ۽ ڪوس اهڙي اُڇل ڏنائين، جو هو
جنهن جي ڪري پرزي وانگر مٿي پر جهٽ ڪريو، تنهن وري چريو
به ڪونه. اهو سڀڪجهه ايترو جلد ٿيو، جو چوٿين پهريدار کي
يقين نه پئي آيو ته اها سڀڪجهه حقيقت هئي يا هو خواب ڏسي
رهيو هو. جيسين هو ڪجهه ڪرڻ لاءِ تيار ٿئي، تيسين سوڍل
جو هٿ زوزات ڪندو هن جي منهن تي وري ويو. ترخان تي
چڙ وڃ ڪري پيئي. هو ابتو ئي ٽاڙجي ٻوٿان ڪري پيو،
۽ ٻوهه سندس ئي ڀالو سوڍل هن جي پيٽ ۾ ٽنبي ڏنو. ڀالي کي
وٽ ڏيئي ڇڪي ٻاهر ڪڍيائين ته ٻيو واري تنبوءَ وارا پهريدار
ڀالا سڌا ڪري هن تي آلر ڪري آيا. هن اتان ئي ڀالي کي
اُڇل ڏني. هڪڙو پهريدار پاڻ بچائڻ لاءِ جهٽ هيٺ جهڪيو،
تنهن ڀالو سندس پيٽ بدران سندس ڳچيءَ جي رڳن کي چيري
ويو، ۽ هو اتي ئي ڍير ٿي ويو. ٻئي پهريدار جڏهن سنگهار تي
حملو ڪيو، تنهن سوڍل جا ٻئي هٿ سندس ڀالي ۾ کپي ويا.
ڀالي کي پاڻ ڏانهن ڇڪيندي، هن پنهنجو گوڏو ايترو زور سان
ترخان جي پيٽ ۾ هنيو جو ترخان پاڻ کي هوا ۾ ڪرندو محسوس
ڪيو— جيسين هو وري سڌو ٿئي، تيسين چڙ کو حمل هن جي
مٿان ڪري پيو، ۽ سوڍل جي آخري ڌڪ ئي هن جو مٽڪو
ٽڪاءِ ڏيئي ڇڏي پيو.

سوڍل پنهنجي آسپاس جو جائزو وٺندي محسوس ڪيو ته
ترخان جي رڙين تي تنهن ۾ چرپر ٿيڻ لڳي هئي. ماڻهن جي
آڙ، هڪبئي کي هڪلن ڏيڻ ۽ هٿيارن کڻڻ جا آواز ڦهلجڻ لڳا.
سوڍل وري تنبوءَ ۾ گهڙي ويو، ۽ سنگهار کي ڪنهن ٻڪريءَ
وانگر ڪلهي تي کڻي، هو تڪڙو ٻاهر نڪري آيو. تنهن جي
پٺيان اچي، اونده، مان هلندو، اچي پنهنجن ساٿين وٽ پهتو. هن

پنهنجن ڪن سائين کي هري هري ڪو حڪم ڏنو. چار ڇٽا اڳتي وڌي تنبن ڏانهن وڃڻ لڳا؛ ۽ باقي همراهن سان موٽي اچي ڪهوڙن تائين رهيا.

سوڍل سنگهار جا رسا ڪپيندي، ڪيس پنهنجي ڪميت تي ويهاريو ۽ همراهن کي سوار ٿيڻ جو اشارو ڪري، پاڻ اڳيان وڌي ويو. گهڙيءَ ڪان پوءِ سورن تنبن مان باهه جا شعلا نڪرڻ لڳا، ۽ همراهن جي ڏسندي ڏسندي سورن تنبن کي باهه وڪوڙي ويئي. باهه جي روشنيءَ ۾ هُن وري سوڍل کي پنهنجن سائين سان موٽندي ڏٺو. سڀئي سائي ڪهوڙن تي چڙهيا ته سوڍل به ڪميت تي، سنگهار جي پويان چڙهي ويٺو. گهوڙيءَ کي مالڪ جي اشاري ملڻ تي جڻ نئين جان اچي ويئي، ۽ هو اهڙيءَ طرح هلڻ لڳي جڻ زمين بدران پاڻيءَ تي ترندي ٿي وڃي.

پنهنجي منزل تي پهچي، هن آهستي ڪري سنگهار کي لاٿو. همراه چوڌاري گهيرو ڏيئي، هن زخمي نائين کي ڏسڻ بيهي رهيا. سوڍل چاچي علوءَ کي اشارو ڏنو، ۽ ٿوريءَ دير ڪان پوءِ علو ڪوسي پاڻيءَ سان سنگهار جا ڦٽ ڌوئڻ ويهي رهيو. اوچتو سنگهار ننهه، هورڀان چيو: ”ڪو ڪاهائي ٿو نٿو! ابا، ڪو سنڌي ... جائي ٿو اوهان سان....!“

هن اهي لفظ ايتري درد سان چيا جو سڀني جي دل کي جهوڻو اچي ويو. سنگهار وري چيو: ”ڪير مڙس آهيو؟“

سوڍل نرميءَ سان چيو: ”ادا، آءٌ آهيان سوڍل!“

گهڙيءَ لاءِ هڪ ڳوري ڳوري ماٺ ڇانئجي ويئي. پوءِ سنگهار جي منهن تي مرڪ مڙي آئي. ”آءٌ به چوان ته اميرخان جي لشڪر ۾ ڪهڙي پوڻ وارو ته رکو سوڍو ئي ٿي سگهي ٿو. ۽ سوڍل، هاڻ آءٌ تنهنجي ڪهڙي ڪم جو....!“

سوڍو منهن هيٺ ڪري، پنهنجن ئي خيالن ۾ محو هو. سچ ته اڳين سان سنگهار سؤ سڙهن جو سٽ هو، ۽ هاڻ.... هن

جو معذور ناهين پاڻ! هن کي پنهنجي پاڇائيءَ پاڳل جو سهاڳ
ياد اچي ويو، ۽ هو ڪجهه سوچيندو اتان اٿي ويو.

.... .... ....

سوڍو ڪو به ڪم سنگت جي صلاح کان سواءِ ڪونه
ڪندو هو. جيڪڏهن ڪهن صلاح نه ونندي هئي، ته چپ چاپ
ويٺو هوندو هو. هن جي منهن تي ڪجهه اهڙو رنگ اچي ويندو
هو، جو همراهه پنهنجي راهه تي پيهر سوچڻ لڳندا هئا، ۽ ٿيندو
اهو ئي هو جيڪي سوڍو چاهيندو هو. هن جي سنگت ۾ پنجاهه
انهن همراهن جي هئي، جيڪي پنهنجا جتا ناهي، ارغونن ۽ ترخانن
سان پنهنجي سير چوٽون کائي، اچي سوڍي سان شامل ٿيا هئا.
اهي همراهه به پنهنجن سائين سان صلاحون ڪري، پوءِ اچي سوڍي
سان حال احوال ڏيندا هئا. نتيجو اهو نڪرندو هو جو جيڪو به
ڪم هو ڪندا هئا، ان ۾ سمورن ماڻهن جي هڪ ئي راءِ هوندي
هئي. جڏهن سوڍي جي سينا ۾ ڏهاڪو هزار ماڻهو گڏ ٿيا، تڏهن
ننڍن جوانن ۾ ڪجهه بي آرامي پيدا ٿيڻ لڳي. هنن پنهنجا
اڳوان موڪلي سنگت ڪوٺائي ته هاڻ گهڻو ئي لشڪر گڏ ٿيو
آهي، ڇو نه ٺٽي تي چڙهي، مرزا باقيءَ تي سڌي سنئين حملا
ڪجي، ۽ هڪو فيصلو ڪجي: پيا ته سنڌ آجي ٿئي يا سڀ
سر ڏيئي مرها ٿين. سوڍي جي منهن تي جيڪو رنگ آيو،
تنهن مان ڪنهن کي به اها سڌ پنجي نه سگهي ته هو به ان راءِ
جو هو يا نه. جيسين ڪو فيصلو ٿئي، تيسين هڪڙي ڪنڊ مان
آواز آيو، جنهن ۾ سوڍي وارو تاءُ ته ڪونه هو پر جنهن ۾
پروسي جا آهڙائي آهيان هئا. اهو آواز سنگهار جو هو، جنهن
چيو ته ”پائو، ٺٽي واري ڇانوڻيءَ ۾ ستر هزار ترخان لشڪري
آهن. درياهه جي اورئين پر چاليهارو هزار ترخان ڇانوڻي هنيو ويٺا
آهن. تنهن کان سواءِ ٺٽي کان ڇهه ڪوهه پري مرزا باقيءَ جي
جان نثارن جو دستو آهي، جيڪي سمورا گهوڙيسوار ۽ زره پوش
آهن. ٺٽي شهر اندر ئي امرخان جي دستي هيٺ پندرهن هزار ارغون ۽

ترخان فوجي شهر کي هيسائڻ لاءِ خيما کوڙيو ويٺا آهن. سو آڳهرو ئي مان تہ کو فائدو کونہ ورندو. پاڻ سنڌي گهڻو ئي سرويچ سهي، پر ويريءَ جي وت جي سار نہ ڪرڻ دانائي نہ آهي. تنهن کان سواءِ مرزا جاني بيگ سيوهڻ ۾ ويٺو آهي. بکر جو ڪوٽ بہ ترخانن سان ڏنو پيو آهي. قندار وارو رستو کليو پيو آهي. ائين نہ ٿئي جو اڳين هلچلن وانگر هيءَ اٿل بہ اڻ ڏٺي ويريءَ هٿان پوري ٿي وڃي!“

مات لڳي ويئي. سڀني کي اها ڳالهہ دل سان لڳي آئي. هن مان ڪيترن تہ آهي چانوٺيون ڏٺيون بہ ڪونہ هيون. لشڪر جا اهي انگ ٻڌي، ڪيترن جي منهن تي نا اميديءَ جو رنگ اونچي ويو. سنگهار سوڍي ۽ ٻين سوين همراهن، جن انهن چانوٺين تي راتاها ڏنا هئا، تن کي خبر هئي تہ مقابلو ڪنهن سان هو.

”ڀلا پوءِ؟“ هڪڙي جوان، جنهن کي ڪنن ۾ ڏکيون واليون پيل هيون، ۽ سندس منهن ۾ عجب مٺيا هئي، اٿاولو ٿيندي چيو.

”آدل، جي مون کان ڏيا پڇو تہ آءٌ تہ ان مت جو آهيان تہ اول پنهنجي بہ ڪا هڪ هڪائي چانوٺي ڪجي. ڪو سيرو ڪوٽ هٿ ڪري، اتي وڃي تياريون ڪجن. ماڻهو، هٿيار پنهوار، گهوڙا، وهٽ ۽ ٻيو سامان سڙوڪڊ ڪجي. اتانهون راتاها ڏيئي قندار واري ناڪي- پير کي بند ڪجي. اتانهون سيوهڻ تي چڙهجي تہ جئن اتر وارن پاڙن جي سات سان قندار، ملتان ۽ ٻين گهٽن مان ترخانن کي ڀچندڙ واهر کي روکي سگهجي. پوءِ وارو ڪجي بکر جي ڪوٽ تي. سيوهڻ ۽ بکر کيريا تہ ٺٽي ۾ بہ ٺاڪوڙو پئجي ويندو. پوءِ ٺٽي واري ملهہ ڪجي ٺٽي ۾! ادل، سنڌ کي ويرين ۽ ڌاريں کان آجو ڪرڻ هڪ- ٻن ڏينهن جي ڳالهہ نہ آهي. هن لاءِ تہ سموري حياتي، حياتيءَ جا سمورا ڏينهن، سمورن ڏينهن جو پَهر پَهر، ۽ پَهر پَهر جي هڪ هڪ گهڙي گهورڻي پوندي!“

واه واه ٿي وئي: ڪنڌڪريا پنجي ويا. آتي جو اتي
صلاح ٿي ته ترت لاءِ ڪي ماڻهو ڇڏي، باقي لشڪر موهن ڪوٽ
تي چڙهي. موهن ڪوٽ کي چانوڻي ٺاڻي. سومهڻ تي راڻاڻا ڏجن.
سرديءَ جي منهن تي سرهائي ڏسي، جوانن جا منهن ٻه ٻهه ٻهه،
ٻهڪڻ لڳا. سر ترين تي هجن ته مرڪ به ٻهڪڻ لڳندي آهي.
ڪنڌندي، ڪڌندي سر ڏيئي ته ڪو سنڌين کان سکي. پيٽ ٻکئي،
انگ، اگهاڙي هوندي به ساڻهه جي ناليءَ تان قربان ٿيڻ به ڪو
سنڌين کان سکي. انيز ٿي پانيو ته پتنگن پاڻ ٻچائڻ جو ٻهه،
ڪنڌي، پال وساري ڇڏيو هو.

موهن ڪوٽ تي لشڪر جا چڙهيد، ارغونن ترخانن پانيو
ته مٿن وچ ڪري پيئي. هنن مان وڏيءَ ... جي ڪيترن ترخانن
سنڌين جون اگهيون بغاوتون ڏٺيون هيون، راڻاڻ وارئون راڻيون
ياد هيون، پر هيئن ڏيهن ڏٺي جو لشڪر چڙهي اچي ته درياخان
ان پوءِ هنن نه ڏٺو نه ٻڌو هو؛ هي سنڌي ته ڪي عجيب
مخلوق هئا، جن وٽ ڀالن ۽ ترارين بدران ونگ وارئون موڪريون
کهاڙيون هيون. جن وٽ تراريون يا ڀالا هئا، تن اگهان ڍالون
به ڪين ڏاريون. هو وڙهيا ائين ٿي ڄڻ هيءَ سندن آخري جنگ
هئي، جنهن ۾ هار جيت بدران هنن لاءِ رڳو شايد هڪڙو ئي
آدرش هو ته ڪوٽ جي دروازي تائين اڳ ڪير ٿو پهچي. ڪي
ترخان ته هنن کي ڏسي ٿهڪ ڏيئي کلڻ لڳا هئا. هي مٺ جيترا سنڌي
تلواري ڪاٽڪن سان ڪيئن وڙهڻ آيا هئا. هنن جو ڪل لشڪر
سندن گهوڙيسوارن کان به گهٽ هو، جن کان ٿمٺا چمونا پيادل
لشڪري ڀالن، ترارين ۽ خنجرن سان الڳ هئا. هنن سنڌين کي
ته سڌيون صفون ٺاهڻ به ڪين آيون. وڙهڻ لاءِ اڪثر ائين پئي
وٺيا ڄڻ ته ڪنهن سرونءَ جي شڪار تي، روندي خاطر نڪري
پيا هئا. پر.... پر گهڙيءَ کان پوءِ کلندڙ ترخانن کي اهو ڏسي
حيراني وٺي وئي ته سنڌي سندن لشڪر کي اهڙا سوڙها پوندا
ٿي ويا، جو ترخان پوئتي هٽڻ ۽ ڪوٽ جي دروازن ڏانهن نهارڻ
لڳا هئا. هي ته سنڌي نه، يقيناً ڪا جنات هئي، جا بازن وانگر

آڏامندي، حملا ڪندي ٿي آئي. هنن جو نہ ڪو اڳواڻ، ڪو سردار، ڪو مهندار ٿي ڪونہ هو. ڪلهو ڪلهي سان لائي هو اڳين ٿي وڌيا، ڄڻ سڄي فوج هڪڙو ئي ٿهو هو، جو پنهنجي سر تان سانگو لاهي وڌڻ لڳو هو. هنن مان ڪي نہ اڳين ٿي وڌيا، جو هنن کي ڏسندي ئي ڏيپ وٺي ٿي ويو. هنن مان هڪڙو سانهو نہ ڀڃي هٿن سان وڙهي رهيو هو. هن جي گهوڙي ترخانن جي وچ ۾ ڪنوڻ وانگر وراڪا ڏيئي رهي هئي. هن جو ڀالو هڪ ئي وقت ٻن ٻن ترخانن مان پار لنگهي ٿي ويو. هن جي آسپاس مان ترخان ائين ڀونئي هٽڻ ٿي لڳا، ڄڻ ڪنهن جن ڀوت ٿي نظر پيئي هجن. هنن جي ائين لهڻ ۽ هٽڻ سان، سنڌن ڀويان وڙهندڙ ترخانن جا گهوڙا بہ ٿڪي، هٽندي پنهنجن ئي پيادن تي چڙهڻ لڳا هئا.

ڏينهن بہ چڙهندو ٿي آيو، ۽ سنڌي بہ سڄي حي فوج سان گڏ چڙهندا ٿي آيا. ڌرتي ڌٻڻ لڳي، هٿيار ٽپڻ لڳا، گهوڙا ٽپڻ لڳا ۽ رت بہ ٽپڻ لڳو. رت جي اِن آتت ڪان سنڌين جو من وڌي ويو هو، ۽ پوءِ هنن هڪ ئي نعرو هنيو: ”جيئي سنڌ!“ اِن نعري آسمان چيري وڌو، ڪوٽ جا ڪنگر ڌڏي رهيا، ۽ ترخانن جون دليون ڌڪجي ويون. ترخانن ڄڻ ان نعري جي انتظار ۾ هئا، ۽ هو وڙهڻ ڇڏي ڪوٽ جي دروازن ڏانهن ڀڳا. پر سنڌين سنڌن پٺ نہ ڇڏي، ۽ جنگ ڪوٽ اندر ٽنهن سر مچڻ لڳي. پر هاڻ ڄڻ نہ جنگ ۾ اهو جوش نہ رهيو هو. ترخان لاباري حي سنگن وانگر ڪرندا ٿي ويا. گهوڙا سوارن کان سواءِ پيادن کي چيريندا ميدانهن هوڏانهن ڀڄڻ لڳا؛ ۽ پوءِ ترخانن جي هڪڙي ٽولي وري دروازي کان ٻاهر ڀڄڻ شروع ڪيو تہ ڄڻ سڀني ترخانن کي ڀهريون ڀيرو پنهنجو ساهہ ۽ پنهنجي جان ياد آئي، ۽ هو بہ ان ٽولي جي ڀويان ڀڄڻ لڳا. انسانن جو هڪ درياءُ لهندڙ ٻوڙ وانگر ڀونئي لهڻ لڳو هو، پر سنڌين سندن پٺ نہ ڇڏي. جيستائين ڪين ملندا ويا، تيستائين ڪين ڪيرائيندا ويا.

جڏهن سوڍل ۽ سندس لشڪر ڪوٽ جا مورچا ٽپي، شهر ۾ داخل ٿيا ته سومل ڪوٽ جي ماڻهن جي عجيب حالت هئي. هنن ڏونڪن تي ڇيڄ وجهي، هنن سورهيه سرويچن جي آجيان ڪئي. دربن مان، ماڙين مان، ڪنڌن تان، ڇانئين تان، ٻنيءِ ٻنيءِ تان سون- ورنيون ڦلن سميون اڇلنديون، پنهنجن پانڙن جي آجيان ڪنديون ٿي وييون. اڄ ته ڪنهن کي ٻار سولي ڪرڻ ۽ اکڙي ڪڍڻ جو به خيال نه رهيو هو: پاڙن کان ڪهڙو حجاب. پيڙهيون هٿ ڪئي، ڳراٽڙيون پائي ڪين دعائون ڪري رهيون هيون، ڇو هنن جا پنهنجا وڇڙيل ٻچڙا صدين کان پوءِ اڄ ڪين مليا هئا. الا، هي ڪهڙو سمو هو، جنهن ۾ خوشيءَ کان ڇيڄون پئجي رهيون هيون، جهمريون لڳي رهيون هيون، دهلن، ڏونڪن ۽ شرنائين تي هو جماليءَ جي تنوار هئي، پر اکين مان لڙڪن جي بادل ٻس نٿي ڪئي! هر شخص ساڳئي وقت کِلي به رهيو هو ته روئي به رهيو هو! سوڍل پنهنجي ڪميت جو لغام ڇڏي ڏنو هو: رت جي ڇنڊن سان هن جا ڪپڙا اڃا پنل هئا، ڇو هو ڪنهن رت جي سانڍ مان ٽپي هئي آيو هو. هو جتان ٿي لنگهيو، اتي ماڻهو هن کي چمن، هن سان هٿ ملائن، هن سان ڳالهائن لاءِ ڳاهٽ ٿيو ٿي لڳا، ۽ ڪميت، ڪجهه سوچي، بيهي ٿي رهي. هنڌ هنڌ تي هن کي هارن، ڳانن ۽ رڪڙين سان جهنجهي ٿي ڇڏياڻون. سوڍل جي منهن تي ته اڄ اهڙي سرهائي هئي، جا اڳي ڪڏهن به نه آئي هئي. پر هن جي منهن ۾ هڪ نئين ڏيا، نئين جوت ٻهڪي لڳي هئي. پر هن جي دل ۾ هڪ نئون طوفان به مچل هو. الا، ٿل هي منهنجي ڏيهه جا ماڻهوڙا اڃا ٻهڪندا، مهڪندا، ٽهڪندا رهن ـــ اها آس، اها اميد هن جيءَ دل مان ٽڪ-وڪاڻي ٻاهر نڪتي، ۽ ٻه لڙڪ هن جي پلڪن ۾ موتي بڻجي ڏيءِ ٽڙيو لڳا!

○

# ١٣

دادن جڏهن اهي خبرون ٻڌيون ته مجاهد خان ميٺهن واهه کرڻيو، سنڌ تي چڙهندو اچي، تڏهن هن جي دل ۾ ٻه جذبا جاڳي آٿيا، جن جو بظاهر هڪٻئي ۾ ڪوبه لاڳاپو ڪونه هو. هڪ جذبو ته هن جي لوں لوں ۾ اڱين سمائجي ويو، جنهن پتر اڇلائڻ سان ڪنهن ماڻي پاڻيءَ ۾ جاڳندڙ لهرون چنهي ڪنارن تائين ڦهلجي وينديون آهن، ۽ زيباڪي پوري ڏسڻ جو امنگ هن جي جسم جي چپن تي ڪنارن ۾ ڪَرَ موڙي جاڳي پيو. ٻيو جذبو، جذبو نه پر هڪ آرزو، هڪ خواب جي تعمير جيان هو، ۽ هن تصور تي تصور ۾ سنڌ مان ترخانن کي هار ڪائي قنڌار ڏانهن موٽندو ڏٺو، ۽ ان جي نتيجي ۾ آزاد سنڌ وري هڪ ڀيرو دنيا جي نقشي تي اڀرندي نظر آيس. پر الائي ڇو، اهو پوئيون تصور ايترو ڏنڊاو ڇو هو. هن کي ائين محسوس ٿيو، ڄڻ ان تصور تي ڪو ڪارو پاڇو پوندو ٿي ويو. ان پاڇولي کي سڃاڻندي به هن ان کي سڃاڻڻ نٿي گهريو. ڇا مغل ترخانن جي وات مان هي سٺيو گراهه ڪڍي، ان کي وري سنڌين جي حوالي ڪندا؟ هيءَ سوني سر زمين، جنهن سڪندر جهڙي شهنشاهه کي انهيءَ چوڻ تي مجبور ڪيو ته 'ڪاش! سنڌ يونان جو حصو هجي ها ته يونانين کي هيءَ دنيا سان جنگيون ئي جوٽڻيون نه پون ها؟'— سا سر زمين اڪبر سنڌين کي موٽائي ڏيندو؟ اهي سوال اهڙا هئا، جن تي هن سوچڻ نٿي گهريو، پر رکي رکي اهو سوال هن جي ذهن جي تهخانن مان پڙڪو ڏيئي ٻاهر نڪري ٿي آيو. هن ڪوشش ڪئي ته زيبا جو تصور ان ڪاري پاڇولي تي ڇانئجي وڃي، ۽ ان

جي جوت ان اونداهي ڏنڌ کي لڪائي ڇڏي. پر هر پيري پاڇولي
جي اونده ان جوت کي ڪائيندي ئي ويئي.

جڏهن ڪان هو واپس موٽيو هو، ترخانن جا جاسوس هن
جي ڪڍ هئا، ۽ هن کي هر وقت ترخانن جي پوشاڪ ۾ رهڻو
ٿي پيو. هن جي دل پنهنجي اباڻي گهر ڏسڻ لاءِ آتي هئي، پر
آخوند نور محمد جي حڪم تي هو ٺٽي هليو آيو هو. اڪبر ٽائين
مرزا باقيءَ واري خط پهچائڻ لاءِ هن کي لاهور ڏانهن روانو ٿيڻو
هو، پر ٺٽي جي مدرسن جي تنظيم لاءِ هو ڪجهه ڏينهن ٺٽي
۾ ئي رهي پيو هو. ترخانن جا ظلم ڏسي، هن جو رت ٽهڪڻ
تي لڳو، ۽ الائي ڇو ترخانن کان بدلي وٺڻ جي آرزوءَ کي
هو دل ئي دل ۾ [illegible] ڪند[illegible] يو. ٺٽي ۾ هن جو رهڻ فرنگي
سياست جي ڪري به ضر[illegible] ٿي پيو هو. ملتان، لاهور، آگري
ڪان هن جا ساٿي هن کي خ[illegible]ون چارون پيا پهچائيندا هئا.

هن جڏهن سوڍي ۽ سنگهار جون ڳالهيون خود ترخانن
جي واتان ٻڌيون، تڏهن هن کي پنهنجي دل ڦٽبندي، وڌي ٿيندي
محسوس ٿيندي هئي. سوڍي کان ته هو ايترو همسيل هو، جو
هو ڪڏهن به سالن اکيون ملائي نه ڳالهايو هو. سوڍي جي
اکين ۾ نهارڻ سولو به نه هو. سوڍي کي هن جي ملتان وڃي
مدرسن ۾ رهڻ ۽ ڪتابن تي وقت خراب ڪرڻ به نٿي وڻيو.
ايترقدر جو هڪ ڏينهن لاءِ ايندو هو ته اول ته ڳالهائيندو ئي
نه هو، پر جي منهان سنهن ڳالهائڻو ٿي پيس ته چئي ڏيندو هوس
ته 'دادن، پاڻ پورهمت ماڻهو، جي ائين مدرسن ۽ ڪتابن ۾ لڳاسون،
ته ڪو وقت ايندو جو اسان کي سنڌ ئي وسري ويندي. اها
ڪوڙي سياست ڇڏ، وطن ۾ ويهي ڪجهه نه ڪجهه وطن لاءِ
به سوچ. وطن ڪارڻ ڪان آجو ٿئي، پوءِ اهي مڪتب، اهي مدرسا
به پڇي ڪونه ٿا وڃن!' ان جي برعڪس سنگهار دادن جي دل
وڻائڻو. هو پاڻ به آزاد طبيعت جو هو— جئن وڻندو هوس، تئن
ڪندو هو. جڏهن جبل هليو ويو هو، تڏهن به رکو دادن مٿس

کو اعتراض ڪونه ڪيو هو. سنگهار به دادن سان ائين ملندو
هو، جڻ ٻاڻ ۾ سڳا ڀائر نه پر ڪي ٻچ مٽ يار هئا. ڪڏهن
ڪڏهن رازداريءَ سان چوندو هوس ته ”ميان ڇڏ انهن ڪتابن
ڪڙن کي؛ هل ته علي ڪي ڏڪڙا هڻون، ترخان کي ڦريون؛ گهڻو
ئي مال متاع گڏ ڪيو اٿن!“ ۽ پوءِ وري پاڻ ئي چوندو هو
”نه نه ميان، مون ته اهو پوڳ ئي ڪيو. متان انهن ڳالهين ۾
پيو آهين. پل پيو پڙهه ۽ علم پراءِ. اسين نه ڇٽ جا ڇٽ، رهجي
وياسين. اسان جو ڪو ڀاڱو به ته پڙهيل ڳڙهيل سڏجي!“ سنگهار
۽ پاڳل جي واقعي تي به دادن هن سان سات ڏنو هو، ۽ ان
تي سوچيندي ئي هن کان ٽهڪ نڪري ويندو هو. هن کي ائين
محسوس ٿيندو هو، جڻ سوڍو ڪنهن شيشي ۾ بند جن هو، جنهن
کي ڇوڙڻ ۾ ڇهو ئي ڇهو هو، ۽ سنگهار ڪليل هوائن جو ڪو
آزاد پکيڙو هو، جو هر قسم جي ٻنڌڻن کان پري پڄندو هو.

پر جڏهن سوڍي جي سينا جون ڳالهيون هن تائين پهتيون
تڏهن دادن کي جڻ پنهنجي سموري حياتي اجائي ۽ وڃايل محسوس
ٿي. هن کي ائين ٿي لڳو، جڻ هو اهڙي دڙي جو ڍڪڻ هو،
جنهن مان هاڻ ماڻهن پاڻي پيڻ ئي ڇڏي ڏنو هو. هن کي پنهنجي
حال تي شرمساري ٿيڻ لڳي، ۽ هو پڇتاءَ جي اُن پاڻ-وهڻي
وهڪ کان بچڻ لاءِ آخوند نور محمد کان ٻن ڏينهن جي موڪل وٺي
گهر هليو آيو.

هڪ ترخان کي گهر ۾ گهڙندو ڏسي، پاڳل جو ته ساهه
ئي منٽ ۾ اچي ويو، پر هن پنهنجي ڏيرائيءَ ڏانهن ٿڌيءَ اک
سان ڏسندي، اهڙي ڏهڪاڻي ڏني جو ته هن اجنبيءَ کي ڏنو ئي
ڪونه هو. هو در ٻيڪڙي اچا ٻيو اڪريو ئي ڪونه ته پنهنجي
پوئان ڪجهه ڪڙڪو محسوس ڪيائين— ۽ هن جهڪي ڪجهه
ڏنو، تيئن هن حي من کي گاڏون ماڙن ڪري ڇڏيو. هن جي
ننڍي ڀاڄائي ڪنارو هٿ ۾ جهلي اهڙيءَ طرح بيٺل هئي جو
هن حي وک کڻي ٿي، هو اهو ڪنارو سندس پٺ ۾ لنبي ڏيئي

ها. سنڌ جون نهايون سهائيون اڻترو مقابل هيون، جو ست ٻل
۔ هوندي بہ هنن جي هٿن ۾ ڪٽارا ۽ خنجر اچي ويا هئا! پاڻ
بچائڻ جو احساس ڪمزور کان ڪمزور جيتامڙي کي بہ ڏڪ
الارڻ تي مجبور ڪريو وجهي!

”پاڇائي، آءٌ آهيان دادن!“ هن جو آواز ڪنهن نامعلوم
دک ۾ پرجي ويو هو. ننڍي پاڇاٻس وچاري هڪي ٻڪي ٿي
ويئي. پاڳل کان بہ چرڪ نڪري ويو، ۽ هڪندي ڪيس ڪيڪاري
چوائين: ”جيئين، منهنجو تہ مٿو ساهہ ڏي سڪي ويو هو!“

”سانوڻ ڪٿي آهي؟ گهر ۾ ٻهر ڪانہ ٿي ڏسجي. ادو
سڳهار ڪٿي؟“

ڪنهن بہ جواب نہ ڏنو.... پاڇائيءَ جي منهن ۾ نهاريندي،
ساهوسيءَ جي ڳوڙهن جي آجهاڳ سمنڊ ۾ ڪجهہ ڳولهيندي، هن
کان رهيو نہ ٿيو، ۽ چوائين: ”ادي، خير تہ آهي....؟ ڇا ٿيو
ڏي ڪي؟“

پاڳل کوبہ جواب نہ ڏنو. ڳهوڙيءَ کان پوءِ ننڍي پاڇاٻس
چيو: ”ادي کي وٺي مهماني ويا آهن. اسين در ۾ اکيون وجهيو
ويٺيون آهيون تہ اڃا تو ادو اچي....“

پاڳل منهن تي گندي ڏيئي، اچي مڏڪن ۾ ويٺي. دادن
ٻي بہ ڪنهن اچاتي خيال کان وڌيڪ ٻول لڳا.

”پر بہ ٿيو ڇا؟“ هن جي انهن لفظن ۾ دلداري بہ هئي ۽
اڻاهہ درد بہ.

”هڏو انهن تہ ترخانن جهلي وڌو اٿس... !“

دادن منجهي پيو. هن ٻڌي ۾ تہ اهڙي ڪا ڳالهہ ڪانہ
ٻڌي. اها ڳالهہ سا ٻڌي هئائين تہ مرزا باقيءَ جي حويليءَ ۾
گهوڙي پيو هو، ۽ مرزا باقي خان ٻچائي ٻچي نڪتو هو. اٽان
سنگهار کي ڳوٺ ڏانهن سوار ٿيندو ڏٺو هئائون. آخوند نورمحمد
بہ هن جي جهلجڻ جي ڳالهہ ڪانہ ڪئي.

”.... ۽ بابو ڪٿي؟“ دادن اهو سوال ڪنديءَ به سنگهار بابت سوچيندو رهيو.

”چڱو ڀاو آهي.... وڏو هوندو سمجهه ۾، ها ڏبي سوناري جي هٽ تي.... ادي جي ڇاڇاچا لاءِ ڏبي جي هٽ تي ويهي، اوسي پاسي جي ماڻهن کان بيو خبرون وٺندو آهي.... ها ساڻون کي ساڻ ڪري مال جي خبرچار وٺڻ نڪري ويندو آهي!“

دادن چپ نڪجي، هڪ منجهيءَ تي ويهي رهيو. پنهنجي آن مومل پاچائيءَ جي منهن ۾ ڏک جون ريکائون ڏسندو، پنهنجي هيٺين چپ کي ڏندن سان ڪرٽيندو رهيو. ڪيئن انومان هن جي دل ۾ آئندا، گهٽجندا وڌندا رهيا. هن وري پنهنجي پاچائيءَ ڏانهن نهاريو، جنهن جي ڪيئن ان لڙڪن بند ٻس نٿي ڪئي. انهن تي محسوس ٿيو، ڄڻ ته اکيون هن جي پنهنجي وس ۾ نه هيون، ۽ نه لڙڪن تي هن جو ڪو وس تي هليو. هن وري به ڪيس ڏڍ ڏيڻ جي ڪوشش ڪئي.

”ادي، ائين روئڻ سان ته ادو موٽي ڪونه ايندو. ادو سؤ مڙس جو سٽ آهي. هن کي جهلڻ ترخانن جي وس کان ٻاهر آهي. ٿورو ڌيرج ڪر....“ هن کي پنهنجا لفظ کوکلا ۽ بي معنيٰ محسوس ٿيڻ لڳا.

”ادا، ندوريءَ دل کي چا ڪريان.... ماڪ‍ڇنون ڳالهه وسري ٿي نٿي.... جنهن ڏينهن ويو هو، ان ڏينهن کان ئي ڪيئن وسوسا دل ۾ وڌي ويا آهن.... اڳهن هاچل پيري ته مون کي خيال به ڪونه ٿيو، پر هينئر الائي ڇو دل کي پرم ورائي ويو آهي.... مون ڪيس منع به ڪئي، پر ڪين مڙيو.... هاڻ به....“

هوءَ وري به اڇي سڏڪن ۾ پيئي.

دادن کي هنن جي پيار ۽ محبت جي خبر هئي. سنگهار کي ڪجهه ٿيندو هو تي پاڳل ڄڻ چريءَ تي هوندي هئي. سنگهار جي ڪري هن پنهنجا ماٽٽ ي ڏپاڳي ڇڏيا هئا. هو اڃا سنگهار ۽ پاڳل واري واقعي تي سوچ ۾ هو ته ٻهس به اندر لنگهي آيو.

ٻئي پٽ ڪاڳهڙي هڪٻئي کي ڏسندا رهيا. پير مرد جي منهن
تي هڪ ترخان کي پنهنجي گهر ۾ ڏسي اچرج ۽ ڪاوڙ اچي
وئي هئي... پر اهي اکيون ته ڪنهن ترخان جون ئي ٿي سگهيون،
۽ ٻيءَ گهڙيءَ هن پنهنجي دادن کي سڃاڻي ورتو؛ ۽ پير مرد
جي دل هن کي ڀاڪر پائڻ لاءِ جو ڪنهن گل وانگر کلڻ لڳي.
پر هن جي وات مان نڪري ويو: ”ابا، منهنجي اولاد پنهنجي
سسي بچائڻ لاءِ ڪڏهن کان ويرين جي وس جو بهروپ ڪرڻ
شروع ڪيو آهي؟“ هن پوڙهي جي اڌول دل ڇا ڇا نه سَٺو هو.
”بابا، سسي بچائڻ لاءِ نه، ڪنهن خاص مقصد لاءِ هيءُ
وِس ڌاريو اٿم....“ دادن پنهنجي شرمساريءَ کي لڪائڻ لاءِ چيو.
پوڙهي پيءُ کي پنهنجي هن پٽ کي ڀاڪر ۾ جهليندي،
جن پنهنجي آها وَهي ياد اچي وئي، ۽ هن کيس ڀاڪر ۾
ڀيڙيندي چيو: ”اهڙو ڪم ئي گهوريو، جيڪو پنهنجي ڏاڏائي
ٻتر ڇڏائي، ابا!“
هو ڪيترو وقت اوڀاريون لهواريون ڪندا رهيا هن کي
پاس پڌايو ته ترخانن ٻه-ٽي ڀيرا ڪوٽ کي ساڙڻ جي ڪوشش
ڪئي هئي، پر ڪوٽ جا ماڻهو پنهنجو بچاءُ ڪندا پئي آيا. هاڻ
ته زنانيون به هٿيار ڪٿي، ترخانن سان منهن ڏيڻ لاءِ تيار ٿيڻ
لڳيون هيون، هو اڃا انهن ئي ڳالهين ۾ هئا ته ڏنو ٻرڳاهه جي
ٻري ڪٽي اندر لڳهي آيو. هو به هڪ ترخان کي پنهنجي گهر
۾ ويٺل ڏسي ۽ ٻيءَ سان ڳالهيون ڪندو ڏسي اچرج ۾ پئجي ويو.
دادن ودي اچي ڀاڪر پاتس. دادن جو آواز ٻڌي، ڏني
جي منهن تي مرڪ موٽي آئي. دادن پنهنجي هن ڀاءُ کي ڪڏهن
به سمجهي نه سگهيو هو: جنهن کي دنيا سان ڪو واسطو نه
هو: جيڪو رستي هلندي پنهنجي پاڻ سان ڳالهائيندو هو: جيڪو
ڍورن ڍڳن، رڍن ٻڪرين سان ائين ڳالهائيندو هو، جڻ هو هڪٻئي
جي ٻولي سمجهندا هئا: جنهن کي رت ڏسڻ سان اکين ۾ پاڻي
ڀرجي ايندو هو: جيڪو جڏهن چنگ وڄائيندو هو تڏهن ائين

ٻانهو هو ته ٻکي ٻکڻ، جيت جناور هن جي چنگ ٻڌڻ لاءِ اچي
ڳاهٽ ٿيا هئا. ڪا ڳئون يا مينهن نه ميڙنديءَ هئي، نه هو پنهنجو
چنگ کڻي وڄائيندو هو، ۽ پڻس کير جون چونڊيون پيئندو
وڃندو هو!

ڏني کيس ٻاڪر ٻائيندي، چمي ڏيندي چيو: ”دادن،
وڏاري چڙهيو اٿئي!“ دادن ڪو به جواب نه ڏنو؛ فقط هن جي
ٻاڪر ۾ هن جي دل ۾ وڄندڙ چنگ جي پيار ڀري تنوار محسوس
ڪندو رهيو. پر پوءِ هن اهڙي ڳالهه ڪئي، جنهن دادن کي
چرڪائي وڌو: ”دادن، سوڍي کي تون وڃي سمجهاءِ: هروڀرو
ماڻهوڙا نه ڪُهائي وجهي!“

دادن ماٺ ۾ اچي ويو. ڏني جي انهن لفظن نه رڳو هن
کي چرڪائي وڌو، پر هن کي ڪجهه سوچڻ تي مجبور ڪري
وڌو. هن سندس منهن ۾ نهاريندي چيو: ”ڏنا، تو کي ڪيئن خبر
پيئي ته سوڍي جي ماڻهن جي ڪُسڻ جو خطرو آهي؟“

”ڪنهن پکيءَ ٿي ڳالهه ڪئي ته مغل ٻکر مٿي، اچي
سيوهڻ رسيا آهن....“ ڏني اهو جهانئي ماٺ ڪئي، ”... ۽ سوڍو
موهن ڪوٽ ڏان سيوهڻ تي چڙهڻ جون پيو ڪري!“

”موهن ڪوٽ؟“

”سوڍو موهن ڪوٽ ۾ لٿو پيو آهي....“

ماٺ ته دادن جي اچرج جي حد ئي نه رهي. هن هميشه
پنهنجي هن ٻالڪ کي ايڏو ڏهه ۽ گهٽو نٿو مورک سمجهيو هو، جنهن
کي دنيا سان ڪو واسطو ڪونه هو. پر جنهن ڳالهه ڏانهن هن
اشارو ڪيو، ان مان ته ائين ٿي ڀانيو پئي ته سنڌ ۾ ٿيندڙ هر
اٿل پٿل ۽ جنگ جهيڙي جي کيس خبر هئي. هن آخري ڪوشش
ڪندي چيو: ”پر ادل، مغل سوڍي سان ڇو وڙهندا؟ هو ته
مرزا باقيءَ کي سيکت ڏيڻ آيا آهن!“

ڏني جي اکين ۾ ڪروڌ ڀرجي آيو. دادن هن جي اکين
جي ان نئين رنگ کي ڏسي حيرت ۾ پئجي ويو. هي اهو ڏنو

هو، جنهن لاءِ ڪاوڙ ۽ ڪروڌ اوپري ۽ اڻنگي ڪراهت هئي.
هو ته پيار ۽ پريت جو ڪانڌي هو. هن جي ڪاوڙ ٿي هن
جو پنهنجي مَنَ ۾ دکي ٿيندو هو. پر اڄ هن جي اکين ۾ ڳوڙها
اڇاڻ هئا، جن ۾ ازلي دک کان سواءِ ڪاوڙ ۽ ڪروڌ جا
وچوڙا ٻئي وسيا؛ ۽ پوءِ چڙ ۾ هن نه چاهيندي به ڇنڀي ڏنو:
”مغل سودي ٻا سنڌين جا ميٽ ڪونهن: مرزا باقيءَ جا مائٽ
آهن، دادن!“

”مرزا باقيءَ جا مائٽ؟ سو ڪيئن؟“

”مغل ۽ ارغون ترخان هوئڻ به سوٽ ماسات آهن. جڏهن
مرزا باقيءَ کي سنڌين جا پادر سڄهي آيا، تڏهن هن پنهنجي ڌيءَ
اڪبر کي موڪلي ڏني. اها مائي جڏهن اڪبر جي حرم ۾ داخل
ٿي ته اڱري ۾ چوپولو پنجي ويو — ڇي: خونيءَ جي ڌيءَ
خوني آئي آهي. پر جڏهن اڪبر، سندس ڪنڌيءَ کي مٿي ڪئي.
سندس ڪُن ۾ ڪهور پاڻي نهاريو، تڏهن هن پنهنجو منهن لڄ کان
ٻنهي هٿن سان ڍڪي ڇڏيو: ان مهل اڪبر کي سنڌين جي خون
ڌران فقط انهن هٿن جي مهنديءَ جو رنگ نظر آيو؛ ۽ جاهه و جلال
جو بادشاهه ڪمزور آواز ۾ وڦلڻ لڳو: ”مجاهد خان، اسين چاهيون
ٿا ته سنڌ جي فتني کي پنجو ڏنو وڃي، ته جيئن مرزا باقي ائيندي
اسان جي اطاعت جا فرض وڌيڪ خوبيءَ سان بجا آڻي سگهي!“

هي يقيناً ڏني جا لفظ نه هئا. سياست ۽ ملڪگيريءَ جا
اهي پيچيدا مسئلا هو ائين بيان ڪري رهيو هو، ڄڻ پاڻ اڪبري
دربار ۾ حاضر هجي، ۽ اهو سڀڪجهه سندس اکين اڳيان ٿي
رهيو هو.

هن وڏي ڏني جي ٻنهي ڪلهن تي هٿ رکندي چيو:
”ادل، تو نه منهنجا ڇيهه ڇني وڌا آهن. مون کي سمجهه ۾ نٿو
اچي ته آءٌ توکي ڇا چوان. پر رکو اڄترو ٻڌائينم ته تو اهي
خبرون ڪٿان ٻڌيون. ان سڄي ڳالهه تي سنڌ جي آزاديءَ جو
دارومدار آهي!“ ڳالهه ڪندي مهل دادن جي دل ڪنهن عجيب
اڻڪي کان ڌڪي رهي هئي.

ڏنو ڪا گهڙي آيو ۽ پنهنجي ويو. پر پوءِ هن جي منهن
۾ سرهائي اچي ويئي ۽ هن دادن جي اکين ۾ نهاريندي چيو:
”بابل، اسين بروبر فقير ساڌو آهيون، پر بنهه اهڙا فنا في الله
نه ڪونه آهيون، جو گهر ڇڏيندي اکين تي هٿ رکي ويٺا هجون.
اسان فقيرن جي آستانن تي نه سڀ پيا پرن: جوڳيڙا، سنياسي
۽ بابو بيڪاري هڏ سنڌ گهمندا وتن. محل سرائن جي ڇانئٽ ڪان
حرم جي پنهن ڌائين رسائي اٿن. اسان جي ته نند به عبادت آهي،
دادن! ۽ عبادت ۾ ڏيهه جو ذڪرو شامل نه هجي ته اها عبادت
ڪهڙي؟ اسان جا جوڳيڙا ۽ ڪنن ۾ واليون وجهندڙ ڪاپڙي
هيٺر به سنڌ ۾ ڦهليا پيا آهن، ۽ جيڪي پڇين ته سو پيا ڪن!“

لفظ جذبا بنجي، دادن جي ڪنن ۾ شيهو اوتيندا ٿي
ويا. هن کي پنهنجي سڄي حياتي وٿرت ۽ اجائي ويل پاسو لڳي.
ڪوڙي سياست جا ڪوڙا ادمبر ۽ ڪوڙا بهروپ ڪندي، هن
پنهنجي جوانيءَ جو گهڻو حصو گذاري ڇڏيو هو، ۽ هاڻ، جڏهن
سياست جو نالو پورو ٿيڻ تي هو، تڏهن هو پنهنجي ئي گهر
۾، اوپري ڌارئين بهروپ ۾ انسٽن ۽ اٿو جي ناڄيءَ پيٽي ۾
وڃڙندو ڦاسندو ٿي ويو. شرم ۽ پڇتاءَ ڪان هن جي ڇاتيءَ ۾
ڪو چوهو چڪلي آيو ۽ هن ڏني کي وري پاڪر پائيندي،
سڏڪندي چيو: ”ڏنا، تو اڄ مون کي اهڙي ڏونڊاڙ ڏني آهي،
جو مون سو سڪو لڪندو ٿو پانهان. هاڻ موڪلائي ڪانهي.
جيئرا هونداسين ته گڏباسين، نه ته ڏٺيءَ کي پرتو!“

ڏنو ڪو وقت هن کي پاڪر ۾ جهليو بيٺو رهيو، ڇڻ
دل ٿي دل ۾ هن کي ڪو ٿيو، ڪو سنيهو ڏيڻ ٿي گهريائين.
پوءِ پڇ پڇ ڪندي چيائين: ”سنگهار سوڍي سان آهي. جي اوڏانهين
نو وڃين ته ڪمس موڪلي ڏج: هڏو اٿم ته پاڻ ملڻ جهڙو ڪونهي
مون اديءَ کي هڏانهن مناسب ڪونه سمجهيو!“

دادن جڏهن پاڇائين ڪان موڪلايو، تڏهن الائي ڇو پاڳل
ڪان ”هاه!“ نڪري ويئي. هن اهسوٹ ڪرڻ ٿي گهريو، پر اهو

سوچيندي من جي دل ۾ هڪ ٻئي ويو ته هي الائي ڪهڙو واءُ وريو هو، جو هڪ ٻي گهر جا ٽي ڪونڌر مرڙس، پور ٻچڙ ٻنان ڪنهن ستائي سانگ سنبري نڪتا هئا. ٻنهنجا لڙڪ روڪيندي، گهٽيل آواز ۾ چيو: ”ابا، ڌڻي ويرين کان رکنده!“

اُئين چئي اچي اوچنگارن ۾ پئي. لڙڪ سندس اکين مان وهي، سندس چولي جي آڪي ۾ سمائجڻ لڳا. دادن کان ٻنهنجي ٻن ياجائيءَ جو ڏک ڏٺو نٿي ٿيو. هو سوچڻ لڳو: الائي ڪيترين ونيون وريٽيون ٻنهنجي اٺوٽ ڪونڌرن جي موٽ جي آس لڳائي، ٻنهنجي اکين جا سڪاگر سڪائيندڙيون ٿي ويٺيون. ان ڏک جي ته ڪا ڪندي ٿي ڪانه هئي. ان ڪي ٻنڌ ڏيڻ ڪيتري نه ڏکي هئي. پر هن دلاسو ڏيڻ لاءِ چيو: ”ادي، ادو سلامت آهي. ٻنهنجو توسان وچن آهي ته آءٌ ڪيس تو وٽ موڪلي ڏيندس!“

پوءِ تون لڙڪن ۾ نهارڻ جو تاب نه جهلي، هو ٻيءَ کان موڪلائي، تڪڙو تڪڙو ٻاهر نڪري آيو. ڏنو به پويان لڳو آيس. در کان ٻاهر نڪري، دادن کي گهوڙي تي چڙهڻ کان اڳ چيائين: ”دادن، انهن ڪپڙن مٿان، هيءَ منهنجي خفي ٻائي چڏ، ۽ ترو لاهي هي منهنجو پٽڪو ٻڌي ڇڏ. جنهن ٻاسي تون آسيو آهين، اتان ترخاني ويس ۾ لنگهڻ جو ڪاٿو آهي!“

ڏنو، ڪفني ڪيس ڏيندي، ڪو وقت بيهي، هن کي ويندو ڏسندو رهيو، ۽ پوءِ گهر ڏانهن موٽندي، ٻڙ ٻڙ ڪندي چيائين: ”دادن، تون ته موٽي ايندين، پر شل سنڌ به موٽائي اچين!“

.... .... ....

ڪاري رات، ڪارو ٻنڌ ۽ ڪارا جبل جهاڳيندي، دادن جي من ۾ ڪارن ڪڪرن جو طوفان متل هو. جتان جتان ٿي هو لنگهيو، اتي ترخانن ۽ سوڍي جي جڳين جون ڳالهيون ٿي ٻڌائين. جوانن جا جٿا، جتان ڪٿان ٻئي ٻنڌ پيا. ڪي اُٺن تي، ڪي گهوڙن تي، ڪي ڏڪي ڳاڏين ۾، ته ڪي پيرين ٻنڌ نڪري پيا هئا. هي اهڙو عجيب منظر هو، جنهن دادن جي من

جي واچوڙن کي تيز ڪري ٿي ڇڏيو. هنن مان ڪن وٽ ترارون،
ڀالا ۽ گُرز هئا، گهڻن وٽ ڪهاڙيون هيون، ٻين ڪن وٽ نه
ڏلها ٻانها، لوڙهيون ۽ سونٽا هئا. اهڙن هيڻن هٿيارن جي باوجود
هنن جي منهن تي اهڙي جوت ٿي جرڪي، جنهن دادن جي دل
ڏوڏي ٿي ڇڏي. ڪڙمين، ٻورهيتن، ڪمين ڪاسبين جو هي
ڇڙو ڪٻ ۽ ڇڙوڇڙ لشڪر مغلن جي شاندار منظم فوج سان وڙهڻ
نڪتو هو. هي سمجهه ڇا هو؟ هي جوانڙا، هي ڪرڙيون، هي
ٻيڙا ڪنهن سان وڙهڻ نڪتا هئا؟ مجاهد خان سان؟ ان مجاهدخان
سان، جنهن جي فوجي تربيت ۽ تنظيم سموري هندستان ۾ مشهور
هئي، جنهن راجپوتن ۽ راٺوڙن سان جنگيون جوٽيون هيون؛ جنهن
جو هڪڙو لشڪري جيڪڏهن پنهنجي صف ٽوڙي ٻاهر نڪرندو
هو، ته ان کي ذرا هٿائي مارائي ڇڏيندو هو، جنهن جي گهوڙيسواريءَ
تي سڀ امير رشڪ ڪندا هئا! ڏٺي منهنجا، منهنجي هنن ماروئڙن
کي پنهنجي امان ۾ رکج!

۽ هي ماڻهو هن وقت ڪهڙيءَ سوچ ۾ هئا؟ دادن جي
دل ۾ آيو ته هو هر سنڌيءَ جي من ۾ گهڙي، اهو سڄو منظر
ڏسڻ جي ڪوشش ڪري ته انهن دلين ۾ ڇا هو؟ هر جي دل
خود ئي هن کي جواب ڏيڻ لڳي ته هن وقت هنن سنڌين جي
دل ۾ ويريءَ جي سڃاڻ بدران رکيو اها ڄاڻ آهي ته سنڌ دکي
آهي، سنڌ غلام آهي، ۽ سنڌ کي ميٽن يا هنن ويرين ڪاڻ آڌو ڪرڻو
آهي. اهي سوچون سوچيندي، هڪ ڪوٽ پرسان لنگهندي، هن
ماڻهن جو هڪ وڏو ميڙ ڪٺو ڏٺو. ميڙ جي وچ ۾ دونهين جا
ڪڪر ورڪائي مٿي چڙهندا ٿي ويا. هو به وڌي اچي ميڙ جي
ويجهو ٿيو. هن جيڪي ڏٺو، تنهن هن کي هڪ ڀيرو وري سنڌ
۾ ترخانن جي موجودگيءَ ۽ ظلم جو احساس ياد ڏياري ڇڏيو.
ويهارو کن ترخان ڀالن سان سنڌين جي ميڙ کي اڳيان. وڌڻ کان
روڪيو بيٺا هئا. وچ ۾ هڪ وڏو مچ ڏکي رهيو هو، ۽ مچ جي
اڳيان چار-پنج ترخان هڪ قداور جوان کي جوڪنيو ٻڌيو بيٺا هئا.

سڪڙيءَ زلفان جون ٻانهون ٻوڏيان ٻڌل هيون، ۽ ٻه ننڍڙا معصوم ٻار ٻن ترخانن جي هٿن ۾ ڦٿڪي رهيا هئا. انهن جي پر ۾ هڪڙو ترخان مولوي، پنهنجي ڏاڙهيءَ تي هٿ گهمائيندي، ڪجهه پڙهي پڙهي ڪري رهيو هو، ۽ ٻئي هٿ سان هڪ ڊگهي تسبيح سوري رهيو هو. دادن ته گهوڙي تان لهي پيو. گهوڙو هڪڙي وڻ سان ٻڌي، ميڙ ۾ شامل ٿيڻ لاءِ ڪاهي هلي لڳو. ميڙ جا ماڻهو ڊگهي ڪفني پاتل هن جوڳي فقير کي، اٿين ڪلها هڻندي گهتون هڻندي ڏسندا رهيا، پر ڪنهن به هن ڏانهن ڪو خاص ڌيان نه ڏنو.

اوچتو مولويءَ پنهنجو هٿ مٿي ڪيو. ميڙ ۾ جيڪا چرپر هئي سا هڪدم بند ٿي وئي، جو ماڻهن پنهنجو ساهه روڪي ورتو هو. مولويءَ پهرين ته هڪڙي آيت سڀوري پڙهي، ۽ پوءِ وڏي آواز ۾ چيائين: "مومنو، مسلمانو، دينوارو! قرآن ۾ حڪم آيو آهي ته زانيءَ جي سزا موت آهي. زانيءَ کي سنگسار ڪرڻ عين ثواب آهي. اسان جي هن ديني حڪومت ۾ به زانيءَ کي اها ئي سزا ملندي، جيڪا شريعت مقرر ڪئي آهي. هن خبيث سنڌي..... منهنجو مطلب آهي ته هيءُ شخص جيڪو پاڻ کي مسلمان ٿو سڏائي، دين جي رستي کان هٽي، پاڻ کي جهنمي ثابت ڪري چڪو آهي. سڀني مومنن جي اها دلي خواهش ٿيندي آهي ته جهنمين کي دوزخ جي باهه جو نظارو ڏيکاريو ته جئن ٻين سڌرين.... منهنجو مطلب آهي ته ٻين مومنن لاءِ عبرت جو باعث بڻجي. چنانچه، منهنجو مطلب آهي ته ٺهڪري حضور اميرالمومنين جي خليفي ۽ سنڌ جي حاڪم، ظل الاهي، حضرت مرزا محمد باقي بيگ خان ترخان جي فرمان شاهيءَ موجب، هنن ٻن زانين کي، ۽ هنن ٻنهي ولدالزنا، منهنجو مطلب آهي ته حرامي ٻارن کي سنگسار ڪيو ويندو، ۽ پوءِ هنن کي هن باهه جي مچ ۾ اڇلايو ويندو!"

مولويءَ پنهنجي جبي جي اندران هڪ فرمان ڪڍي، ماڻهن کي ڏيکاريندي، فرمان کي ڏاڍيان پڙهڻ شروع ڪيو. فرمان

قاضيءَ ۾ هو، تنهنڪري ماڻهن کي رڳو نالا سمجهه ۾ ٿي آيا.
پر دادن جيئن جيئن فرمان جا لفظ پڙهندو ويو تيئن تيئن هن جون
اکيون ڦاٽنديون ويون. رت هن جي لوئن ۾ ڇوليون هڻڻ لڳو.
فرمان ۾ چيو ويو هو ته هن ڳوٺ جي تماچي ولد دودي چني،
هڪ ترخان اميرزاديءَ کي ڀڄائي پاڻ وٽ سريت ڪري ويهاريو
هو، ۽ بنا نڪاح جي، هن مان ٻه ٻار به پيدا ڪيا هئا. هن جي
گرفتاري عمل ۾ اچڻ کان پوءِ ڳوٺ جي عامل لاءِ اهو حڪم
هو ته هو مولويءَ جي فتويٰ تي عمل ڪري. هن کي سزا ڏيارڻ
جو بندوبست ڪري.

دادن جي وات مان ذري گهٽ ڏاڍيان اهي لفظ نڪرڻ
وارا هئا: ”سائين، ڇاٿيو ته هي جهيڙو آهي ٿي ترخان اميرزاديءَ
جو! ترخانن جي ته شريعت به پنهنجي ته اسلام به پنهنجو!“
۽ پوءِ هن اُن ترخان اميرزاديءَ ڏانهن نهاريو، جا سنڌي وڳي
۾، هڪ نماڻي ڳوٺاڻي پئي لڳي. سندس اکين ۾ ڏک جو درياهه
اُڀريون هڻي رهيو هو، پر ڪهڙن ڪنهن وقت پيار جو هڪ
اٿاهه ساگر، هن جي اکين مان وهي، تماچيءَ ۽ پنهنجي معصومڙن
کي ڇڻ پاڻ ۾ سمائيندو ٿي ويو. هن جون نگاهون مڃ ٻڌران
تماچيءَ ڏانهن [illegible] هيون، ۽ ڪڏهن ڪڏهن ڪيڏيءَ مهل پنهنجي ٻادل
پريون اکين سان پنهنجي معصومڙن ڏانهن ٿي ڏنائين. ٻه ٻرانڊا لڙڪ
هن جي ڳچيءَ جي پنهنجي ٻاجهي سڪي ويا هئا. انهن لڙڪن هن
جي ڳچي تي هڪ اهڙي سرڪ آڻي ڇڏي هئي، جنهن هن جي
موڪرين سهڻن ۾ ڏک کي لڪائي ڇڏيو هو.

سڄڻ ۾ وري ٻڌ ٻڌ ۽ بي آرامي ڦهلجي پيئي هئي.
مولويءَ وري به ماڻهن کي سات ڪرائڻ لاءِ هٿ مٿي ڪيو:
پوءِ وڏي واڪ چيائين: ”اوهان سان ڪهڙو مومن آهي، جو
سڀ کان اول هن کي سنگسار ڪرڻ لاءِ پهريون پٿر اڇليندو؟
دين جي خيال کان اها وڏي سعادت آهي، ۽ ان جو اجر پنهنجي
جهان ۾ سرخروئي آهي!“

ميڙ ۾ ماٺ ٿي وئي. ڄڻ اوچتو سڀ جا سڀ مري ويا هئا، ڄڻ سڀني جي وائي هلي وئي هئي، ڄڻ سڀ گونگا ٿي ويا هئا. هنن ۾ نه چرپر به بند ٿي وئي، ڄڻ ته هو پنڊ پهڻ ٿي ويا هئا. هنن جي منهن تي ڪي ڇايائون هيون، جن ۾ ترخان جي ڀالن ۽ ترارين جا پاڇولا ٿڙڪي رهيا هئا. پر اوچتو، ڪو ميڙ کي چيريندو اڳتي وڌڻ لڳو. ماڻهن ڏٺو ته اهو گيڙو رنگ ڪفنيءَ ۾ ڪو جوڳي فقير هو. ڪن ماڻهن هن کي اڳي ئي خاص نظرن سان پڻ جاچيو، ۽ پوءِ هن جي مولويءَ ڏانهن وڌڻ تي ماڻهن جي گونگي زبان ۾ وائي موٽي آئي، ۽ ان ڇڻ پل سان جوڳيءَ جي ڪنن تي اهو آواز پهتو: ”هيءُ وري ڪهڙو ڪير؟“

پر دادن وڌندو رهيو... هن جو رخ مولويءَ ڏانهن هو. مولويءَ جي منهن تي خوشيءَ جا اهڃاڻ موٽي آيا. ڇو ته هن کي اميد ئي ڪانه هئي ته ڪو سنڌي پهڻ اڇلائڻ لاءِ تيار ٿيندو. مولوي هن مومن کي ڀاڪر پائي ملڻ لاءِ ٻه وکون اڳيان وڌي آيو. جڏهن کيس ڀاڪر پاتائين، تڏهن اوچتو ڪنهن تکي شيءِ جي چڀ پنهنجي پيٽ ۾ چڀندي محسوس ٿيس، ۽ ان کان ٻه تکي چڀندڙ فارسي ٻڌڻ ۾ آيس: ”ملان، هڪدم سپاهين کي حڪم ڪر ته هن کي ڇڏي ڏين، نه ته هي خنجر تنهنجي آنڊن گچين جي پار هوندو!“

مولويءَ جي منهن تي هيڊ هاري وئي، ۽ هو سچو ڏڪڻ لڳو. ڪٽاري جي چڀ جڏهن پوءِ ٿڻ هن جي چمڙيءَ ۾ اندر گهڙندي ٿي وئي، ۽ هن کي پڪ ٿي ته رت وهي، هن جي تنن ۾ گڏ ٿيڻ لڳو هو. رت سان آلاڻ هن جي ڏاڙهيءَ کي هيڪارڻ وڌائي ڇڏيو، ۽ هو ڪرڙيءَ وانگر ٿڙڪڻ لڳو.

”آءٌ وڌيڪ ڪونه ترسندس..... آءٌ ڏهن تائين انگ ڳڻيندس ..... هڪ، ٻه....“ دادن هري هري چيو.

مولوي هڪدم ڏڪندي، هڪڙي ترخان کي رڙ ڪري چيو: ”هن کي آزاد ڪريو... هن کي وڃڻ ڏيو....“

ترخاڻ جڻ ته اهي لفظ ٻڌا ئي ڪونه. هو حيرت مان مولويءَ جي منهن ۾ ڏسندا رهيا. ”ٽي .... چار ....!“ ان آواز سان ئي مولويءَ محسوس ڪيو ته خنجر سندس پيٽ ۾ آگر جي ٻن ڏوڏن جيترو اندر هليو ويو. هن دانهن ڪندي چيو: ”خدا جي واسطي جهٽ ڪريو .... هن کي آزاد ڪريو نه ته .... نه ته ....!“

”پنج، ڇهه ....!“ ۽ ڪٽارو ٿورو وڌيڪ اندر هليو ويو.

”.... آهه .... نه نه، آءٌ امر کي چئي، اوهان کي مارائيندس .... جهٽ ڪريو!“

ترخاڻن اهي لفظ ٻڌي، تماچيءَ، سندس زال ۽ ٻارن جا رسا کولڻ شروع ڪيا. ميڙ ۾ وري ماٺ ٿي وئي، ۽ سوين اکيون هڪ ٽڪ جوڳيءَ جي پاڪر ۾ مثلي کي ٿڙڪندو ڏسنديون رهيون. جڏهن هنن جا بند لٿا، تڏهن جوڳيءَ ڏاڍيان سنڌيءَ ۾ چيو: ”تماچي، هن ميڙ جي پٺيان، ڪاهي پاسي، نم ۾ منهنجو سرخو ٻڌل آهي. ان تي چڙهي لهارڪي وسيءَ هليا وڃو. وچ ۾ ساهي به نه پٽجو. اتي مدرسي ۾ منهنجا همراهه ملندا، تن کي چئجو ته دادن سلام ڏنا آهن.... تڪڙو وڃ ته جيئن رات نه پوئي .... شل ٻچڙن سان خوش هوندين!“

تماچي ۽ سندس زال هن جوڳيءَ ڏانهن ڪجهه اهڙين نظرن سان ڏٺو، جن ۾ بي اعتباريءَ سان گڏ پنهنجائپ ۽ شڪرگذاريءَ جو ساگر ڇوليون هڻي رهيو هو. اها پنهنجائپ هڪ اهڙين پنهنجائپ هئي، جنهن جو ڪو نالو هو، جنهن جا ڪي اهڃاڻ هئا؛ انهن اهڃاڻن کي سڃاڻندا، سوچيندا، هو ميڙ مان نڪرڻ لاءِ اڳتي وڌيا. ميڙ ۾ جڏهن ڪنهن گهاري پوڻ سان لوڪو پٺجي ويو، ۽ ميڙ جا ڪي ماڻهو ”مبارڪون هجنئي، ادا، لک لک مبارڪون!“ چوندا هنن کي ڳراٽيون پائيندا، پاڪرن ۾ اڳتي وڌائيندا، ڪين گهوڙي تائين رسائي آيا.

ميڙ وري جمي ويو، ۽ ساڳهن اجابہ مولويءَ کي ساڳيءَ طرح سان ٽڙڪندو ڏٺو. جوڳيءَ وري فارسيءَ ۾ چيو: ”هاڻ هنن ترخانن سپاهين کي چؤ تہ موئي پنهنجي ڇانوڻيءَ تي وڃن..“

ترخان سپاهي بہ هاڻ ڳالهہ کي سمجهي ويا هئا، ۽ هنن سان ئي چڙيا. پالا سدا ڪري، جوڳيءَ جي پوئيان اچي بيهي رهيا. جوڳيءَ جڏهن ڏٺو ئي ڪونہ، ۽ ڏاڍيان فارسيءَ ۾ ئي چيائين: ”اوهان سان هڪڙي بہ وڪ اڳتي ڪئي آهي تہ اڄ خنجر مُلان جي پيٽ ۾ ئي ڏينديس!“

ترخان حمي هئا، اتي ئي جمي ويا. هو سمجهي پيا تہ ڇا ڪن. مولويءَ جو مارجڻ معنيٰ هنن جو پنهنجو موت هو. هي مولوي انهن مولوين مان هو، جن کي قندار مان خاص طرح سنڌين کي دين سيکارڻ ۽ فارسي پڙهائڻ لاءِ گهرايو ويو هو. هن کي ڪجهہ ٿيو تہ مرزا باقي سنڌن جي بچو رلائي ڇڏيندو. هڪ ترخان همت ڪري چيو: ”سنڌي، تو کي ڪٿيءَ ڪنيو آهي شايد! مولوي صاحب کي ڇڏ نہ تہ....“

هن اجا جملو پورو ئي نہ ڪيو تہ مولويءَ جي وات مان دانهن نڪري ويئي، ۽ هن رنيندي چيو: ”خبيث، پنهنجي زبان کي لغام ڏي، ۽ سنڌي سنر چوي ٿئن ڪريو!“

ترخان ڪنڌ هيٺ ڪري بيهي رهيا. جوڳيءَ جي هن تي مرڪ اچي ويئي، ۽ هن اشاري سان هڪ پن جاندرد جوان کي ميڙ مان سڏي چيو: ”ياڻو، هنن ترخانن کان پالا ۽ ترارين وٺي هٿ ڪريو....“

بہ جوان ترخانن کان پالا ۽ ترارين ڪڍ ڪندا ويا. جنهن ترخان هٿيار ڏيڻ کان ڪجهہ لعرابو ئي تہ هنن جوڳيءَ ڏانهن ئي ڏٺو. جوڳيءَ سان سندن نظر ملندي ئي مولويءَ کان ڪيڪ نڪري ئي ويئي، ۽ ترخان کي هٿيار پيش ڪرڻا ئي پيا. جڏهن هٿيار سمورا ڪڍ ئي ويا، تڏهن جوڳيءَ وري گهوڙن جي ڳهر ڪئي. ترخان گهوڙن تان لهي پيا. جوڳيءَ جي اشاري تي، بہ

جوان ٽي گهوڙا ڪاهي اچي جوڳيءَ جي ويجها پهتا. جوڳيءَ
جوانن کي گهوڙن تي سوار ٿيڻ جو اشارو ڪري، مولويءَ کي
ڇڏي ڏنو. ميڙ جي ماڻهن ڏٺو ته جوڳيءَ جي ڪٽاري جي ڇهنب
ڳاڙهي رت سان چمڪي رهي هئي. هٿيار جوانن ۾ ورهائي، پاڻ
به هڪڙو ڀالو کڻي. جوڳي گهوڙي تي چڙهي ويٺو ۽ فارسيءَ
۾ ترخانن ۽ مولويءَ کي وڃڻ لاءِ حڪم ڏنائين: مولوي ٻن
ترخانن جي سهاري سان، ڪنڌ هيٺ ڪري، ٻين ترخانن سان
گڏجي ميڙ مان نڪري ويو. جوڳيءَ ميڙ تي هڪڙي نظر وجهندي
چيو: ”ڀائرو، اوهان هيترن جي هوندي، ترخان ائين ڪونڌر
ڪهندا وتن، ۽ اوهين رڳو تماشو ڏسندا رهو، يا ڳونگا لڙڪ
ڳاڙيندا رهو، سو وقت هاڻ ويو. سموري سنڌ ڪَرُ موڙي جاڳي
پيئي آهي. جيجل سنڌ جو سڏ اوهان کي به آهي. جن کي ساهه
کان اڄ پياري آهي. سي ٽڙي پکڙي وڃن، ۽ سنڌ جي انهن
سپوتن سان وڃي سات ڏيو، جيڪي هن سر زمين کي ترخانن کان
پاڪ ڪرڻ لاءِ سر سان ڪفن ٻڌيو وتن. اهو نياپو، اهو سنيهو
ياد رکجو: ڪجهه سوچيو، متان گهڙي ٽري وڃي!“

ائين چئي هن گهوڙو ميڙ جي هڪ طرف موڙيو، ۽ ويندي
وقت وڏي واڪ چيائين: ”جيئي سنڌ!“

ميڙ مان ماڻهن ڪن هري ڪن ڏاڍي چيو: ”سدا جيئي سنڌ!“
۽ لڙڪن جي گهري ڌنڌ مان هو هن جوڳيءَ کي ويندو ڏسندا رهيا!

.... .... ....

هيل ته سنڌوءَ ۾ ڪا ڳاڙهي، رت رنگي اٿل آئي هئي.
جيئن جيئن ڏينهن لنگهندا ويا، سنڌوءَ جو پاڻي وڌيڪ ڳاڙهو،
رت ورنو ٿيندو ٿي ويو. ڪنهن کي اها سڌ نه هئي ته پاڻيءَ جو
اهو ورن ڪيئن ٿيو. جوڳي فقيرن ته اهو ٿي چيو ته جتان جتان
سونهل ٿي لنگهيو، اتان پاڻيءَ جي روهه ڳاڙهي رت ورني ٿيندي
ٿي ويئي. فقيرن جي ڳالهه ڪنهن سمجهي ته ڪنهن نه سمجهي،

پر دادن جئن جئن ڪنهن ڳوٺ، ڪنهن واهڻ، ڪنهن وسيئن مان ٿي لنگهيو، تڏهن انهن واهڻ وسين جي ماڻهن تي مرعائي موٽندي ٿي ڏٺائين. جڏهن سوهڻ ڪوٽ پهتو ته دهلن دمامن تي ماڻهو جهمريون هڻي رهيا هئا. لاڏا ۽ جمالا ڳائي رهيا هئا. هن انيءَ ڏنو ته سوهڻ جو ڪوٽ ڪيري پيو هو ۽ سوڍي جو لشڪر سيوهڻ ۾ ڪاهي پيو هو. مرزا جاني بيگ جان بچائي ڀڄي نڪتو هو. ڇاڻون ٿي ته ڏني مان نئون لشڪر آڻي وري سيوهڻ تي چڙهندو. دادن جي دل ۾ ڪيئين آسون اميدون وڌنديون وڻ ٿيندون ويون. هواڻڪي اٿل آزاديءَ جي اٿل هئي.... پر مغل....؟ اهو خيال به پنهنجي ذهن ۾ اڀري نٿي گهريو ته مغل کو سنڌ جي آزاديءَ آڏو اينداء.

سيوهڻ کان ڪوهين پري هو ته هن ڪي سيوهڻ جي ڪوٽ جي ڪنگرن تي ڦڙڪندڙ سنڌ جا ست رنگ، انڊلٺ جي رنگن جا جهنڊا نظر آيا. هن کي الائي ڪهڙو خيال آيو، ۽ هو گهوڙي تان لهي سجدي ۾ ڪري پيو. ”الله سائين، ان انڊلٺ کي وري نه ڇيڙجاڻه! منهنجا مولا، سنڌين جي آس اميدن جي انهن ستن رنگن تي پنهنجي رحمت ڪج!“ هو جڏهن سجدي مان اٿيو، تڏهن هن جي اکين ۾ لڙڪن سان گڏ انڊلٺ جا ست ئي رنگ مڙي آيا. پر جڏهن هو گهوڙي ڏانهن وڌيو ته پنهنجي چوڌاري وڃارو کن مغل سپاهي بيٺل ڏٺائين. هو اٿيو ته به مغل ڀالا سڌا ڪري هن ڏانهن وڌي آيا.

”تون ڪير؟“ هڪڙي فارسيءَ ۾ پڇيو.

”مسافر!“ دادن مختصر جواب ڏنو.

”هن پاسي ڪيڏانهن سنبت آهي؟“ مغل وري پڇيو.

”سيوهڻ.“ دادن وري به مختصر جواب ڏنو.

”سيوهڻ ۾ ڪيئن داخل ٿيندين؟“ مغل جي آواز ۾ ٿوري سختي اچي ويئي.

”ڇو؟ سيوهڻ ۾ داخل ٿيڻ تي منع پيل آهي ڇا؟“ دادن حيرانيءَ مان پڇيو.

مغل هڪ ٻئي جي منهن ۾ ڏسڻ لڳا. هو غور سان دادن جي منهن ۾ گهورڻ لڳا. هڪڙي مغل جي نظر هن جي گيڙوءَ رتي ڪفنيءَ تي هئي. هو ٿورو اڳيان وڌي آيو، ۽ بيخبريءَ ۾ هن ڪفنيءَ کي هڪ پاسي کان زور سان ڇڪ ڏني. ڪفنيءَ جو هڪ وڏو ٽڪر مغل جي هٿ ۾ اچي ويو. ان جي هيٺان دادن کي پيل ترخاني پهراڻ ۽ ڪمربند ۾ لٽڪيل خنجر نظر اچڻ لڳو.

”هون.... تون سنڌي آهين يا ترخان؟“ مغل مرڪندي پڇيو.

”ترخان!“ دادن ڪجهه سوچيندي چيو.

”پوءِ هي بهروپ ڇو؟“ مغل هن جي منهن ۾ نهاريندي چيو.

”سنڌين کان بچڻ لاءِ.“ دادن وري به مختصر جواب ڏنو.

”پوءِ سيوهڻ ڪيئن ٿي وڃين؟“ مغل سوال ڪيو.

دادن منجهي پيو. جيڪڏهن نو چوي ته سنڌين خلاف جاسوسي ڪرڻ نو وڃان ته ان جي خبرچار پڇندا. جيڪڏهن سيوهڻ تي سوڍل جي قبضي کان انڄاڻائي ڏيو ظاهر ڪري ته، ترخان هجڻ جي حيثيت ۾ مرزا جاني بيگ جي شڪست کان بيخبريءَ تي اعتبار ڪونه ڪندا. ڪجهه سوچيندي هن اٽلو سوال ڪيو: ”ڀراوهين ڪير آهيو؟ ۽ هيئن رستي روڪ ڪرڻ جو اوهان کي ڪهڙو اختيار آهي؟“

مغل کلڻ لڳا. هنن کي ڄڻ ته هن جي ان سوال تي کل اچڻ لڳي هئي. ٻيءَ گهڙيءَ هڪڙي مغل جي اشاري تي ٻه ٻيا مغل اڳيان وڌي آيا، ۽ هن کي قابو جهلي بيهي رهيا. ان مغل وڌي، هن جي جامي ۽ صدريءَ جي تلاشي وٺڻ شروع ڪئي. هن جي صدريءَ جي اندر کئون مرزا باقيءَ جو قنڌار لکيل خط ملي ويو. مغل جڏهن ان کي پڙهڻ شروع ڪيو ته سندس منهن تي حيرت جا آثار ظاهر ٿيڻ لڳا. هن بي اعتباريءَ ۽ ڪاوڙ مان

دادن کي گهوريندي چيو: ”سچ ٻڌاءِ، ته تون ڪير آهين؟ ۽ هي خط ڪيڏانهن تو کڻي وڃڻ؟“

دادن ڪو جواب نه ڏنو. ان خط جي اهميت جو ڪيس خيال ئي نه رهيو هو. اوچتو هن چڱي خوشامد جي انداز ۾ چيو: ”هي خط آءٌ حضور خان اعظم مجاهدن خان جي خدمت ۾ پيش ڪرڻ وڃي رهيو هوس ته جئين انعام حاصل ٿئي!“

”پر توکي هي خط ڪٿان مليو؟“ مغل جي بي اعتباري جئين ٻوه ٿئن وڌندي وئي.

”اهو آءٌ فقط خان اعظم کي ٻڌائيندس!“ دادن هن جي بي اعتباريءَ جو فائدو وٺندي چيو

”چڱو، توکي خان اعظم جي حضور ۾ پيش ڪيو ويندو. پر خبردار جي ڀڄي وڃڻ جي ڪوشش ڪئي اٿئي ته پاڻ تو جائين!“

احتياطاً مغلن هن جا هٿ ڪٺي ٻوڌا ٻڌا. ڪيس انهن گهوڙي تي چاڙهي، هو اڳتي وڌيا. ٿوري ئي اڳتي وڃڻ سان مغلن جي ي پڙاءُ لشڪر تي هن جي نظر پئي. سيوهڻ جي قلعي جي هڪ طرف ميلن ۽ ڪوهن ۾ اهو لشڪر ڦهليل هو. جئين وڌندا ويا ٿئن لشڪر جا آواز هن جي ڪنن تائين ايندا ويا. جڏهن ويجهو پهتا ته ان لشڪر کي ڏسي دادن جو هنيون ئي ڇڄي ويو. هن لشڪر کي منهن ڏيڻ ناممڪن هو. ليڪ هزار سوار ۽ لک کن پيادل جو هي مغل لشڪر سنڌ ته ڇا، سموري هندستان کي ڏڪائڻ لاءِ ڪافي هو.

جڏهن هو مختلف تنبن ولان ٿيندي، مجاهد خان جي شاهي شاميانې اڳيان پهتا، تڏهن دادن کي پهريون پيرو زيبا ياد اچي وئي. زيبا جو ان وقت ياد اچڻ به هن کي ڏيڍ ڏکيو لڳو، جڏهن سنڌ جي انڌلي جهنڊي هيٺان هي منحوس ڪڪر مغل لشڪر جي صورت ۾ پنهنجي اکين آڏو ڏسي رهيو هو. پر جڏهن هو مجاهد خان اڳيان حاضر ڪيو ويو، تڏهن مجاهد خان جو ... ... چڙي ويو.

”ڇون!؟“ مجاهد خان ڄڻ هن کي ڪنهن به صورت ۾ ڏسڻ نٿي گهربو.

”آءٌ حضور جن جي خدمت ۾ پاڻ حاضر ٿيڻ وارو هوس ته اوهان جا هي همراه نماز پڙهندي، مون کي جهلي آيا آهن!“ دادن مجاهد جي اکين کي پاڻ ڏانهن موڙڻ لاءِ، کيس ٽوڪ هڻندي چيو.

مجاهد خان پنهنجن ساٿين کي اشارو ڪيو، ۽ تنبو خالي ٿي ويو. مجاهد خان تنبوءَ ۾ عجيب پريشانيءَ جي عالم ۾ اچ وڃ ڪرڻ لڳو. ڪو وقت هو اٿڻ اچ وڃ ڪندو رهيو. پوءِ هڪ هنڌ بيهي رهيو — ۽ دادن ڏانهن نهاريندي کيس ديوان تي ويهڻ جو اشارو ڪيائين. دادن سندس منهن ۾ نهاريندو، هن جي بيچينيءَ کي پڙهندو رهيو. مجاهد خان کيس وري ويهڻ جو اشارو ڪيو، تڏهن دادن ڳالهه چيو: ”حضور جن جيسين بندي جا ٻند خلاص ڪرڻ جو حڪم نه فرمائين، تيسين بندو آرام سان ڪيئن ويهي سگهندو!“

انهن لفظن جي ڳجهي معنيٰ مجاهد خان کي هيڪاري بي آرام ڪري وڌو، هن پاڻ وڌي، پنهنجي خنجر سان، سندس ٻانهون کوليندي، پڇ پڻ ڪندي چيو: ”سنڌي، اسان کي شرمسار ڪرڻ جي ڪوشش نه ڪر! خدا جو قسم، ظل الاهيءَ جي حڪم عدوليءَ جو خيال نه هجي ها ته آءٌ ڪڏهن به هن مهم تي نه اچان ها!“

دادن ڪو به جواب نه ڏنو. مغل جو وعدو ڪني ٻاڙيءَ جي ٻوءِ مثل هو، جا ٻوءِ هن جي دماغ ۾ ڄڻ گهر ڪري ويٺي هئي. پر مجاهد خان ته سپاهي هو. سپاهيءَ جو وعدو ته لوهه تي ليڪو هوندو آهي. پر اڪبر جي حڪم عدوليءَ جو بهانو ان ليڪي کي به ڊاهي ويو. هن آخري ڪوشش ڪرڻ لاءِ چيو: ”پر حضور، اوهين ظل الاهيءَ جي سلطنت جا به ته خيرخواه آهيو. جو شخص قنڌار جي معاملي ۾ ايران سان معاهدا ڪندو

وتي، صفوين جي اشاري تي مغل سلطنت سان عهد چراند ڪرڻ لڳو آهي، ان کي مرزا ملڪ بدران ظل الاهي هن کي انعام اڪرام سان ٿو نوازي ـــ اها ڳالهه مون کي سمجهه ۾ نٿي اچي!"

"تو وٽ ڪهڙو ثبوت آهي ته مرزا باقي صفوين جي اشاري تي ٿو هلي؟" مجاهد خان جي اچ وڃ اوچتو روڪجي ويئي.

"جن سپاهين مون کي گرفتار ڪري آندو هو، انهن منهنجي جامي تلاش ڪري، هڪ اهڙو دستاويز پاڻ وٽ رکيو آهي، جو ان حقيقت کي ثابت ڪري سگهي ٿو." دادن اونده ۾ تير آڇلائڻ واري انداز ۾ چيو.

مجاهد خان جي حڪم تي اهو خط پيش ڪيو ويو.

مجاهد خان جئن جئن اهو خط پڙهندو ويو، سندس منهن ڳاڙهو ٿيندو ويو. اوچتو هن تاڙي وڄائي، وري سپاهين کي گهرائي ورتو.

"محمود خان کي حڪم ڪيو وڃي ته هڪدم مون وٽ هليو اچي!" مجاهد خان اهو حڪم ڏيندي، ديوان تي ويهي رهيو. سوچ ۽ فڪر جا آثار هن جي منهن تي ڪاوڙ ۾ بدلجندا ويا، ۽ جڏهن محمود خان ڪورنش ڪري، مجاهد خان ڏانهن نهاريو ته هن جي دل ۾ ڪنهن اڻڄاتي ڊپ کان ڌڪ لڳي هئي.

"محمود خان، اسين چاهيون ٿا ته هي خط اسان جي پنهنجي خط سان گڏ ظل الاهيءَ کي پيش ڪري، ان جو جواب فوراً آندو وڃي. ظل الاهي لاهور ۾ منزل انداز آهي؛ اسين چاهيون ٿا ته اڳري رواني ٿيڻ کان اڳ هو هن خط جو ملاحظو ڪن!"

"جو حڪم، خان اعظم!" محمود خان ڌڪندي چيو.

"۽ هن سنڌيءَ کي اسان جي شاميانې ۾، اسان جي مهمان طور رکيو وڃي!"

"حڪم جي هڪدم پوري ٿيندي، حضور!" محمود خان اهين چئي تڪڙو ٻاهر هليو ويو.

مجاهد خان وري وڌي دادن تائين آيو. ڪنهن نئين ۽ اميد سان دادن جي [illegible]ن ۾ سرهائي موٽي آئي. پر مجاهد خان جي اکين

۾ اڃا تائين اٽڪيل هئي، جنهن کي لڪائڻ لاءِ هن رومال ڪڍي پنهنجو منهن اگهڻ تي شروع ڪيو. پوءِ هيٺين هٿ دادن جي ڪلهن تي رکي هن چيو: ”اسين سنڌين جي بهادريءَ جا متعرف آهيون. مرزا جاني بيگ جي ايڏي ساري لشڪر کي شڪست ڏيڻ تي اسين حيران آهيون. پر جيڪڏهن سنڌين اسان جو مقابلو ڪيو ته اسين لاچار کين سبق ڏيڻ تي مجبور ٿينداسين!“

”پر حضور، سنڌين جو مغلن سان ته ڪوبه جهيڙو جهڳڙو ڪونهي. هو مقابلو ڪرڻ ڇو چاهيندا؟ هن جي جنگ ته ترخانن سان، آهي!“ دادن نهٺائيءَ سان جواب ڏنو.

”خير، پر هي سنڌي لشڪر جو سپهه سالار سوڍو خان ڪير آهي. اسان سندس همت ۽ مردانگيءَ جون ڏاڍيون ڳالهيون ٻڌيون آهن. ڇا اهو سچ آهي ته هو هڪ عام لوهار آهي؟“ دادن محسوس ڪيو ته مجاهد خان جي پوين لفظن ۾ طنز ۽ ٺٺوليءَ جو اهڙو نشتر هو، جهڙو سڌو سنئون هن کي ڇڙ ڏيارڻ لاءِ هو. هو سمجهي نه سگهيو ته ڇا سبب هن کي پڌائي ته سوڍو ڪير هو. سوڍي جو نالو ڪنڌي تي هن جي اکين ۾ عجيب آمنگ پيدا ٿيو، ۽ هن چپن پرانهين تبسم سان چيو: ”سنڌ جي لشڪر ۾ هزارها هزار سپاهي سوڍا آهن، حضور! ۽ انهن سپاهين ۾ برابر ڪي امير، نواب ۽ درٻاري ڪونهن. انهن ۾ گهڻو ڪري ڪمي، ڪاسبي ۽ پورهيت ماڻهو آهن، جيڪي پنهنجي وطن تان سر گهورڻ ۾، پنهنجي لڄ ۽ آبروءَ لاءِ پنهنجو سڀڪجهه قربان ڪرڻ لاءِ سر سان کڻي پڌي نڪتا آهن. جيسين سنڌ آزاد نه ٿي آهي، تيسين هو سک نه سمهندا!“

”پوءِ جي ڪين اسان سان مقابلو ڪرڻو پيو ته........“ مجاهد خان هاڻ خوش طبعي ڪرڻ لڳو هو.

”خدا اهو ڏينهن نه آڻي، حضور! پر جڏهن هن تي جنگ مڙهي ويئي ته مغل به ياد ڪندا ته سنڌي، تان سر ڏيو،

وارا سنڌي بهادريءَ ۽ جان نثاريءَ ۾ مغلن کان ڪنهن به طرح گهٽ نه آهن!“ دادن وري به نهٺائيءَ سان چيو.

”ترخانن جي ٻي ڳالهه آهي، ۽ مغلن جي لشڪر سان ساڻن ٿيڻ ٻي ڳالهه آهي. اسين جي چاهيون ته سيوهڻ جهڙي ڏينهن ۾ فتح ڪري سگهون ٿا. اسان جو لشڪر تڪل آهي ان ڪري اسين نٿا چاهيون ته هڪدم ڪين وڙهڻ تي مجبور ڪريون. پر جيڪڏهن سنڌي اسان جي اطاعت جو اعلان ڪن، ۽ سيوهڻ جو قلعو اسان جي حوالي ڪن ته اسين ظل الاميءَ اڳيان سندن مقدمو ٻيهر پيش ڪرڻ لاءِ تيار آهيون!“

مجاهد خان جي انهيءَ ڳرڻيءَ دادن جي دل ۾ ٻهرون پيرو مغلن لاءِ نفرت جي چڻنگ دکائي ڇڏي. ڏاريان نيٺ ڏاريان. هنن سان ڪا اميد رکڻ عبث آهي. هو ڪو ترش جواب ڏيڻ وارو هو پر اوڏيءَ مهل محمود خان مير منشي مڪارم خان سان اندر لنگهي آيو، ۽ دادن چپ ٿي ويو.

”چڱو، توهان هاڻ آرام ڪر. اسين صبح جو وري توکي سڏائينداسون ۽ ان مسئلي تي گفتگو ڪنداسين!“ مجاهد خان سندس ڪلهي تي هلڪو زور ڏيندي چيو.

دادن پنهنجي تنبوءَ ڏانهن ويندي، سڄي واٽ مغل لشڪر سان سوڍي جي مقابلي تي سوچيندو رهيو. جڏهن سائس ڳڻ ڪجهه سپاهي، هڪ تنبوءَ اڳيان بيهي رهيو، تڏهن دادن به پنهنجن خيالن مان جاڳي پيو. انهيءَ تنبوءَ اڳيان بيٺل پهريدارن کي سپاهي دادن متعلق هدايتون ڏيئي واپس هليو ويو. دادن جي دکي من ۾ هزارين انومان ۽ وسوسا محشر مچائڻ لڳا هئا. اڪبر ڪهڙو جواب موڪليندو؟ مغل لشڪر ۾ ڪهڙا سردار مرزا باقيءَ جي پاسي هئا؟ خود مجاهد خان ڪٿي سنڌ جي خلاف نه هجي، پر سندس صلاحڪارن جا ڪهڙا خيال هئا؟ اهي سموريون خبرون وٺڻ لاءِ هن وٽ ڪوبه ذريعو ڪونه هو. هو ڪنڌ هيٺ ڪري، تنبوءَ ۾ داخل ٿيو ته پنهنجي ساٿيون جيڪي ڏنائين، تنهن هن

جي ذهن جي واچوڙن کي اتي ئي ٻهاري ڇڏيو. زيبا پنهنجي اکين ۾ اٿاهه پيار آڻي، هن جي آجيان لاءِ ٻيهل هئي. سندس چپن تي اهڙي مرڪ هئي، جنهن هن کان اهو وساري ڇڏيو ته هاڻ مغل به سنڌ جا اوڏاڻي دشمن هئا، جيترا ترخان.

”زيبا، تون؟“ دادن جي لفظن ۾ پنهنجائپ بدران اچرج هو.

”اوهان کا خبر نه ورتي ته مون کي ئي اچڻو پيو!“

زيبا جي اکين ۾ پيار ڇلڪڻ لڳو، ۽ هن نه چاهيندي به پنهنجا ٻيئي هٿ کڻي دادن جي هٿن ۾ ڏنا. دادن جي اکين ۾ نهاريندي هن کي وري اهي دک جون ڇايائون نظر آيون، جن کي هوءَ صدين کان محسوس ڪندي هئي. هن جو دکي مسافر اڄا تائين اوترو ئي دکي هو. هن جي پنهنجي دل کي به جهوٽو اچي ويو، ۽ هن هڪندي چيو: ”هاڻ ته حضور جن پنهنجو واعدو پورو ڪيو، پوءِ اوهين ايترو دکي ڇو آهيو؟“

”زيبا، خان اعظم فقط ايترو وعدو پورو ڪيو ته هو سنڌ تي مغل لشڪر چاڙهي آيو آهي، پر ظالمن خلاف نه، مظلومن خلاف........“

۽ هو ڪيترو وقت زيبا کي سنڌ بابت مغل سياست جون ڳالهيون ٻڌائيندو رهيو. سوڍي جون ڳالهيون ڪندي، دادن جي اکين ۾ جا جوت جاڳي آئي، ان هن کي اهڙي معصوميت ڏيکاري ڇڏي، جو اهو معصوم دادن هن جي روح کي روئاڙي ويٺو.

”نه نه، اڻين هرگز نه ٿيندو! آءٌ حضور جن کي ائين ڪرڻ نه ڏيندس!“ هوءَ ڇڙ پنهنجي پاڻ سان ڳالهائڻ لڳي هئي. جڏهن پاڻهي ڪيس ٻڌائڻ آئي ته مجاهد خان ڪيس سڏايو هو، تڏهن ويندي وقت هن دادن کي اهڙين نظرن سان ڏٺو، جن ۾ پيار سان گڏ هڪ اهڙي عزم جا اهڃاڻ هئا، جو دادن کي به پنهنجا انومان ۽ وسوسا گهڙيءَ لاءِ وسري ويا ۽ هو گهرجندڙ اکين سان ان نئين زيبا جو تصور ڪندي پنهنجي هنڌ تي ليٽي پيو.

زيبا جي موجودگيءَ، زيبا جي پيار ۽ زيبا جي همدرديءَ

دادن جي مايوسيءَ کي پاڻ وڏائي چڙهيو هو. اهو احساس زيبا کي به هو. جيتوڻيڪ هن جي آدرش ۽ زيبا جي پيار ۾ ڪو ڇڪتاڻ نه هو، پر انهن ۾ ايترو فاصلو هو، جنهن کي طي ڪرڻ ناممڪن ٿي نظر آيو.... پوءِ جڏهن اڪبر جو جواب پهتو، ۽ زيبا کيس ٻڌايو ته اڪبر اهو حڪم ڏنو هو ته باوجود خان اعظم جي خط جي، مرزا باقيءَ خلاف سنڌين جي شورش کي ختم ڪيو وڃي. تڏهن ته دادن ڀريل ڀريل زيبا کي اهڙين نظرن سان ڏٺو، جن ۾ انتها درد جو دريا هئو جنهن جي پيار کي لوڙهيندو ٿي ويو. زيبا هن جي اکين جو اهو منظر ڏسي نه گهريو، ۽ هوءَ هٿ منهن تي رکي، نڪي ٽڪي تنبوءَ کان ٻاهر هلي وئي.

اتي تي ڏينهن مجاهد خان هن کي سڏايو هو، ۽ ڪاوڙ نظرون هيٺ ڪندي چيائين، "سنڌي اسين نهايت شرمسار آهيون. ظل الاهيءَ اسان جي درخواست رد ڪري ڇڏي آهي، ۽ اسان کي مجبوراً سيوهڻ تي حملو ڪرڻو پوندو!"

دادن ڪوبه جواب نه ڏنو. هن جي دل ۾ ان مهل فقط هڪڙو ئي خيال هو: هو ڪنهن طرح مغل لشڪر کان نڪري سيوهڻ پهچي. هو ڪجهه چوڻ وارو هو ته مجاهد خان وري چيو: "پر اسين چاهيون ٿا ته ڪنهن خونريزيءَ ڪرڻ بنان، جيڪڏهن سنڌي اطاعت جو قسم کڻن ته اسين سائز صلح ڪرڻ ۽ مرزا باقيءَ ۽ سنڌين جي وچ ۾ بهتر لاڳاپن قائم ڪرڻ لاءِ ذميداري کڻڻ لاءِ تيار آهيون. ان لاءِ اسان سوچيو آهي ته محمود خان، دلاور خان ۽ تون گڏجي سنڌين جي سپهه سالار سان صلح جون ڳالهيون ڪريو!"

دادن کي ڇڙ ڪڪ جو سهارو ملي ويو، ۽ هو مجاهد خان ڏانهن شڪرگذاريءَ جي نظرن سان ڏسندي، شاميانې کان ٻاهر نڪري آيو.

# ۱۴

سج ته اڄ اهڙي ئي نه ٿي ڪئي، ڄڻ ڪيس ڪنهن
ڏهڪايو ۽ ڏو ابڪو هجي — رات جي لشڪر کي پنهنجي تيرن
سان گهائڻ ڪرڻ جي ڪوشش ڪندي، هن ڪنڌ ورائي پوئتي
نهاريو. رات جو لشڪر ماڪڙ جيان هن کي چوڌاري ورائيندو
ٿي ويو. هن جي تيرن جي باوجود اوندهه دونهين وانگر ڌڪيندي،
وڌندي، ڌرتيءَ کي ڳڙڪائيندي ٿي ويئي، ۽ ڪجهه دير کان پوءِ
هن پاڻ کي اونداهي سمنڊ جي ڪنڌيءَ تي، بي ٻارو مددگار،
اوندهه جي ڏنگڻ کان ڏنگجندو، اوندهه جي ڇولين جو کاڄ ٿيندي
ڏٺو. سوڀل سج جي ان بيوسيءَ کي ڏسي، ڪنهن سوچ ۾ اچي
ويو. ائين ڇو آهي ته روشني هميشه اوندهه جو کاڄ ٿيندي ٿي
رهي. هن کي ائين محسوس ٿيو ڄڻ سنڌ ان سج مثل هئي، جو
اوندهه جي لشڪر، مغلن جي ماڪڙ کان مات کائڻ لڳو هو.
اهو خيال ايندي ئي هن جي دل جي ڌڪ ڌڪ تيز ٿي ويئي،
۽ هو سوچڻ لڳو ته اها مايوسي ڇو؟ هن جڏهن ترخانن جي
اوندهه کي ٽوڙي ڪڍيو هو ته مغلن جي اونداهه کي ٽوڙي ڪڍڻ
به ڏکيو نه ٿيندو. هن کي اهو وقت ياد اچي ويو جڏهن هو
سيوهڻ تي چڙهڻ جون تياريون ڪري رهيا هئا، ۽ همراهن سان
ڪن اهو ٿي چيو ته مرزا جاني بيگ جي ويهن هزارن سوارن
۽ اڍ لک پيادن سان وڙهڻ لاءِ سنڌين جو هي ويهارو هزار لشڪر
ڪيئن پورو پوندو، تڏهن هڪڙي ننڍي ٽينگر، جنهن جي عمر
اڃا سترهن ورهيه به ڪانه هئي، تنهن اوچتو رڙ ڪري چيو هو ته
"ادا، اسين سج وانگر ترخانن جي اونداهه تي ڇانئجي وينداسين!"

۽ ٿيو بہ ائين هو. سنڌي اٿين وڙهيا هئا، جن هنن مان هرهڪ
ڪي ڏهہ ڏهہ سر ڇمي پيا هئا. ۽ هو ترخانن کي اتس ليٽندا ٿي
ويا جن ترخان ڪچا سنگ هئا جيڪي هنن جي پهچڻ کان اڳ
ڀاڻ نمي ٿي پيا. سوڍي کي مرزا جاني بيگ جي جهرو نڪري
وڃڻ جو ڏاڍو رنج ٿيو هو، پر صادق سومري کلي چيو هو ته:
"ٺٽي جي ملهہ ڪنداسون تہ مرزا جاني بيگ تہ ڇا پٽس بہ اسان
جي اڳيان ليلهڙاليون ڪندو. دل نہ لاهہ سوڍا. وارا ڇمارا آهن!"
اهي ڳالهيون ياد ڪري، هن جي چپن تي مرڪ اچي وئي، ۽
هن دل ئي دل ۾ چيو تہ سنڌ جو سج وري اڀرندو ۽ مغلن جي
هن اونداهہ کي مڪڙن وانگر پچائي ڪيندو. اهو سوچيندي،
هو مورچي تان هيٺ لهي آيو.

هڪڙو ننڍڙو ڇوڪر، هن جي ڪميت مومل جي بشڪن
۾ آڱرين سان ڦلي ڏيئي رهيو هو. ڪيترو نہ پيار هو ان ۾.
سوڍل کي ائين محسوس ٿيو جڻ مومل بہ ڇوڪرڙي کي پنهنجو
وڇيرو ٿي سمجهيو، ۽ موقعو ملندي ئي هن جي ڳچيءَ ۽ ٻانهن
کي ائين ئي چنبڙيون جڻ ماءُ پنهنجي کير پياڪ وڇيري کي
چٽيندي آهي. اهو ڇوڪر ۽ هو ٻئي ۾ ائين ڳالهائيندا هئا، جو
ڇوڪرو ڪلندو ويندو هو، ۽ مومل ڪنڌ ڌوڻيندي، ڪن ڦڙڪائيندي،
ڄنب هڻندي رهندي هئي. جڏهن کان هو سيوهڻ آيو هو، اهو
ڇوڪر جڻ خاص هن جي گهوڙيءَ کي روز ڏسڻ لاءِ هليو ايندو هو،
۽ سوڍل کي پنهنجو پاڻيهي ساڻس ياد اچي ويندو هو.

هو وڏي اچي نينگر جي ڀرسان بيهي رهيو. نينگر مومل
جي بشڪن ۾ مشغول هو، پر سوڍل جي ويجهو اچڻ تي مومل
جي ڇمڙي جڻ جتان ڪٿان اڀرڻ لڳي هئي. ساڻس ڪن جي
ڏس ۾ ڇوڪرڙي بدران سوڍل ڏانهن ڦري آئي. نينگر بہ گهوڙيءَ
جي بشڪن ۾ هڪ نئين لهر محسوس ڪندي، ٻوڏان نهاريو.
سوڍل ساڻس وارن ۾ هٿ ڦيريندي چيو: "پٽ، هاڻ رات ٿي
وئي آهي، تون وڃي گهر پيڙو ٿي!"

”چاچا... هي مغل ڪير آهن؟“ ننگر اوچتو سوال ڪيو.

”ترخانن جا ئي سوٽ ماسات آهن، پٽ!“ سوڍيءَ ڪلي جواب ڏنو.

”پر ڪي چون ٿا ته هو ترخانن کي سڌي ڪرڻ آيا آهن.....“

”چون ته هو پاڻ به ائين ٿا، پٽ! پر....“

”پر ڇا؟....“

ڇوڪر کي ڪجهه سمجهه ۾ نه آيو.

اوچتو پرڀان کان جي گهوڙي جي سنبن جو آواز پڌي، سوڍي ماٺ ٿي ويو. الائي ڇو - دل جي دل ۾ ڪو پيرو پيري آيو: گهوڙي جا سنب هوشه هن کي ڪجهه نه ڪجهه پڌائيندا هئا، ۽ هو سوچڻ لڳو، هيءَ چال سڃاڻل هوندي به ڪمتري نه اڻ پرکي آهي. هو پنهنجي ئي خيالن ۾ وري مومل جي ٻشڪن ۾ اڳ ٻون ڦرائي لڳو. گهوڙيسوار ونس پهچي، جهيڻي آواز ۾ چيو: ”جيئي سنڌ!“

”جيئي سنڌ! ڇو ميان جهيڻو پيو ڳالهائين؟“

”مغلن جا ڪي همراهه اڄو جهنڊو ڪٺي، ڪوٽ جي دروازي تي بيٺا آهن. چون ٿا ته مجاهد خان جو ڪو نيابو ڏيڻو اٿن!“

”اڃا مغلن سان اندر. توهان ڪين وڃي وٺي اچ. پر ڪوٽ ۾ داخل ٿيڻ کان اڳ سندن اکيون ضرور ٻڌبو!“ سوڍيءَ جلد ڪيس راهه ڏيکاريندي چيو.

سوڍو مورچي جي ڏاکڻي طرف، پنهنجي تسوهه ۾ هليو ويو. هن جي چوباري اکين ويٺي هئي. ڪن ٻڌايو هين ته مغلن جو ڪو نيابو آيو آهي، ڏسجي ته ڇا ٿا چون. مغل جڏهن اندر آيا، ۽ سندن اکين تان پٽيون لاٿائون، تڏهن هنن جي اکين ۾ اچرج ۽ حيرت ڇانئجي ويئي. هو مغل دربارن، صوبائي عاملن جي مجلسن، ڪيمخواب ۽ اطلس جي گاديلن، سونن تختن، بلوري

صراحين ۽ جامن ڏسڻ جا عادي هئا. هنن کي هي ننڍن ٽونٽرين تي وېٺل، سادا سوٽي ڪپڙا پهريل امير بلڪل ڪونه آئڙيا. اها حيرت هڪڙي مغل جي اکين ۾ ڪانه هئي، جنهن پنهنجي ٽُري جي پلاند سان اکين ڪان سواءِ باقي سڄو منهن ڍڪي ڇڏيو هو. ان مغل جي اکين ۾ اچرج بدران ڪا آچاني ڪهرائي ۽ پنهنجائپ تي پاڻي.

دعا سلام جو جواب ڏيندي، سوڍي کين پنهنجي اڳيان پيل ٻيءَ هڪ ٽونٽريءَ تي ويهڻ جي آڇ ڪئي. منهن ڍڪيل مغل ته هڪدم ويهي رهيو، پر ٻيا ٻه مغل بيٺا رهيا. هيٺ ويهڻ هنن پنهنجي شان وٽان نٿي سمجهيو. پر ويٺل مغل ٿورو ترشيءَ سان کين ويهڻ لاءِ چيو ته لاچار هو ويهي رهيا، پر سندن منهن مان بيزاري صاف ظاهر هئي.

سوڍي فارسيءَ ۾ ڳالهه ٿي شروعات ڪئي: ”ڪيئن اچڻ ٿيو آهي؟“

منهن ويڙهيل مغل چيو: ”ظل الاهي، شهنشاهه هند حضور محمد جلال الدين اڪبر جي ٻاران امير الامراءِ خان دوران خان اعظم نواب مجاهد خان جي سلامن ڪان پوءِ معلوم هجي ته ظل الاهي سنڌ ۾ بغاوتن ۽ شورشن کي ناپسند فرمائين ٿا، ۽ چاهين ٿا ته سندن سموري رعيت امن امان ۽ عافيت سان رهي. ان خيال سان سنڌ ۾ امن امان قائم ڪرڻ لاءِ حضور جن خان اعظم کي مامور فرمايو آهي. خان اعظم اوهان جي همت، دليريءَ ۽ قربانين جو قدر ڪري ٿو، پر هو چاهي ٿو ته جيئن ته هاڻ هو انصاف ۽ عافيت قائم ڪرڻ لاءِ سنڌ جي سرزمين تي پهچي چڪو آهي، ان ڪري اوهين پنهنجي بغاوت کي ختم ڪريو، ۽ شهنشاهه هند جي اطاعت ڪريو ته اوهان کي عام معافي نامي جو پروانو عنايت ڪيو ويندو! ان مضمون جو هي خط خان اعظم طرفان آءٌ اوهان کي پيش ٿو ڪريان.“ هن، خط سوڍي کي ڏيندي، پنهي مغلن ڏانهن نهاريو جن ڪنڌ لوڏي هن جي حمايت جو اعلان ڪيو.

سوڍو ڪا گهڙي چپ رهيو. پوء خط پڙهي، مغلن تي نظر وجهندي چيائين: ”شهنشاهه هند کي ۽ خان اعظم نواب مجاهد خان کي سوڍي سنڌين طرفان سلامن بعد معلوم ٿئي ته اول ته سنڌين ظالمن خلاف بغاوت ڪئي آهي، جنهن سان مغل حڪومت جو ڪو واسطو ڪونهي. ٻيو ته مغل شهنشاهه جي ڪنن تائين يقيناً ترخانن جي ظلم ۽ ستم جا داستان پهچي چڪا هوندا، ان ڪري بجاءِ سنڌين جي، شهنشاهه جو عتاب انهن تي ڪرڻ گهرجي، ۽ ٽيون ته سنڌي ڪنهن به ڌارئين — چاهي اهو ترخان هجي يا مغل— جي اطاعت قبول ڪرڻ کان سر ڏيڻ وڌيڪ پسند ڪندا!“

آخري لفظ چوندي سوڍي جي اکين ۾ عجيب شوخي پرجي آئي، ۽ سندس لفظن ۾ هڪ عجيب ڪوڙاڻ پرجي آئي. مغلن جي منهن تي ڪاوڙ جو رنگ اچڻ لڳو.

”اوهان کي معلوم هجي ته ظل الاهي يقيناً ظالمن کي ختم ڪري پنهنجي رعيت جي جان ۽ مال جي حفاظت لاءِ جتن ڪرڻ جو حڪم صادر ڪرڻ فرمائيندا. پر ان لاءِ ضروري آهي ته پهرين رعيت پنهنجي اطاعت جو اعلان ڪري،“ مغل چئن سوڍي جي ڳالهه نه سمجهندي چيو.

”سنڌي ڪنهن به ڌارئين جي اطاعت هرگز نه ڪندا!“ سوڍي وڌيڪ سختيءَ سان چيو.

هڪڙي مغل کان رهيو نه ٿيو، ۽ وچ ۾ چئي ڏنائين: ”اوهان کي شايد حضور جن جي غضب کان ڄاڻ نٿو ٿئي. پر ياد رکو ته خان اعظم سمورن باغين کي هڪڙو هڪڙو ڪري هاٿين جي پيرن ۾ چيڀاٽي مارائيندو، گهوڙن جي ٽاپن ۾ لتاڙائيندو— ان وقت تائين، جيسين هن جي رڙين کان سنڌ ته ڇا آسمان به پناهه گهرڻ لڳندو!“ مغل ڪاوڙ ۽ وڏائيءَ کان پاڻ به ٿڙڪڻ لڳو هو.

سوڍي جي منهن جو رنگ ئي بدلجي ويو. هن مغل کي اهڙين نظرن سان ڏٺو، جنهن ۾ نهارڻ سان مغل کي سمو سمون

پنهنجو موت نظر اچڻ لڳو. هن ڏند پيڙيندي چيو: ”مغل،
جيڪڏهن تون منهنجي نڌي ني آيل، نه هجين ها ته اڄ سڀئي
هتي سان توکي ان ساڳئي آسمان جا تارا ڏيکاريان ها. اسان
اهڙا سوين ظلم پنهنجي اکين ڏٺا آهن، پنهنجن هنن هڏن تي
سالن جا سال سٺا آهن. پر هاڻ اهو ماڻهو پٽ چاڻو ٿي ڪونهي
جو سنڌين تي اهي ظلم ڪري. وڃ! اڏو هتان، ۽ وڃي پنهنجي
خان دوران کي سلام ڏيو، ۽ کيس چئو ته شهنشاهه کي اهو نيايو
موڪلي ته جنهن سنڌ جي سرزمين هن جي پيءُ کي پناهه ڏني،
جنهن جو لعڪ خود سندس رت ۾ شامل آهي، جنهن ڌرتيءَ
سندس پيڙهيءَ ساهه کيس بخش ڪيو هو، سا سنڌ وقت اچڻ تي
سندس مقابلي ڪرڻ کان ڪانه کيهائيندي. اسين سنڌي شهنشاهت
۽ وڏيءَ سياست سان نه ڇاڙون، پر جيڪڏهن ڪنهن به ڪنهي اهو
اڪبر چو نه هجي، سنڌ ڏانهن ميري اک سان نهاريو ته اهو
شخص پنهنجون پيتي اکيون وڃائي ويهندو! هاڻ آئو، وڃو!“

مغل انهن لفظن جي ڪوڙاڻ کي محسوس ڪندي، جڪ
ڪائيندو، ڏند ڪرٽيندو رهيو. منهن ورڙهيل مغل جي اکين ۾
هڪ عجيب احساس اوتجي آيو، جنهن کي ڪوبه سمجهي نه سگهيو.
هن انڌي وقت ڊيرج سان چيو: ”اڄ آخري دفعو اوهان کي
چون ڳهران ٿو ته اڪبري فوج سان جهيڙڻ موت کي سڏ ڪرڻو
آهي. جيڪڏهن اوهين ظل الاهيءَ جي اطاعت جو قسم کڻو ته
خان اعظم ڪوشش ڪندو ته مرزا باقيءَ جا ظلم بند ٿين ۽
حڪومت ظل الاهيءَ جي قانون مطابق هلي!“

”ان جي معني ته اوهان جو ظل الاهي مرزا باقيءَ کي
سنڌ مٿان قائم رکڻ گهري ٿو، ۽ هو چاهي ٿو ته اسين هڪ
طرف مرزا باقيءَ کي سنڌ کي تاراج ڪرڻ ڏيون، ۽ ٻئي طرف
مغلن جو ڪٽ به پنهنجي ڳچيءَ ۾ وجهون ۽ سندن ڏن الڪي
پريندا رهون. جيسين اسان جي سريءَ ۾ ساهه آهي، تيسين اسين
ترخانن سان جنگ جوٽيندا سون. ان ۾ اڪبر ته ڇا، سڄي دنيا

هن جي ٻيڙائي ڪري نه اسين سڄي دنيا سان وڙهڻ کان ڪونه
مڙندا سون!" سوڍي ملاقات ختم ڪندي چيو.

مغل ٻاهر نڪري آيا. ڪجهه وقت هو ٽيٽي ٻاهر بيهي
پاڻ ۾ سُس پُس ڪندا رهيا. گهڙيءَ کان پوءِ منهن وڏڙهيل مغل
ٻين کي آتي ٿي بيهڻ لاءِ چئي، پاڻ وري اندر هليو آيو. سوڍي
هن کي اندر ايندو ڏسي چيو: "هاڻ وري ڇا آهي؟"

مغل ڪوبه جواب نه ڏنو: هڪ ٽڪ سوڍي ڏي منهن
۾ نهاريندو رهيو. انهيءَ نگاهه ۾ عجيب پيار ۽ پنهنجائپ هئي.
سوڍو هن جي ان گهُور کي نه سمجهندي، تڪڙائيءَ سان ڪجهه چوڻ
وارو هو ته مغل پنهنجي ڪُلهي جو پلاند ڇڪي منهن تان لاهي ڇڏيو.

"دادن، تون؟"

"ها ادا، آءٌ آهيان دادن!" ۽ دادن سوڍي کي ڀاڪر
پائڻ لاءِ اڳتي وڌي آيو. سڀ حيرت سان هن مغل کي ڏسڻ
لڳا. پر سوڍي جي اکين ۾ پيار بدران نفرت جو هڪ درياهه
ڏسي، دادن اتي ئي ڄمي ويو. هيءُ سوڍو هن جي ڀاءُ سوڍي
کان بنهه مختلف هو.

"تون دشمن جو پانڌي آهين، دادن...."

سوڍو وڌيڪ ڪجهه چئي نه سگهيو. هن ائين ڀانيو ڄڻ
ته اکر هن جي نڙيءَ ۾ اڙجي آنوڙجي لڳا هئا. هن جي دل ته
ائين ٿي چاهيو ته هڪ ئي ڌڪ سان پنهنجي هن ڀاءُ کي پورو
ڪري ڇڏي، پر هن وقت هو سندس ٿڌي تي اڪيلو مهمان هو،
۽ مهمان تي هٿ کڻڻ هن جو مسلڪ نه هو.

دادن جي دل ۾ چير پوڻ لڳا. هن کي پنهنجي پاڻ کان،
سڄي دنيا کان بيزاري اچڻ لڳي، ۽ ڪڏهن نه روئڻ وارو دادن
ڄڻ روئي ويٺو: "ادا، اهو وڍڻ ته نه ڏينم! منهنجو سر سنڌ تان
صدقي، ڏئيءَ لڳ اهڙو وڍڻ ته نه ڏينم!"

اهي لفظ نه ڄڻ ورلاپ هئا، جي چوڌاريءَ ۾ ويٺل سڀني
منهن تي ڄڻ چپ ٻنجي ڪيري ويا. سوڍي جي دل نه انهن

لفظن جي درد ۽ ڳوراڻ تي جهرڪو ڪاڏي ويئي ۽ هن وڏي ڪٺن دادن کي ڀاڪر وڌو. پوءِ دادن ٻين سان به ڀاڪر پائي مليو. سموري سنگت هن همراهه جي نئين روپ بهروپ تي حيران هئي. دادن وري سوڍي سان گڏ ويهي رهيو.

"ادا، هيءَ مغلن جي چڙهائي دراصل منهنجي آندل آهي. آخوند نورمحمد ۽ ٻين وڏڙن جو خيال هو جيڪڏهن اڪبر مرزا باقيءَ خلاف لشڪر چاڙهي موڪليندو ته ترخان قندار ڀڄي ويندا، ۽ سنڌ ٿوري وقت لاءِ اڪبري سلطنت جو صوبو بڻجي امن امان ۾ گذاري سگهندي. سو آءٌ آگري وڃي اهو بندوبست ڪري آيس!" دادن سوڍي ڏانهن نهارڻ بنان، ڪنڌ هيٺ ڪري چيو.

"آخوند نورمحمد يا ٻين کي ڪهڙو حق هو جو سنڌ جا انهن سودا ڪندا وتن. ترخانن جي غلاميءَ مان ته اسين وڙهي به جند ڇڏائي وڃون ها، پر هن مغل ڪالڪن جي غلاميءَ مان ڪيئن آزاد ٿيو؟" سوڍي ڄڻ ته پاڻ تي ناراض ٿيندي چيو.

"مجاهد خان مون سان وعدو ڪيو هو ته ترخانن کان پوءِ سنڌ رڳو نالي ماتر اڪبري سلطنت ۾ رهندي. ڪوبه مغل صوبيدار مقرر ڪونه ٿيندو، ۽ سنڌ خودمختياري حاصل ڪري سگهندي!" دادن هوريان چيو.

"آزادي ۽ خودمختياريءَ ۾ وڏو فرق آهي، دادن! پوءِ مغلن جا اهي واعدا ڪيڏانهن ويا، ۽ هاڻ مغل مرزا باقيءَ جي حمايت ڪيئن پيا ڪن؟" صادق سومري وچ ۾ چيو.

"مجاهد خان جڏهن ملتان مٿي بکر ۾ ترخانن کي شڪست ڏني، ۽ اوهان جو لشڪر جدا سنڌ مان کين تڙڻ لڳو، تڏهن مرزا باقيءَ پنهنجي نوائي مرزا پائنده بيگ سان گڏ اڪبر جي خدمت ۾ موڪلي ڏني. مغل درٻارين لاءِ پيش بها سوکڙيون پاکڙيون موڪلي، اهڙي سياست هليو، جو اڪبر مرزا باقيءَ ڏانهن معافي نامو ڏياري موڪليو ۽ ان سان گڏ مجاهد خان کي فرمان موڪليائين

ته مرزا باقيءَ جهڙن ته اطاعت قبول ڪئي آهي تون آني جي شورشن کي ختم ڪري موٽي اچ!“ دادن ڳالهه ڪولهندي چيو.

اڪبر جي انهيءَ ڦيرتيءَ تي سيني کي اچرج لڳي ويو. سوڍو ڪا گهڙي چُپ ٿي ويو. پوءِ دادن ڏانهن منهن ڪندي چيائين: ”پوءِ تون ڇا ٿو چئين ته هاڻ ڇا ڪجي؟“

دادن به ڪجهه سوچ ۾ پئجي ويو. هن جي نظرن اڳيان مجاهد خان جي منظم لشڪر جو نظارو هو، ۽ هو دل ئي دل ۾ سنڌين جي سٺ جيترن ڏهسرن جي لشڪر سان مغل لشڪر کي ڀيٽيندو رهيو. ڇا ٿيو جي، سنڌي سر تريءَ تي رکي پنهنجي وطن تان قربان ٿيڻ ۽ پنهنجا ڪنڌ ڪپائڻ لاءِ تيار هئا، پر اڳيان مغلن جي ڏيڍ لک فوج هئي، جنهن وٽ هاٿي هئا، توپون ۽ تفنگ هئا، روهيلا، راجپوت ۽ مغل گهوڙيسوار هئا. هنن سان مقابلو ڪرڻ هٿ وٺي پاڻ مارائڻو هو. ٻئي طرف سنڌين جي هيءَ فوج باقي رهجي وئي ته ترخانن کي ٽنڊڻ ڏکيو نه ٿيندو. پوءِ جي اڪبر وچ ۾ پيو ته نالي ماتر سندس اطاعت ڪرڻ، مغل سردارن ۽ درٻارين کي سوکڙين پاکڙين سان سنڌ جي آزادي برقرار نه رهي سگهندي. هن کي اها به خبر هئي ته مغلن جي اشاري تي مرزا جاني بيگ به پنهنجي ٺٽين فوج وٺي اچڻ لاءِ ٺٽي کان نڪري چڪو هو. هن وقت ٻن قوتن سان مقابلو ڪرڻو هو، ان ۾ سراسر ڇيهو ئي ڇيهو هو. پر مغل هن لشڪر جي پيش پوڻ ۽ مرزا باقيءَ کان پڇڻ بنان ڪڏهن به نه ويندا. مجاهد خان ڪئي پاڻ هن جو چوڻ مڃي به، پر ٻين مغل اميرن کي ته اڪبر جي خوشنودي وڌيڪ پياري هئي. هو اڃا ان سوچ ۾ ئي هو، ته هڪڙو همراه اندر لنگهي آيو، ۽ هري هري سوڍي جي ڪن ۾ ڪا ڳالهه ڪري هٽي ٻاهر رهيو. سوڍي جو منهن لاٿي هٿي ويو. هن جي اکين ۾ هميشه واري ڏيا موٽي آئي. صادق سومري کان رهيو نه ٿيو، ۽ پڇي ويٺو: ”سوڍا، ڪهڙي خبر؟“

”ڪوٽ جي ٻنهين پر، ڊِنل ٽل وٽ امير خان ۽ مرزا جاني بيگ مرزا باقي جو نئون لشڪر وٺي اچي ٻهتا آهن....“

دادن سوڍي جي اکين ۾ نهاريو، جن ۾ مچ مچي لڳا هئا. اهو اهڙو رنگ هو، جنهن کان دادن هميشه ڊڄندو هو. پر دادن کان رهيو نه ٿيو ۽ هن چيو: ”ادا، مون کي ته مغلن کان خبر پيئي هئي ته مرزا جاني بيگ نئون لشڪر وٺي، ڪوٽ جي ٻنهين پر اچي لهڻ وارو هو. هاڻ مغلن سان وڙهڻ چرپائي ٿيندي. منهنجي خيال ۾ ته مجاهد خان سان صلح ڪرڻ ئي عقلمندي آهي!“

”دادن، اسين هت عقلمندي ڪرڻ ڪونه آيا آهيون. عقلمندي ڪرڻي هجي ها ته پنهنجا گهر ٻار ڪونه ڇڏيون ها!“ سوڍي پنهنجي ڪاوڙ تي ضابطي آڻڻ جي ڪوشش ڪندي چيو.

”پر ادا، هنن ٻن لشڪرن سان ڪيئن وڙهبو؟ امير خان وارو لشڪر به پنجاهي هزار ٿيندو. مغل اڳيان حملو ڪندا ته امير خان پٺيان ...“

”ته پوءِ اسين ٻنهي کي منهن ڏينداسون!“ سوڍي ڄڻ بحث ختم ڪرڻ لاءِ چيو.

”پر پنهنجي طاقت به ته سارڻ کپي!“ دادن جي وات مان نڪري ويو.

سوڍي هن کي اهڙيءَ نظر سان ڏٺو جنهن ۾ هاڻ پنهنجائپ ۽ پيار بالڪل نه هو. ڪجهه سوچيندي: هن چيو: ”دادن، تون مغلن جو نيابو ڪٺي آيو هئين. ان جو جواب، جهيڙو شروع ٿئي، تنهن کان اڳ ڪين پهچاءِ ته چڱو!“

اهو وڍڻ وري به دادن جي دل ۾ وڃي وڄندو ويو. سنڌين جي وچ ۾ هن جي سڃاڻپ پاڻ هن کي ٻنهه ڏاريون سمجهيو هو. هن کي به هاڻ ڪاوڙ اچي ويئي. سوڍو پنهنجي ڏاڏاڻڙيءَ سان هزارين سنڌين کي ڪهائي ويهندو. هن کي انهن هزارين ڪڙنڊين ... خيال اچي ... ڪي سنڌ ۽ سوڍي جي اشارت

تي سر گهورڻ لاءِ تيار هئا. هن جو هيءُ ﭘاءُ رکيو وڃڻ ڄاڻي،
سياست ۽ حڪمت عملي هنن لاءِ ﭘنهنجي اوپريون ﮘالهيون هيون.
پر هن ﭘاڻ تہ انهن معاملن کي سمجهيو ٿي، پوءِ ڪيئن اهي
ڪونڌر کهائڻ لاءِ ماٺ ڪري ويهي. هن کي ڏني جا لفظ ياد
اچي ويا تہ سوڍو سنڌي سورما نہ کهائي ويهي. هن بہ ٺورو
رنج ٿي چيو: "ادا مون کي ﭘنهنجي ساهہ جي ﮔڻتي ڪانهي،
جو اهو وڃڻ تو ڏينهن تہ آءٌ وڃي مغلن وٽ رسان! آءٌ تہ هنن
هزارين سنڌين لاءِ ٿو سوچيان جن کي رکيو هيٺ نہ، آئينڌي بہ
وڌيڪ سان وڙهڻو آهي. وڙهڻ کان سواءِ برابر چارهو ڪونهي،
پر اهڙيءَ طرح وڙهجي، جو وڙهڻ سان ڪو مقصد بہ حاصل
ٿئي. ائين ٺاهو وڙهي، رکيو سورهيائي ڏيکارڻ تہ اجائي آهي!"

سچي سنگت کي هن جي لفظن ڪجهہ سوچڻ تي مجبور
ڪري وڌو. قبول محمد دادن جو پاسو ڪندي چيو: "سوڍا،
ﮘالهہ سوچڻ جهڙي تہ آهي!"

سوڍي ڪوبہ جواب نہ ڏنو: فقط ڏک جو هڪ ﭘاڇولو
هن جي منهن تي لهي آيو. دادن کان اهو دک ڏٺو نٿي ٿيو،
۽ هن چڻ معافي گهرندي چيو: "ادا، آءٌ نندڍو آهيان، پر آءٌ
ڪي سال مغلن سان رهيو آهيان. هنن سان آٿيو ويٺو آهيان.
مون کي هنن جي وڙهڻ جهڙڻ، جنگين ڪرڻ، دوکيبازين ۽
ڪمزورين جي سڙئي ٿوري گهڻي ڄاڻ آهي. جي منهنجي صلاح
وٺو تہ پنج سؤ يا هزار ڪن همراهہ تيار ڪري، مغلن تي اهڙي
نموني حملو ڪجي، جو مغل ائين سمهجن تہ سنڌين راتاهو ڏنو
آهي. مغل اهڙيءَ حالت ۾ ترخانن جي مدد ڪرڻ بدران پنهنجا
مورچا ۽ پنهنجي بچاءَ جا هنڌ مضبوط ڪرڻ ۾ لڳي ويندا. اوهين
ان وچ ۾ ترخانن تي حملو ڪري، مرزا جاني بيگ ۽ اميرخان
کي اڪوڙڻ جي ڪوشش ڪريو تہ جيئن هو ڀڄيان تہ اڃتو ڪلر
[illegible]

ٻه سڌو سنئون ورهن کان گوٺناٿ ڪندا، مَنَ تيسين آءٌ مجاهدخان کي سمجهائڻ ۾ ڪامياب ٿي ويان."

صلاح سڀني کي وڻي. سوڍي ٻه نهڪار نه ڪئي. صادق سومري تي ڪم رکيائون ته مغلن تي راتاهي لاءِ همراهن کي تيار ڪري. دادن صادق سومري کي مغلن جي سموري ڇانوڻي ۽ لشڪر جي ڀيڪ ۽ بناوت سمجهائي. کيس چيو ته بجاءِ سڌي حملي ڪرڻ جي، ننڍين ننڍين ٽولين ۾ ورهائجي رسد خاني، گاهه جي ڍڪن، ڪڙهين، ۽ اسلحه خانن کي باهيون ڏين. صادق سومري کي ڳالهيون سمجهائي، دادن سوڍي کان موڪلائڻ لاءِ آئي بيٺو. ٻيئي ڀائر ڪا گهڙي هڪٻئي ڏانهن ڏسندا رهيا، ۽ پوءِ ٻنهي جون ٻانهون هڪٻئي ڏانهن وڌي آيون. دادن سوڍي جي ڀاڪر ۾ ايڏو قرب ڪڏهن نه ڏٺو هو. سوڍي جي چپن مان هلڪو پڙڪو نڪتو: "دادن، ڌڻيءَ کي پرتمن!"

دادن هاڻ تي هو ته ٻيهان وري سڌ ٿيس. سجاڳل آواز ٻڌي، دادن ڪنڌ ورائي پويان نهاريو. هڪڙي همراهه جي ڪلهي تي هٿ رکي، سنگهار بيٺو هو، ۽ ٻنهنجي نه ڏسندڙ اکين سان هن ڏانهن نهاري رهيو هو. دادن جي آنڊن ۾ وڍ پئجي ويو. هن ڪنڌار ڳرس کي نابين ڏسڻ جو تصور ٻه هن لاءِ ڇيڇلائيندڙ هو. ترخانن خلاف هن جي نفرت جڻ ڀڙڪو کائي جاڳي پيئي. هن کي ائين محسوس ٿيو جڻ هن جي نفرت نئون روپ وٺي آئي هئي. هن وڌي بي اختيار ڪئي سنگهار کي ڀاڪر پاتو. ڪجهه وقت هڪٻئي جي ڳراٽيءَ ۾ بيٺا رهيا. پوءِ سنگهار ڪنگهندي، پاڻ تي ضابطي رکڻ جي ڪوشش ڪندي، چيو: "دادن، سنڌ جي پارت اٿئي!"

ڪنڌو نه درد هو انهن لفظن ۾، جڻ هو چئي رهيو هو، 'ادا، منهنجي لڄ جي پارت اٿئي!' دادن جي دل ۾ سڏڪو اڀري آيو، ۽ هو ڪنڌ هيٺ ڪري ٻاهر نڪري آيو. مغل انترو وقت هن کي ويل ڏسي ششدر ٿيڻ لڳا هئا. سوٿهين ٽنهي جي اکين

تي وري ٻه ڀيرون ٻڌي، ڪوٽ جي دروازي تي سندن اکيون
کولي، گهوڙا سندن حوالي ڪيا. دادن هڪڙو ڀيرو وري ٻوٻان
نهاريو ؛ سندن نظرن جي سامهون سنڌ جو ست ـ رنگو جهنڊو
عجيب انداز سان ڦڙڪي رهيو هو. هن دل ئي دل ۾ نعرو هنيو
”جيئي سنڌ!“

.... .... ....

رات ننڊ جي سهولي ٿي سڏجي، پر جن ماڻهن ۾ سنڌ وسي،
تن ۾ ننڊ ڪٿي! سنڌ پنهنجي آزاديءَ لاءِ سوين راتيون اوجاڳا
ڪڍي، جاڳي جاڳي پنهنجن سورهين سومرن کي به سمهڻ نه
ڏنو. نسائيءَ جاڳي ته سانگهڙن کي ننڊون ڪٿي. اهڙي ئي
هڪ اوجاڳيل رات جو، جڏهن سوڍو قتل نل جي نرائيءَ ۾
لٿو، تڏهن سندس ساٿين کي رڳو اهو خيال هو ته ترخان هنن
جي قدمن جي آواز تي سجاڳ نه ٿي پون. سوڍو چئني طرف
ڦرندو، همراهن کي هدايتون ڏيندو، ان گهڙيءَ جو انتظار ڪرڻ
لڳو، جنهن گهڙيءَ تي سنڌ جي هيءَ ننڊاکري ڌرتي هنن جي
نعري سان گونجي ويندي؛ ۽ پوءِ جڏهن اها گهڙي آئي، ۽ سنڌ
جي ويهن هزارن زبانن سان هڪ ئي وقت ”جيئي سنڌ“ جو نعرو
بلند ٿيو، تڏهن ترخانن جا ڏيل ڏڪي ويا، ۽ مرزا جاني بيگ
ڇرڪ ڀري جاڳي پيو. هر طرف رڙيون ۽ ڪوڪون هيون.
”سنڌي اچي ويا!“ ”سنڌي اچي ويا!“ چوندا ترخان سپاهي
هڪ ٻئي کان اڳي ڀاڄي ڊوڙڻ لڳا، پر ڪٿان به ڀڄڻ جي واٽ
نه هئي. هر طرف کان سنڌي ئي سنڌي هئا. اتر ـ ڏکڻ اوڀر ـ اولهه
سنڌي هئا. مرزا جاني بيگ بدحواسيءَ مان امير خان جي تنبوءَ
۾ گهڙي پيو، ۽ ڄڻ روئندي چيائين: ”امير خان، هاڻ ڇا ٿيندو!“

امير خان هن ڊڄڻي ترخان کي ڪو آٿت ڏيڻ بدران، ٻاهر نڪري
پنهنجن ساٿين کي جاڳائڻ ۽ منظم ڪرڻ ۾ لڳي ويو. هن جا
مهندار پنهنجن پنهنجن لشڪرين کي گڏ ڪري، صف بندي ڪرائڻ
۾ لڳي ويا، پر جيسين سمورو لشڪر جاڳي، پاڻ تيار ڪري،

تيسين سنڌين جو گهيرو تنگ ٿيڻ لڳو. دانهن ۽ ڪوڪن سان ڌرتي ڪنبڻ لڳي. ان راڙوراڙ هڪاري امير خان جي لشڪرين جي همت ٽوڙي وڌي، ۽ پنهنجن مهندارن جي آئت ڏيارڻ جي باوجود هنن مان ڪيترا پٺتي نڪرڻ لاءِ اوندهه جو فائدو کڻڻ لڳا. پر پٺتي جون سموريون راهون سنڌين جي قبضي ۾ هيون. اڳيان پويان سنڌي هئا. لاچار هو موٽي وري اڳي تي صفن ۾ بيٺا. جٿن ٽٽن ڪري امير خان ڪجهه جٿابندي ڪري هڪ پاسي کان حملي ڪي منهن ڏيڻ لاءِ اڳتي وڌيو. اميرخان کي پنهنجي سر اڳيان وڌندو ڏسي لشڪرين ۾ ڪجهه همت موٽي آئي هئي، ۽ هو به هاڻ پٺتي جون واهون بند ڏسي مقابلي لاءِ تيار ٿيڻ لڳا. هنن جو انداز اهڙو هو، جو اميرخان سوچڻ لڳو ته اڃا به جيڪڏهن ترخان جمي، پير کوڙي مقابلو ڪن ته سنڌين کي منهن ڏيڻ ڏکيو ڪونه هو؛ ۽ اهو ئي سوچي هو واڪا ڪري هنن کي مقابلي ڪرڻ لاءِ همٿائيندو رهيو. ڪن انعامن اڪرامن جي لالچ ڏيڻ ۽ مرزا باقيءَ جي غضب کان ڊيڄارڻ کان سواءِ هنن جي غيرت کي للڪاريندو رهيو. ائين ئي پاسو جڏهن اميرخان چريو ٿي پيو هو، جو هڪ پاسي کان ٻئي پاسي جنون جي حالت ۾ رڙيون ڪندو ٿي ويو، پر اوچتو سنڌين جو هڪ جٿو هنن ڏانهن ڪاهيندو آيو، ۽ اميرخان جيڪي ڏٺو، تنهن هن جو ساهه سڪائي ڇڏيو. ان جٿي جي اڳيان هن جو پيءُ مٺ بار سوڍو پاڻ هو. اميرخان کي پنهنجي ٽنگن مان طاقت نڪرندي محسوس ٿيڻ لڳي. هن گهوڙو ئي پاڻ کي ڏي ڏيڻ جي ڪوشش ڪئي ته سوڍي ڪمس نه مارڻ جو قسم کنيو هو، پر ڊپ هن جي سموري بدن ۾ ترڪڻي وجهي ڇڏي،

سوڍو ڇا آيو، جڏهن ترخانن جي صفن کي ڪو درياهه پائيندو ٿي ويو. هن جو پالو ائين ٿي ڪڙڪيو جڏهن ترخانن ٿي ڪنوڻ ڪيري ٿي پيئي. هن جي ڪميت اڙا وَرَ ٿي ڪاڏا، جو جن ترخانن هن کي ڏسڻ جي ٿي ڪوشش ڪئي، تن جون اکيون

ڪيرٻون ٿيڻ ٿي لڳيون. ڪيترا ترخان ته هن کي ڏسڻ ۾ اهڙا محو ٿي ٿي ويا، جو هنن کي وڙهڻ ئي وسري ٿي ويو. جڏهن ياد آين، تڏهن سوڍي يا ڪنهن ٻئي سنڌيءَ جي ڪهاڙي سندن ڪنڌ ڪيرائي ٿي وڌي. سوڍي جي نظر ٻه امير خان تي اوچتي پيئي، ۽ هن ڪميت کي هلڪو اشارو ڏنو. ڪميت جڏهن اميرخان جي ويجهو پهتي، تڏهن اميرخان ڀرپور وار پنهنجي ڍال تي روڪيندي، رڙ ڪري چيو: "سوڍا خان، تنهنجو ته قسم سنهن ڪميل آهي ته مون تي وار نه ڪندين!"

"سنڌ مٿان اهڙا هزار سنهن قسم قربان!" سوڍي رڙ ڪري چيو، ۽ سندس ڀالو امير خان جو لڙڪهٽ چيري ويو.

امير خان کي ڪرندو ڏسي ترخانن ۾ ڀاڪوڙا پئجي ويا. هاڻ وڙهڻ بدران هو پاڻ بچائڻ جون واهون ڳولڻ لڳا. اهي راهون واهون ڳولهيندي، هو ڪرندا ٿي ويا. هنن جي رڙين ۽ ڪوڪن کان آسمان ۾ پڙاڏا پوڻ لڳا. ڪنهن سندن لشڪر ۾ اهو هل ڦهلائي ڇڏيو ته مرزا جاني بيگ ٺٽين جي پليان واريءَ ڪاهيءَ سان پڇي ويو آهي، ۽ اتي سنڌي اچا نه پهتا آهن. ترخانن سر تان سانگو لاهي، ان ڪاهيءَ ڏانهن ڀڳا. اهو ئي هڪڙو هنڌ هو، جنهن کي بند ڪرڻ سنڌين جي وس کان ٻاهر هو. ترخان ڄڻ نه اکيون بند ڪري ان ڪاهيءَ ۾ لپندا ٿي ويا. ترخانن کي ڪيرائيندي ڪيرائيندي سوڍي جي همراهن جون ٻانهون سائيون ٿيڻ لڳيون هيون، ۽ پوءِ جڏهن پرڀات جو ڀرپور ڪرڻو پورب کان ليا پائڻ لڳو، تڏهن سنڌين وري نعرو هنيو: "جيئي سنڌ!"

ائين ٿي ڀانيو ڄڻ ان پرڀات ويلي ۾ سڄي ڪائنات ان نعري جي ورائيءَ ۾ جيئي سنڌ جو نعرو هڻڻ لڳي هئي. ان ورائيءَ کان پوءِ ڄڻ ماٺ ٿي ويئي. ماحول ۾ هڪ عجيب سڪونت ڇانئجي ويو. هزارين ترخانن جي لاشن کي لتاڙيندي سوڍو جڏهن ان ڪاهيءَ جي منهن تي پهتو، تڏهن ڪاهيءَ جي تري ۾، هن کي انهن ترخانن جا مڙهه نظر آيا، جن ڪاهي ذريعي ڀڄو ڏيئي سنڌين کان بچڻ جي واٽ ورتي هئي.

رسد خاني ۽ اسلحہ خاني جو سمورو سامان لڏي، هو وري ٻرائي ئل کان ڦري جڏهن کوٽ ۾ گهڙيا، تڏهن سموهن جي سمورين مسجدن مان فجر جي ٻانگ جو آلاپ اچڻ لڳو. سوڍو حڪمت کي شهر وچان ڪڍي، وڏي برج تي چڙهي آيو، ۽ من جهڪي ڏٺو، تنهن سندس دل ٻٽي ڪري وڌي. مغلن جي هزارين تنبن مان ٻاهر جون چيون نڪري، مٿي اڏامڻ لڳيون هيون، مغلن جي رڙين ۽ واڪن جو گهمسان آيو ڦاڙڻ لڳو هو. سوڍي جي منهن تي مرڪ اچي ويئي، ۽ هو وري هيٺ لهي آيو. هيٺ اچا ٻهتو ئي مس ته صادق سومرو ۽ سندس همراهہ کوٽ جي در کان اندر لنگهي آيا. سوڍي اڳيان وڌي صادق سومري کي ڀاڪر پائي چيو: ”واه جو ڪم ڪيو اٿئي، صادق!“

صادق پنهنجي هن بار کي عجيب پيار مان ڏسڻ لڳو، جنهن ترخانن جي هيڏي لشڪر کي پڇائي ڪڍيو هو، پر جنهن جي منهن تي اهڙو اهڃاڻ هو، ڄڻ ڪجهہ ٿيو ئي ڪونہ هو.

”سوڍا، هاڻ ٻاڻ وڙهي پونداسون. هيڏي ويڙهہ ڪانئي آيو آهين، ۽ وچي ڪو ساهہ پٽين ۽ ساهي کٽين، ان بدران برج تي چڙهي پيو جهوتون ڏين! هل، هلي آرام ڪر. خبرون چارون ٻہ پوءِ ڪنداسين!“ صادق ڪوڙي ڪاوڙ ڪندي چيو.

”جهڪا تنهنجي مرضي!“ سوڍي مرڪندي چيو، ۽ همراهن سان گڏجي پنهنجي چانوڻيءَ ڏانهن وڌي ويو.

○

# ١٥

صادق سومري جي راتاهي مغلن جا وڻ وڃائي ڇڏيا. هنن کي سمجهه ۾ نٿي آيو ته حملو ڪنهن ۽ ڪيڏيءَ مهل ڪيو. بظاهر ته ڪو لشڪر به نظر ڪونه ٿي آيو. هر رکي رکي پهريدارن، ۽ رسد خاني جي تنبن مان ڪڪن ۽ رڙين ڪنهن ڌارئين جي موجودگيءَ جو اعلان ٿي ڪيو. پوءِ جڏهن گهوڙن جي ڳاهه جي ڌَنين مان باهه جون ڄڀيون آسمان سان ڳالهيون ڪرڻ لڳيون، تڏهن محافظ دستا اوڏاهين ڀڳا. هر دشمن هجي ته لڀي. جيسين هو ڳاهه جي پهريدارن کي ڳولين، تيسين رسدخاني جي شاميانن مان دانهون ڪوڪون ٻڌڻ ۾ آيون، ۽ هڪٻئي پٺيان سمورن تنبن ۽ شاميانن کي باهه وڪوڙيندي وئي. انهن مان سوين تنبن ۾ رسد خاني جا ملازم ستل هئا. ٽن جو پاڻ کي چوڌاري باهه ۾ وڪوڙيل ڏٺو ته انهن جي رڙين سڄي مغل لشڪر کي ڌڪائي ڇڏيو. انهن رڙين تي مجاهد خان ۽ ٻيا مغل سردار ڇرڪ ڀري جاڳي پيا، ۽ هنن جيڪي ڏٺو، سو اعتبار ڪرڻ جهڙو نه هو. ائين ٿي ڀانيو ته رات بدران وڏو ڏينهن چڙهي آيو هو، ۽ هزارين ماڻهو ڪنهن آچاتي ڊپ کان هيڏانهن هوڏانهن ڀڄندا ٿي رهيا. ائين ٿي ڀانيو ڄڻ ڪنهن وڏي شهر کي چوڌاري باهه ورائي وئي هئي، ۽ ماڻهن کي ڀڄڻ جي واهه ڪانه هئي، ۽ هنن جي ڏسندي ڏسندي رسد خاني، اسلحه خاني جا هزارين تنبو باهه جو کاڄ بڻجڻ لڳا. مجاهد خان ڪاوڙ کان پنهنجي چپن ۾ چڪ وجهڻ لڳو. جڏهن محمود خان ڊڄندي ڊڄندي چيو: ”حضور، شايد سنڌين شبخون هنيو آهي!“ تڏهن

مجاهد خان سچو ڏکڻ لڳو. هن محمود خان کي گهڻو ڪان جهلي،
اهڙي ڏونداڙ ڏني، جو هو انهي ئي ٻيسڌ ٿي ڪري پيو. ٻيا
مغل سردار محمود خان جو اهو حال ڏسي، وري پنهنجي تنبن
۽ شاميانن ڏي وڃڻ لاءِ موڙيا، ته مجاهد خان ڪڙڪو ڪندي
چيو: ”هڪدم سڄي لشڪر کي مقابلي لاءِ تيار ڪيو وڃي ۽
طبل جنگ وڄايو وڃي!“

نوبتن ۽ دمامن باهه جي شور کي هيڪاري خوفناڪ بڻائي
ڇڏيو. مغلن جو اٿاهه لشڪر ٿوريءَ ئي دير ۾ صفون ٻڌي،
حملي ڪرڻ لاءِ تيار ٿي بيهي رهيو. مجاهد خان پنهنجي سفيد
گهوڙي تي سوار ٿي، گهوڙيسوارن جي دستن جو معائنو ڪري،
پيادل فوج جي سردارن کي ڪوٽ ڏانهن وڌڻ جو حڪم ڏنو.
فيلدارن کي هاٿين کي اڳيان ڪرڻ لاءِ چيو، هو وري گهوڙيسوارن
ڏانهن موٽي آيو. دستن مهندارن کي گڏ ڪري، هن غضبناڪ
آواز ۾ چيو: ”آءٌ چاهيان ٿو ته سنڌين کي هن شبخون جي
اهڙي سزا ڏني وڃي، جو هنن کي وري ظل الاهيءَ جي لشڪر
تي آڱر کڻڻ جي همت نه ٿئي. اڄ جو اڄ سيوهڻ جو قلعو
اسان جي قدمن ۾ هئڻ گهرجي. دلاور خان، آتش خان، بينظير خان
۽ رامسنگهه، جا دستا هراول دستا ٿي اڳتي وڌندا. ٻيا سپهه سالار
هنن جي پويان هلندا. جڏهن هاٿي دروازو ڪيرائيندا تڏهن هراول
دستن جا چار ئي سالار الڳ الڳ دروازن کان سنڌين تي حملو
ڪندا. خدا جو قسم، جيڪڏهن هي حملو ناڪام ٿيو ته اوهان
جا سِرَ پنهنجي هٿن سان وڍي، ظل الاهيءَ جي خدمت اقدس
۾ موڪليندا سين....! رامسنگهه، ترخانن کي هڪدم حڪم ڪيو
وڃي ته هو پٺيان هڪدم قلعي تي قبضي ڪرڻ جي ڪوشش
ڪن، جئن سنڌين کي ڀڄڻ جو موقعو نه ملي!“

مغل فوج جو هي سمنڊ جڏهن سيوهڻ تي چڙهڻ لاءِ
نڪتو، تڏهن زيبا جو ساهه سٽ ۾ اچي ويو. هوءَ نڪڙي نڪڙي
دادن جي تنبوءَ ۾ لنگهي آئي. ”اوهين اڃا آرام سان ويٺا آهيو،
۽ حضور جن قلعي تي حملي ڪرڻ وارا آهن!“ هن سهڪندي چيو.

”تون ڪاڳڻتي نه ڪر. سيوهڻ کي فتح ڪرڻ ۾ خان اعظم
کي ڪي سال کپن!“ دادن ڪلي چيو.

زيبا کي هن جي اعا ڪل نه وئي. هن کي مجاهد خان جي
ڪاوڙ ۽ بهادريءَ جي خبر هئي. هن ائين سمجهيو ته ڏينهن
چڙهڻ کان اڳ مجاهد خان قلعو فتح ڪري وٺندو، ۽ پوءِ هن
جي دادن جو ڇا ٿيندو؟ هن دادن کي اهڙين نظرن سان ڏٺو،
جنهن ۾ هڪ عجيب التجا هئي، ڄڻ چوندي هجي، ”سڄڻ، هن
ڪوڙيءَ سياست جي جهڳڙن کان دور مون کي ٻاهڻ سان وٺي
هل!“ دادن به ان نظر کي پروڙي ويو؛ ۽ نه چاهيندي به هن
چئي ڏنو: ”زيبا، منهنجي ڳالهه مڃ خان اعظم کي آزمائڻ ڏي،
۽ جڏهن هو ناڪام ٿي موٽندو، تڏهن مغل لشڪر کيس خود
مجبور ڪندو ته سنڌ تان هٿ ڪڍي؛ ۽ جڏهن خان اعظم لاهور
ڏانهن اسهندو تڏهن جي تون منهنجو ساٿ ڏيندينءَ ته اسين به
پنهنجي ڪا منزل حاصل ڪنداسون!“

زيبا ڪجهه چوڻ تي هئي، ته هن تنبوءَ جي پٺيان ڪجهه
کڙڪو ٻڌي ورتو. هن اشاري ۾ دادن کي ڳالهه
سمجهائي. دادن ٻڙڪو ڏيئي ٻاهر نڪتو، پر تيسين ڪو ماڻهو
تڪڙو تڪڙو اتان کسڪي ويو، ۽ هن جي نظرن کان غائب
ٿي ويو. جڏهن هو واپس تنبوءَ ۾ آيو ته اتي زيبا ڪانه هئي.
هن ڪن لائي ٻڌڻ جي ڪوشش ڪئي، ۽ هري هري ٿي ٻاهري
واري تنبوءَ ۾ داخل ٿيو. تنبوءَ ۾ داخل ٿيڻ سان ئي، مغل هڪ ئي
وقت هن تي ترارين سان حملو ڪري آيا. دادن ڦڙتيءَ سان
اڳيان ٽپ ڏيئي، وار ته بچائي ويو، پر مغل ورئي ڪري آيس.
هيڏانهن هوڏانهن ڏسندي، هن ديوان تي پيل هڪڙي چادر ڪڍي
ورتي، ۽ ڪنهن طرح سان هڪڙي مغل جي ٻوٽ ۾ ڦهڪائي
ڏنائين. جيسين اهو مغل چادر مان منهن ڪڍي، تيسين هن ٻئي
مغل جو وار روڪي، کيس ڪنڌ تي اهڙو زوردار ڌڪ هنيو جو
هو ڪوڏن ڀر ويهي رهيو. هن جي هٿ مان ترار ڪري، هن ٻئي

مغل جي پيٽ ۾ لنبي ڏني. ڏکي جهڙي رليپ ڪري مغل آني ٿي اونڌو ٿي ڪري پيو.

دادن ترار ڪڍي ٻاهر نڪتو، ۽ هڪ هڪ تنبوءَ ۾ ڏسندو ويو، پر هن کي ڪٿي به نظر نه آئي. مغلن جي حرمن ڏانهن وڃڻ خطري کان خالي نه هو، ۽ هاڻ هن جو انهن تنبوءَ ۾ رهڻ به جوکائتو هو. هن کي اهو سمجهه ۾ نٿي آيو، ته هن تي ڪنهن حملو ڪرايو جڏهن سيني کي خبر هئي ته هو مجاهدخان جو مهمان هو. البت ڪيترا مغل سردار هن کي شڪ جي نظرن سان ڏسڻ لڳا هئا. اهو سوچي، هو گهوڙو هٽ ڪري، ٻاهر ٻ. مغل لشڪر جي پوئان هلڻ لڳو.

مغلن جي فوج جڏهن سيوهڻ ني چڙهڻ لاءِ اڳتي وڌي تڏهن سندن پوئان ٻرندڙ مچ سندن ٿي ٻاچولن کي عجيب منظر ڏيئي ڇڏيو. اهي لڏندڙ ٿڙڪندڙ ٻاچولا انهن تي معلوم ٿيا ڄڻ جنن ڀوتن جو ڪو ڪٽڪ هنن جي اڳواڻي ڪندو ني ويو. جئن جئن مچ جا ڪيرٿا چڙهندا آيا، تئن تئن ٻاچولن جو اهو لشڪر مغل لشڪر جي پيرن هيٺان لتاڙجندو ويو، ۽ جڏهن ٻهر مچ جو چڙهي آيو، تڏهن سيوهڻ جي قلعي هيٺان انسانن جو هيءَ سمنڊ حملي جي تيارين ۾ لڳي ويو. مجاهد خان فيلدارن کي اشارو ڪيو. ڏهه ڏهه هاٿي قلعي جي ڇئن دروازن ڏانهن وڃڻ لاءِ تيار ڪيا ويا. پر جڏهن پيلبانن هاٿين کي سوٽا لنبي، ڪين دروازن ڏانهن وڃڻ جي هٿشي ڏني، ان وقت ڪوٽ جي ڪنگرن ۽ برجن سان تيرن جو مينهن وسڻ شروع ٿي ويو. پيلبان بولاٽيون ڪائيندا ڪرندا ويا، ۽ هاٿي رانباٽ ڪندا، موٽي پنهنجي ٿي لشڪر ۾ ڪاهي پيا. فيلدارن جئن تئن ڪري وري هاٿين کي تيار ڪري، نئين سر نئون پيلبانن سان چاڙهي موڪليو پر هنن جو به اهو ٿي حشر ٿيو. جئن جئن ڏينهن چڙهندو آيو. تئن تئن سڌ جي ڏرنيءَ به مغلن کي ٽپائڻ شروع ڪيو. اڄ ۽ ٻڪ هنن کي وري پنهنجا تنبو ۽ خيما ياد ڏيارائي ڇڏيا. سڌ

جي سهڻي آس هنن جي بدنن ۾ سيون لنبڻ لڳي، ۽ هنن وَرَ وَرَ ڪري پير سٽائڻ تي شروع ڪيا.

مجاهدخان ناڪام ٿيندڙ حملن کان فوجدارن کي گاريون ڏيڻ لڳو. پر جڏهن ترخان ڏانهن موڪليل راسنگهه جا ماڻهو موٽيا، ۽ مجاهدخان کي ترخانن جي لشڪر بدران سندن سڙندڙ لاشن جي خبر ڏنائون تڏهن مجاهدخان زندگيءَ ۾ پهريون ڀيرو پنهنجي تڪڙ ۽ اُبهرائيءَ تي پشيمان ٿيڻ لڳو. پر حملي کي اڌ ۾ ڇڏڻ به هن نٿي چاهيو. هن حڪم ڪيو ته ڪمند اُڇلائي فصيلن تي چڙهڻ وارا دستا اڳيان وڌن. راٺوڙن ۽ روهيلن جا اهي دستا پنهنجا ڪمند ۽ رسا سنڀالي قلعي ڏانهن وڌيا. قلعي کي جيئن ئي ويجها پهتا ته هنن جي مرحبا به تيرن جي اهڙي وسڪاري سان ٿي جو سندن صفن جون صفون ڪرنديون ڇٽ ٿينديون ويون. ٻين انهن جي جاءِ ورتي، ۽ اهي به پنهنجن ئي همراهن سٿان ڪرندا ويا. جڏهن سج ليزي چڙهي آيو، تڏهن ته اُڃ ۽ بک کان مغل لشڪر بيحال ٿيڻ لڳو. مختلف جٿن جا سردار مجاهدخان کي جنگبنديءَ لاءِ منٿون ڪرڻ لڳا. بغاوت بلوي جي ڊپ کان لاچار مجاهدخان جنگبنديءَ جو حڪم ڪيو، ۽ مغل لشڪر پنهنجن خيمن ڏانهن موٽڻ لڳو.

خيمن ۾ پهچندي ئي لشڪري پاڻيءَ جي مٽن ۽ نادين تي لٿي پيا. جڏهن هنن جي اُڃ لٿي تڏهن هنن کي کاڌي جو خيال آيو: ان سان گڏ هنن کي سنڌين جي راتاهي جو خيال آيو. رسد خانو سڄو ڦاهيار ٿيل هو: سمورو ان، گهوڙن ۽ جانورن لاءِ گاهه ٻاهه جي نذر ٿي ويو هو. هاهوڪار مچي ويئي. بکيو لشڪر انڌي هاٿيءَ جيان ٿونا هڻڻ لڳو. مغل سردار ۽ امير پنهنجن ئي لشڪرين ۽ سپاهين کان ڊڄڻ لڳا. نئين رسد پهچڻ ۾ وقت لڳندو، ان وچ ۾ لشڪر جي بغاوت کي ڪير منهن ڏيندو. اها صورتحال ڏسي سمورا امير ۽ سالار مجاهدخان جي شاميانی اڳيان گڏ ٿيڻ لڳا. مجاهدخان به صورتحال سمجهي ويو

هو: ٻر هو ڪري ٻه ڇا ٿي سگهيو. مجاهد خان کي اها ٻه ڪ
هئي ته دشمن رسد پهچڻ ۾ اٻهرو وقت لڳي ويندو جو تنهن حملي
ڪرڻ جو خيال ٻه ملتوي ڪرڻو پوندو. تنهن کان سواءِ قلعي
کي فتح ڪرڻ ٻه آسان نه هو. هي قلعو تاريخ ۾ سيني لاءِ ڏکئي
۾ ڏکيو قلعو هو. سڪندر اعظم جهڙي فاتح کي ٻه هزارين سپاهي
قربان ڪرڻا پيا هئا، ۽ ڇهن مهينن جي انتظار کان پوءِ قلعي
هٿ ڪرڻ جي صورت نڪتي هئي. خلجين ۽ تغلقن ٻه ان قلعي
ٻوڀان ٿي جوتا کائي دهليءَ جو رستو ورتو هو. جن فاتحن اهو
قلعو فتح ڪيو هو، تن هميشه ڪنهن نه ڪنهن دوکيبازيءَ ۽
دغاکان ڪم ورتو هو. سڌو سنئون قلعي کي فتح ڪرڻ ناممڪن
هو. بهتر هو ته سنڌين سان صلح ڪري، اڪبري لشڪر کي وري
لاهور ۽ آگري جي عافيت ڏانهن موٽائجي. ٻئي طرف اڪبر جي
غيض ۽ غضب کان مغل سردارن جا هنيان ٿي ڪاڇي ٿي ويا.
هنن مان ڪنهن ٻه ان رٿ پيش ڪرڻ ۾ اڳرائيءَ جي همت
نه ڪئي، جيتوڻيڪ سيني جي دل آگري پهچڻ لاءِ ملندي هئي،
جتي جون محفلون، عيش عشرتون هنن جي انتظار ۾ هيون.
مجاهدخان خود ٿي جڏهن اهڙي راهه ڏيکاري، تڏهن ڪٿي مغلن
سردارن ڪيس پنهنجي همراهه هجڻ جو يقين ڏياريو. فيصلو اهو
ڪيائون ته دادن کي ڪن مغلن سان گڏ وري سنڌين ڏانهن
صلح جي پيشڪش لاءِ موڪلجي.

دادن جڏهن شاميانې ۾ پهتو، تڏهن سيني مغلن جا لٿل
منهن ڏسي، هن جي چپن تي مرڪ اچي وئي. هن کي پڪ ٿي
ته مجاهد خان پنهنجي دليريءَ ۽ سورهيائيءَ جي گهمنڊ ۾ هاڻ
پوئتي هٽڻ کي مغل شان جي گهٽتائي سمجهي، هاڻ مغل لشڪر
جي واپسيءَ جو ڪو عزت وارو رستو ڳولي رهيو هو.

مجاهد خان پنهنجي ڪاوڙ ۽ شرمساريءَ کي لڪائيندي
چيو: ”سنڌي، اسين تنا چاهيون ته وڌيڪ خونريزي ٿئي. ان
ڪري جيڪڏهن سنڌي [illegible]

طرفان ڪين معاف ڪرڻ لاءِ تيار آهيون. موهن ڪوٽ ۽ سيوهڻ جا اجازت ناما ۽ شاهي پروانا پڻ ڏيڻ لاءِ تيار آهيون، بشرطيڪ سنڌي ڪو نئون حملو نہ ڪندا جيسين ظل الاهي سنڌين ۽ ترخانن جو ڪو تصفيو ڪري!“

دادن غور سان هن شڪست کاڌل مغرور مغل کي ڪو وقت نہ ڏسندو رهيو. پوءِ ڌيرج سان چيائين: ”مون تہ اڳي ئي عرض ڪيو هو تہ سنڌي خود مغل لشڪر سان وڙهڻ نٿا گهرن مغل تہ هرويرو سنڌ جي اندروني جهيڙي ۾ مداخلت ٿا ڪن. موهن ڪوٽ، سيوهڻ ۽ ٻين شهرن لاءِ بہ هنن کي شاهي پروانن جي ڪا ضرورت ڪانهي: اهي تہ آهن ئي هنن جا پنهنجا. رهي ڳالهہ شورشن جي، سو جيسين ترخان حڪمران رهندا، شورش بند نہ ٿيندي. جيسين هڪڙو بہ ترخان سنڌ جي سرزمين تي موجود آهي، تيسين هنن جي بغاوت جاري رهندي. اڄ سنڌين پاران اوهان کي رکيو اها پڪ ڏيئي ٿو سگهان تہ مغل لشڪر جي واپسيءَ وقت سنڌي ڪوبہ حملو نہ ڪندا!“

”پر شهنشاهہ جي اطاعت تہ شرط آهي،“ هڪڙي سردار وچ ۾ چيٽي ڏاو.

”سنڌي اڳ تہ شايد شهنشاهہ جي اطاعت جي اعلان ڪرڻ کان ڪونہ ڪيٻائين ها، پر جڏهن کان ظل الاهيءَ مرزا باقيءَ جي حمايت جو اعلان فرمايو آهي، تڏهن کان تہ هو مرڻ وڌيڪ پسند ڪندا، ۽ شهنشاهہ جي اطاعت جو اعلان هرگز نہ ڪندا!“

”پر سنڌي مغل شهنشاهت کان ڪيترو وقت بچندا....!“ رامسنگهہ جي دل جو راجپوت لفظن جي صورت ۾ ظاهر ٿيڻ لڳو.

”مغل شهنشاهہ....“

دادن ڪجهہ چوڻ ٿي گهريو، پر اوچتو لشڪر ۾ شور ۽ هنگامي جا آواز پڌن ۾ آيا. لشڪري زور زور سان نعرا هڻي رهيا هئا. ڪنهن کي سمجهہ ۾ نہ آيو تہ ڇا ٿي رهيو هو. مجاهدخان ئي [illegible] بشارت [illegible] اڳي [illegible] اچا هو [illegible]

چوڻ ٿي هو ته لشڪرين جو هڪ شاهي دستو شاميانيءَ کي گهيرو
ڪري بيٺي رهيو. ڪجهه سپاهي اگهاڙين ترارين سان اندر گهڙي
آيا، ۽ مغل سردارن جي پويان بيٺي رهيا. ڪنهن کي به نڪرڻ
جو موقعو نه ملي سگهيو. اوچتو هيبت خان اگهاڙي ترار هٿ
۾ جهلي اندر هليو آيو، ۽ مجاهد خان ڏانهن منهن ڪري چيائين:
"مجاهد خان، اڪبري لشڪري جي هيڏي بيعزتي تنهنجي لاءِ ڪافي
نه هئي، جو هاڻ سنڌين سان صلح جون ڳالهيون ٿو ڪرين!"
پوءِ ٻين سردارن ۽ اميرن ڏانهن منهن ڪري چيائين: "اي هين
پاڻ کي مغل امير ٿا سڏايو! حيف آهي اوهان جي حياتيءَ تي!
اڪبري فوج جا سالار مٺ جيترن سنڌين سان مقابلو ڪرڻ بدران
آگري ڏانهن موٽڻ جون تياريون ٿا ڪن. ظل الاهيءَ کي ڪهڙو
منهن ڏيکاريندؤ؟ لشڪر جو سمورو ڪاڌو سنڌين جي راتاهي تباهه
ڪري ڇڏيو، ۽ انهن کي ڪاڌي ڪارڻ بدران اوهين ميدان ڇڏي
پٺ جون صلاحون پيا ڪريو. اڄ کان هن لشڪر جو سپهه سالار
آءٌ آهيان: مجاهد خان کي گرفتار ڪيو وڃي ٿو. اوهان مان
جيڪو مون سان ساٿ ڏيڻ گهري، سو هٿ مٿي ڪري. آءٌ سنڌين
کي اهڙي سيکت ڏيندس، جو هنن کي وري ڪڏهن مغل بادشاهه
جي حڪم عدوليءَ جي همت نه ٿيندي. سمورو لشڪر مون سان
آهي. جيسين ٻاهران رسد پهچي، جنهن لاءِ مون اڳي ئي ماڻهو
موڪلي ڇڏيا آهن، تيسين سڀني سردارن، اميرن، سالارن، جٽن
جي مهندارن جي ذاتي رسدگاهن مان ڪاڌو لشڪرين ۾ تقسيم
ڪيو ويندو. جنهن امير يا سردار ائين ڪرڻ ۾ ڪو اعتراض
ڪيو، ته ان کي لشڪرين جي حوالي ڪيو ويندو!"

سڀني اميرن جا ڪنڌ هيٺ ٿي ويا. هنن کي پنهنجن ئي
لشڪرين هٿان مرڻ جا خيال ستائڻ لڳا. هيبت خان هنن سڀني
کي ڏسندي وري چيو: "مجاهد خان کي حضور ظل الاهيءَ جي
خدمت ۾ پيش ڪري آءٌ سموري حقيقت بيان ڪندس. انهن
سردارن ۽ اميرن جا نالا به پيش ڪندس جن مجاهد خان جو
ساٿ ڏنو، يا هن کان پوءِ ڏيندا. جيڪڏهن ظل الاهيءَ مون کي ئي

قصوروار ڪيو ته آءٌ خوشيءَ سان سزا ڀوڳيندس، پر مون کي
قسم آهي پروردگار جو، آءٌ مغل لشڪر، مغل شهنشاهه ۽ خاندان
تيموريه جي بيعزتي ٿيڻ نه ڏيندس!"

ٻاهر سڄو لشڪر هيبت خان جي حق ۾ نعرا هڻي رهيو
هو. ڪنهن به سردار کي هيبت خان جي منهن ۾ نهارڻ جي همت
نه ٿي، ۽ پوءِ هري هري تي امير ۽ سردار هٿ مٿي ڪندا،
هيبت خان کي پنهنجي وفاداريءَ جو يقين ڏياريندا ويا. فقط
مجاهد خان، دلاور خان، محمود خان، ۽ رامسنگهه چار ڄڻا هئا، جن
پنهنجا هٿ مٿي نه ڪيا.

"اڄ کان اسين سيوهڻ تي سڌي حملي ڪرڻ بدران ان کي
گهيرو ڪري ويهنداسون، ۽ سنڌين مڪمل ناڪيبندي ڪنداسون،
ڪٿي اسان کي هت ڇهه مهينا ڇو نه ويهڻو پوي. سنڌي توڙن
ڏينهن ۾ تنگ ٿي اسان کان امان گهرندا...."

اوچتو هن دادن ڏانهن منهن ڪري چيو: "سنڌي، تو
هيبت خان کي نه سڃاتو آهي. مون کي اها به خبر آهي ته سنڌين
اهو شبخون ڪيئن، ۽ ڪنهن جي چوڻ تي ڪيو. ان ڪري
تنهنجو احتساب ڪرڻ منهنجي وس ۾ آهي! وٺي وڃو هن
مردود کي! هن سنڌيءَ کي زنجيرن ۾ جڪڙي مٿس سخت پهرو
ويهاري ڇڏيو!"

مجاهد خان جو ڪنڌ هيٺ هو. مغل لشڪر جي هن ڄاڻو
سپهه سالار هڪڙي ئي ڏينهن ۾ پنهنجي اٻهرائيءَ ۽ گهمنڊ ۾
اتربون شڪستون کاڌيون هيون، جو شرمساريءَ کان هو جهڙو
ٻوڙهو نظر اچڻ لڳو هو. دادن کي الائي ڇو هن ٻوڙهي مغل
تي رحم اچي ويو. سپاهين سان گڏ ٻاهر ويندي، مجاهدخان ڀڻ ڀڻ
ڪندي چيو: "سنڌي، اسين نهايت شرمنده آهيون، جو اسين
تنهنجي ڪابه ڳالهه پوري نه ڪري سگهياسين.... شايد خدا کي
ان ڪري ئي اسان جي هيءَ ذلت منظور آهي!" ۽ مجاهد خان
پنهنجين اکين جي لڙڪن لڪائڻ لاءِ هڪڙو هٿ منهن آڏو
ڏيئي ڇڏيو.

# ١٦

مغلن جي ناڪيبندي جئن ٻوهه تئن سخت ٿيندي وئي.
قافلن جا قافلا مغلن جي ور چڙهندا ويا، ۽ سيوهڻ جي شهر تي
هڪ منحوس ڇانو نمودار ٿيڻ لڳو. ماڻهن ۾ هڪ عجيب بيچيني
۽ بي آرامي ڦهلجندي وئي. پر ڪنهن به وات مان ڪجهه نٿي
چيو. جڏهن مهينو راتين جو پورو ٿيو ته شهر ۾ اَن کٽڻ لڳو،
۽ ٻاهريون پورو شهر جي ماڻهن کي احساس ٿيو ته هاڻ ويلا
ڪاٽڻا پوندا. سوڍي جا همراهه هن کي سوريون خبرون پهچائيندا
رهندا هئا، شهر ۾ ڪنهن نه مغلن جي پيش پوڻ جي ڳالهه نٿي
ڪئي. ماڻهن ۾ هڪ عجيب جذبو هو — کلندي ڪڏندي ويلا
ڪاٽيندا ٿي ويا، بکون ڪاٽيندا ٿي ويا، مغلن کي گاريون ڏيندا
ٿي ويا: جو هنن اَن جي بدران بکن ۾ پاڻ ٿي مرڻ کي بهتر
ٿي سمجهيو. پر سوڍي ۽ سندس همراهن کان سنو نٿي ٿيو. سنڌ
جي هن ملوڪ شهر جي ماڻهن کي هنن جي ڪري ئي هي ڏکيا
ڏينهن ڏسڻا پيا هئا. هو ته ان خيال جو هو ته مغلن سان ٻاهر
نڪري منهن ڏيڻ گهرجي، پر الائي ڇو سنگت ان خيال جي هئي
ته مغل پاليهي ڪک ٿي ڀڄي ويندا. هوڏانهن به مغل لشڪر جي
ٻهٽ ۾ هو اهڙا ٿورا هئا جو سڌو سنئون مقابلو ڪرڻ ممڪن نه هو.

هڪڙي ڏينهن، پنهنجن همراهن سان آخري صلاح ڪرڻ
لاءِ هن چوياري سڏائي، ته چاچي علوڪيس اطلاع ڏنو ته مغلن
جا ماڻهو ڪو نئون ڏڦ پيا اڇن، ماڻن ٿي ڇٽا سنڌي به شامل
آهن. سوڍي کي ڪو وسوسو وڌي ويو. هن جي دل ۾ ٻاهريون
پورو ڪا نستائي، ڪا ڪمزوري محسوس ٿيڻ لڳي. هن کي
پنهنجي ان وسوسي جي ٻان ٿي ڪا ڄاڻ نه پئجي سگهي، پر
جڏهن مغل ۽ ٻيئي سنڌي اندر آيا تڏهن سڌن منهن مان ئي
هو سمجهي ويو ته هن جو وسوسو سچو هو. هنن هڪ خط آڻي
سوڍي جي هٿ ۾ ڏنو. سوڍي جئن جئن پڙهندو ويو تئن تيئن

هن جي منهن جو رنگ بدلجندو ويو. هڪڙي همراهه کان رهيو نه ٿيو، تنهن چيو: ”سوڍا، خير ته آهي؟“

سوڍي ڪو جواب نه ڏنو، ۽ خط ڪڍي سندس هٿ ۾ ڏنو. جنهن جنهن ئي خط پڙهيو، تنهن جي منهن جو به نور لهندو ويو. آخوند نور محمد لکيو هو ته سنڌين جي مغل شهنشاهه سان ڪا لڙائي ڪانهي، ان ڪري مغلن سان صلح ڪجي. ان جو فيصلو سڀني راڄن به ڪيو هو، ۽ سومرن راڄن جي وڏڙن جون مهرون ان خط هيٺان لڳل هيون. مغلن چيو ته جيڪڏهن سنڌي وڙهڻ ڇڏين ۽ قلعو مغلن جي حوالي ڪن ته هو ڪنهن به سنڌيءَ کي هٿ نه لائيندا، ۽ هر ڪنهن کي پنهنجن راڄن ۾ موٽي وڃڻ جي اجازت هوندي. ڪچهريءَ ۾ موجود سومرن ماڻهن کي ڄڻ ڪنهن سپ سرائي ڇڏيو هو.

ٿوريءَ دير کان پوءِ سوڍي چيو: ”ادا، ائين ملول ٿيڻ مان ته ڪجهه ڪونه ورندو. ڀيرين ڏسون ته همراهن جي ڪهڙي صلاح آهي ته پوءِ اهڙو جواب هنن کي ڏجي! صادق، ڀيرين تون همراهن جي خبر ڪر!“

صادق سومرو، سڀني کان ننڍو هو. جانٺو جوان، وڙهڻ مهل ڀالي ۽ تلوار بدران ڪهاڙيءَ تي وڌيڪ ڀروسو ڪندو هو. ترخانن سندس سڄو ڪوٽ ساڙي ڦلهپار ڪري ڇڏيو هو. سندس پيءُ کي انڌو ڪري ڪوهه ۾ ٽنگايو هئائون. هو به سوڍل جيان کهٽ ڳالهائيندو هو.

”سوڍا، منهنجا همراهه صلح ڪڏهن به ڪونه قبوليندا. اسين سنڌ لاءِ وڙهڻ نڪتا آهيون. جيسين ڌارين لشڪر جو هڪڙو ماڻهو به سنڌ ۾ هوندو، تيسين اسين وڙهندا رهنداسين!“

سوڍل کي هن دلير مڙس لاءِ ڏاڍو پيار هو. ڪيس ڏکوئڻ نٿي گهريائين، پر هن وقت ته ڳالهه نماڻ ڪرڻي هئي، سو ڪنڌ هيٺ ڪري چيائين: ”پر اوهان جي سومرن جي راڄ جي وڏڙن جو فيصلو همراهه ڀڃندا ته پوءِ؟“

"وڏن جو ڇا وڃي هن جهيڙي سان؟ اسين اول سنڌي آهيون، آخر سنڌي آهيون. سومرن جي راڄ جو نن ۾ ڇا وڃي؟ سڀڪو راڄ پنهنجا جهيڙا نبيرا ڪندو آهي. اسين راڄن ۽ برادرين جي چوڻ تي وڙهڻ نوڪري ٿي آيا هئاسون، پر ڪو راڄن اسان کي چوائي موڪليو هو ته ميان وڃي سنڌ لاءِ وڙهو. ويڙهه سڀڪنهن جي پنهنجي ويڙهه آهي، جنهن کي سنڌ جي سيد لاءِ ماڻ آهي، سو وڙهڻ اهو آهي: ڪو سمو، ڪو سيد، ڪو سومرو، ڪو لهاڻو ٿي هٿ وڙهڻ ڪونهي آهو. رهي ڳالهه مغلن سان صلح ڪرڻ جي: سو صلح ته اسين ترخانن سان به ڪري ٿي سگهياسون. جيڪي هنن گهريو ٿي، سو جي پيا ڏيون ها، ته ترخانن کي ڪو ڇتي ڪتي ڪونه ڪاٽيو هو. اسين پنهنجي لڄ، پنهنجي ماڻ، پنهنجي ماءُ جيجل ۽ پنهنجي جنم ڄام لاءِ ٿا وڙهون. سو پيلي سون کي ڪريو معاف: آءٌ ته وڙهندس، ڪٿي سڀ راڄ مڙ ڪٿي اچن!" صادق ڪاوڙ سان اٿي بيهي رهيو. ٻاهر نڪرڻ تي هو ته سوڍل ڪٿي ٻاڪر وڌس. "تڪڙ نه ڪر، سنهنجا مٺا. ڳالهه ڳالهه سان ڇٽندي. وڙهڻ ۾ آءٌ ته توسان آهيان، پر ڏسون ته اسين آهيون ڪيترا جيڪي وڙهنداسون!"

"آءٌ به وڙهڻ لاءِ تيار آهيان!" قبول محمد سمي مختصر جواب ڏنو. پر انهن ٿي ڄاتيو ته هن جي ڳالهائڻ سان يقين ۽ اهو نڪري ويو هو. سمن ناڙو بادشاهي وڃائي هئي، ۽ سمن راڄ ڪڇ ۾ مورچا ڄمائي، وري سنڌ لاءِ وڙهڻ جون تياريون ڪري رهيا هئا. اٺن، جوڻيجا، راهوجا، سميجا، ڄاڙيجا — سمورا راڄ سمن سان هئا. سو وڃايل بادشاهيءَ بدران اڪبر جي جهنڊي هيٺ سنڌ جي صوبيداريءَ جي لالچ ڪاگهٽ لالچ ڪانه هئي. ان ڪري ٿي هن جي ڳالهه ۾ اهو پڪو پختو ويساهه ڪونه هو. پر سوڍل کي پڪ هئي ته ڇا به ٿئي، قبول محمد راڄن کي ڇڏي، هن سان شامل ٿي بيهندو.

سيدن مان مبارڪ شاهه سوڍي جو سوال ٻڌي چپ ٿي ويو. ترخانن شيرازي سيدن کي ڪو ايڏو ڏک ڪونه ڪيو هو: پاڻ

کين انعام اڪرام، منصبون ۽ منشيريون ڏنيون هئائون. سيد
وڙهڻ ان ڪري نڪري پيا هئا، جو سنڌ ئي اهڙو وطن هو،
جنهن هنن کي گهڻي ۾ گهڻو مانُ ڏنو هو، ۽ هاڻ سنڌ هنن لاءِ
اهڙو ئي وطن هو جهڙو سندن وڏن لاءِ ايران يا عربستان هو —
۽ وطن لاءِ وڙهڻ ته ايرانين ۽ عربن جي ته رت ۾ هو. پر اڪبر
جي دربار ۾ به شيرازي ۽ هراتي سيدن جو وڏو مانُ هو، ڪي
ته پنج-هزاري درجن تي وڃي پهتا هئا. وڏي سياست جي اڳيان
سيدن جا ماڻهو به بيهي سگهندا يا نه، ان جي ڪوس خاطري ڪانه
هئي. سوڍل به هن جي دل ۾ هڻ ڪي سمجهيو ٿي، پر پڪ ڪرڻ
لاءِ وري چيائين: ”شاهه سائين، تون ماٺ ۾ آهين؟“

”ٻيلي سوڍل ڳالهه ڏاڍي ڳري آهي. مون ۾ جيستائين ساهه
آهي، تيستائين ته آءٌ سنڌ تي ساهه ڇڏيندس. باقي همراهن مان آڌو اڌ
ماڻهو مون سان آهن. اڌ جي پڪ ڪونه ٿو ڏيان. چئين ته پڇي
پڪ ڪريان.“

”روپا، تون خبر ڪر،“ سوڍي روپي ڏانهن منهن ڪندي چيو.

”ادا، والئيا آهن سڀني جي ڪل: گهڻي ئي وطن جي سيڪ
ائين، پر سڀڪن جي فيصلي ڪان پوءِ وڙهندا اصل ڪونه. ترخانن
ٻاهيون ٻاريون ته آڌو اڌ تني جا لهڻا لڏي ويا — ڪي اتر ويا
ته ڪي ڏکڻ. ڪن پنجاب وڃي وسايو آهي ته ڪي ڪڇ هليا
ويا آهن. سو جي هاڻ ڏنائون ته ترخانن بدران مغل به راڄ ڪندا،
۽ اڪبر جي راڄنيتي ۾ سندن آڪاڻا ۽ واپار ونگو سلامت رهندا،
ته ماٺ ڪري ويهي رهندا. هٽ-واڻئي جو من آهي ناڻي جو
منت: جتي چار ڏوڪڙ سلامت سمجهندو، اتي وطن وسري ويندن.
سو يار، واڻين مان فقط آهي وڙهندا، جن جي من ۾ هٽ بدران
هٺ، ناڻي بدران ماڻو، ۽ تڪاڻي بدران سنڌو درياهه وهندو هوندو.
باقي رهي منهنجي ڳالهه، سو منهنجو سر توسان آهي!“

پچ روپو انهن ماڻهن مان هو، جن سڄي عمر جنگيون جوٽيون
هيون. پرتگالين پيري جڏهن ٺٽي جي گهٽي گهٽيءَ مان باهه جا
آلا ٿوڪات ڪري ٻئي نڪتا، تڏهن روپي جو ڄڻو هزارين ٻارڙن

۽ زالفائن کي صحيح سلامت ڪڍي ويو هو. پرتگالين تي اٿين
ٺي حملا ڪيائين جو هنن کي اها خبر نٿي پيئي ته ڪنهن ۽
ڪيئن ٺي حملو ڪيو. ترخانن به سندن جوانمرديءَ کي ساراهيو هو.

سنڌ ڏي ٿي هيڙو وقت به ايندو، جڏهن ماڻهو سنڌ بدران
پنهنجن راڄن جو سوچيندا، سوڌي ان تي ڪڏهن سوچيو به نه
هو. هي اهڙو زهر جو ڏنگ هو، جنهن جي ٽيڪ ۽ ڪوڙان سپ
کان وڌيڪ تکي ۽ ڪڙي هئي. هن کي پنهنجي ڏاروني ۾ ان جو
ڪڙو سواد نڙڪندو محسوس ٿيو. پر هو ڪري به ڇا ٿي سگهيو.
هيءَ هن جي پنهنجي جنگ هئي، پر هاڻ اها جنگ جدا جدا
ٽولن جي جنگ بڻجي وئي هئي. هيءَ سنڌ جي جنگ هئي، پر
هاڻ راڄن جي جنگ بڻجي وئي هئي. هن کي پنهنجي پاڻ مان
۽ پنهنجي جنگ مان ويساهه نڪرندو محسوس ٿيو. هن جي دل
۽ دماغ ۾ هڪ نئين نفرت جنم وٺي رهي هئي. پر هن کي اهو
سمجهه ۾ نٿي آيو ته اها نفرت ڪنهن جي خلاف هئي. شايد
هن کي پنهنجي پاڻ کان ئي نفرت ٿيڻ لڳي هئي. ان نفرت کي
لڪائڻ لاءِ هن پنهنجن يارن، سائين سنگتين ڏانهن نهاريو. هرڪنهن
جي نظر سوڌي ۾ ڪنڌل هئي. هن جي منهن تي نفرت، ڪاوڙ ۽
ورچ گڏجي، هڪ عجيب رنگ آڻي ڇڏيو هو، ۽ هن جا سمورا
ساٿي پنهنجي پاڻ کي ان رنگ لاءِ جوابدار سمجهي رهيا هئا. هي
سورهيه مڙس، جنهن کي ڏسي سان ترخانن جو ساهه سڪي ويندو
هو؛ جنهن کي راڄ ۽ ڀاڙا ته ٺهيو، پنهنجو ڪٽنب به ياد نه
هو؛ جنهن کي سنڌ جي لفظ ٻڌڻ سان بدن ۾ ڪنوليون لڳنديون
هيون — اهڙي مڙس کي ڏڪوئڻ ڪنهن نٿي گهريو؛ ۽ جيڪا
شيءِ هن کي ڏڪوئيندي هئي، سا هئي سنڌ کان مٿي ايءَ ڪنهن
ذاتي جنگ کي اهميت.

هن به نه پنهنجي ذاتي جنگ جهيڙي هئي، ۽ ان جهيڙي
جا گهرا گهاو هن جي هنئين جي وڍن ۾ ٿي جهلڪيا.
آهي وڍ ۽ چير ڇڻ وري ڇڪڻ لڳا هئا، ۽ انهن مان رت نچوئجي
هن جي اکين ۾ گڏ ٿيڻ لڳو، ۽ ڪنهن ڏنڊ مان نهاريندي،
هن مغلن کي چيو: ”هين جو جواب اوهان کي سڀاڻي ملي ويندو!“

# ۱۷

سنڌ جي ڌرتيءَ، سنڌ جي آسمان، سنڌ جي وڻن ٽڻن، سنڌ جي مٽيءَ جي ذرڙن، ۽ سنڌ جي ماڻهن اهڙي جنگ نه اڳي ڪڏهن ڏٺي، نه پوءِ ڪڏهن ڏسندا. سوڍو پنهنجي لشڪر سان جڏهن ميدان ۾ لٿو، تڏهن سج به ڪهڪهاءَ کان هڪ ڪڪر پٺيان لڪي ويو. سج به هن ٻئي سج کي لهندي، غروب ٿيندي ڏسي نه ٿي سگهيو. اٺ-ڏهه هزار سنڌين جو لشڪر مغلن جي لک فوج سان وڙهڻ نڪتو هو: پر ڇا وڙهه هئي! مغلن سوين جنگيون ڏٺيون هيون، پر هيءَ جنگ ڄڻ زمين ۽ آسمان جي جنگ هئي. انهن ٿي ڀانيو ڄڻ ته سنڌين کي ڪيرڻ آيو ئي نٿي. انهن ٿي ڀانيو ڄڻ ته هر سنڌيءَ جي زخم سان هڪ نئون سنڌي اُٿي جو اٿي پيدا ٿي وري وڙهڻ ٿي لڳو. مغلن کي هندن جا اُهي ديوتا ياد اچي ويا جن کي ڏهه ڏهه سر ۽ ويهه ويهه ٻانهون هونديون هيون. پر هتي سنڌين جي هر ٻانهن ويهن ويهن مغلن تي وار ڪندي ٿي ويئي. هڪڙو ڀالو ٻن-ٻن، ٽن-ٽن مغلن سان پار هليو ٿي ويو. هڪڙي ڪهاڙي هڪ ئي وقت ٻه-ٻه سريون اُڇلائيندي ٿي ويئي. هڪڙي ترار هڪ ئي وقت ٻه-ٻه ڪنڌ ڪپي ٿي ويئي. مغل سپاهي هنن جي ويجهو وڃڻ کان ڪيٻائڻ لڳا هئا. سردارن ۽ سپهه سالارن جي هشيءَ تي هو وري اڳتي وڌي ٿي آيا، پر هڪ نئين ڌڪاءَ سان پوئتي هٽي ٿي ڀڳا. هڪ عجيب ڳالهه اها هئي ته سڄي واءُ منڊل ۾ ڪيڪون ۽ دانهون رڳو مغلن جون هيون. سنڌين جي نڙيءَ ۾ ڄڻ آواز بند ٿي ويو هو، ۽ جي ڪڏهن ڪو آواز هو ته اهو ته ڪيرڻ وقت هنن جي زبان مان 'جيئي سنڌ' جو نعرو ٿي نڪتو. ان جو آواز ٻڌندي ٿي

جن سنڌين ۾ نئون روح، نئين جان، نئون رت اچي ٿي ويو،
۽ مغلن جون صفون اوڙاهيندا اڳتي وڌڻ ٿي لڳا. ڪا گهڙي نه
اهڙي به آئي ٿي، جڏهن مغلن جو لشڪر پوئتي موٽڻ، ۽ ڀڄڻ جي
راهه ڳولڻ لاءِ پريشان نهارڻ ٿي لڳو. پر وري پنهنجي سپهه سالارن
اميرن جي هشيءَ تي اڳيان وڌڻ ٿي لڳا.

سنجها ٿي ويئي، پر اڃا به ڪي سنڌي وڙهي رهيا هئا:
جن هنن وڙهي مرڻ جو قسم کنيو هو، ۽ جڏهن سج ان نظاري
ڏسڻ جو وڌيڪ تاب جهلي نه سگهيو، ۽ اولهه ۾ ڪنهن دور
دراز گهرائيءَ ۾ منهن لڪائي روئڻ جو بهانو ڪري، هڪ ڪاري
ڪڪريءَ پويان لڪي ويو، تڏهن آخري سنڌي به ڪري پيو.
ساري ماحول تي موت ڇانئجي ويو. ان وقت ائين پئي ڀانيو ڄڻ ته
ڌرتيءَ جو پنهنجو ساهه بند ٿي ويو هو. ڪوٽ جي برجن تي
چڙهيل سنڌي پنهنجي ڪونڌرن لاءِ روئڻ به وساري ويٺا هئا.
ٻانگن کي ٻانگون ڏيڻ وسري ويون هيون. قلندر جي نوبت به اڄ
ٻهرون پهرو خاموش رهي. هي عجيب ماتم هو: خاموش، چپ!
ائين ٿي ڀانيو ڄڻ سنڌين هميشه لاءِ ماتم ڪرڻ جو پهه ڪيو
هو، ۽ اهو خاموش ماتم صدين تائين انسانذات جي ضمير ۾ ٻرڇيءَ
جو گهاءُ بڻجي چڪندو رهندو!

| | | | |
|---|---|---|---|
| ٠١ | ٤- مارچ ٤ سنڌي جوڊا | — | ٢٠/- |
| ٠٢ | وايون ونجارن جون (سفرنامو) | الطاف شيخ | ١٢/- |
| ٠٣ | رهيل قرض (ڪهاڻيون) | ظفر حسن | ١٢/- |
| ٠٤ | منهنجو ساگر، منهنجو ساحل (سفرنامو) | الطاف شيخ | ١٦/- |
| ٠٥ | سي ٽي جوين ڏينهن (سفرنامو) | الطاف شيخ | ١٥/- |
| ٠٦ | سي ٻيڙيون رکين ٻاجهه سين (سفرنامو) | الطاف شيخ | ٢٠/- |
| ٠٧ | قلندر (ڪهاڻيون) | قرت العين حيدر/مدد علي سنڌي | ١٢/- |
| ٠٨ | سزا جا سک | آسڪر وائلڊ/فضل احمد بچاڻي | ١٢/- |
| ٠٩ | ٽڪل سريت (ڪهاڻيون) | البرٽو موراويا/وايرام ولڀ | ١٥/- |
| ٠١٠ | تصوير جو خون | آسڪر وائلڊ/فضل احمد بچاڻي | ٢٥/- |
| ٠١١ | سفر يورپ جي ڊائري (سفرنامو) | قاضي عبدالمجيد عابد | ٢٥/- |
| ٠١٢ | سس سدا بهار چنبيلي (ناول) | الطاف شيخ | ٢٠/- |
| ٠١٣ | اڳي ايئن هياس (جلد ١) | فضل احمد بچاڻي | ٢٠/- |
| ٠١٤ | پره کان پهرين (ڪهاڻيون) | ماهتاب محبوب | ١٦/- |
| ٠١٥ | بلنديون (ناول) | نجم عباسي | ١٦/- |
| ٠١٦ | ادو عبدالرحمان (ڪهاڻيون) | امر لعل هنگوراڻي | ١٢/- |
| ٠١٧ | همه اوست (ناول) | آغا سليم | ٢٠/- |
| ٠١٨ | اداس واديون (ڪهاڻيون) | حميد سنڌي | ١٢/- |
| ٠١٩ | آئيني جي اڳيان | ١٧ ساهتڪار | ١٢/- |
| ٠٢٠ | لهر لهر زندگي (ڪهاڻيون) | ماهتاب محبوب | ٣٠/- |
| ٠٢١ | ٻه ننڍا ناول (ٻه ناول) | آغا سليم | ٢٢/- |
| ٠٢٢ | اڳي ايئن هياس (جلد ٢) | فضل احمد بچاڻي | ٢٥/- |
| ٠٢٣ | واٽ ويندي | علي احمد بروهي | ٣٠/- |
| ٠٢٤ | مڪليءَ کان ملاڪا تائين (سفرنامو) | الطاف شيخ | ٢٥/- |
| ٠٢٥ | ڪهاڻي جو قافلو | نجم عباسي | ١٥/- |
| ٠٢٦ | ساهيوال جيل جي ڊائري | شيخ اياز | ٣٥/ |
| ٠٢٧ | سنگاپور وهندي ويندي (سفرنامو) | الطاف شيخ | ٢٥/- |
| ٠٢٨ | چنڊ جا تماشائي (ڪهاڻيون) | آغا سليم | ١٦/- |

| نمبر | ڪتاب | ليکڪ | قيمت |
|---|---|---|---|
| ۲۹. | ڀڳت سنگهه کي ڦاسي | شيخ اياز | ۱۵/- |
| ۳۰. | ست يوگوسلاويائي آکاڻيون | جڳت آڏواڻي | ۱۰/- |
| ۳۱. | ست ڪشميري آکاڻيون | اختر محيعدين/ايشور چندر | ۱۲/- |
| ۳۲. | پن ڇڻ ۾ چنڊ (شاعري) | آغا سليم | ۱۰/- |
| ۳۳. | سڏن مٿي سڏڙا | علي احمد بروهي | ۲۵/- |
| ۳۴. | سرهي سرهي سار (سفرنامو) | ماهتاب محبوب | ۳۵/- |
| ۳۵. | ڏيئا تيل ڦليل جا | علي احمد بروهي | ۳۰/- |
| ۳۶. | راج-گهاٽ تي چنڊ (شاعري) | شيخ اياز | ۶۰/- |
| ۳۷. | موتي جي مهراڻ جا | مرتب: فيروز احمد | ۵۵/- |
| ۳۸. | تلاش (ناول) | نجم عباسي | ۳۰/- |
| ۳۹. | لڙيو سج لڪن ۾ (شاعري) | شيخ اياز | ۲۰/- |
| ۴۰. | ڏاهي جهرڪي ۽ ٻيون آکاڻيون | الطاف شيخ | ۳۵/- |
| ۴۱. | مرڻ مون سهڻ آهه (ناول) | سراج | ۴۰/- |
| ۴۲. | پڙاڏو سوئي سڏ (ناول) | سراج | ۵۰/- |
| ۴۳. | رات وچ ۾ (ناول) | برهٽ هيلمڊي/فضل احمد بچاڻي | ۲۰/- |
| ۴۴. | ٻڙ جي ڇانوَ اڳي ڪان گهاٽي (شاعري) | شيخ اياز | ۳۰/- |
| ۴۵. | اڪ سور (ناول) | رابندر ناٿ ٽئگور | ۵۰/- |
| ۴۶. | جت جر وهي ٿو جال (سفرنامو) | الطاف شيخ | ۳۰/- |
| ۴۷. | رني ڪوٽ جو خزانو (ڪهاڻيون) | امر جليل | ۴۰/- |
| ۴۸. | ماستربائي (ناول) | مترجم: نجم عباسي | ۲۵/- |
| ۴۹. | آڪن نيرا ڦليا (شاعري) | شيخ اياز | ۳۰/- |
| ۵۰. | رڻ ۾ رڃ جو اتهاس (ڪهاڻيون) | نورالهدي شاه | ۵۰/- |
| ۵۱. | انقلابي ماءُ (سوانح حيات) | مترجم: آزاد قاضي | ۲۵/- |
| ۵۲. | ڪراچي ۽ جا ڏينهن ۽ راتيون | شيخ اياز | ۶۵/- |
| ۵۳. | جلاوطن (ڪهاڻيون) | نورالهدي شاه | ۳۰/- |
| ۵۴. | جڏهن مان نه هوندس (ڪهاڻيون) | امرجليل | ۵۵/- |
| ۵۵. | پونر پري آڪاس (شاعري) | شيخ اياز | ۵۰/- |
| ۵۶. | راهون چنڊ ستارا (سفرنامو) | ماهتاب محبوب | ۴۰/- |
| ۵۷. | يادين جي انڊلٺ | الطاف شيخ | ۳۰/- |
| ۵۸. | جهڙ ۾ نيڻان نه لهي (شاعري) | شيخ اياز | ۳۵/- |

